# اقبال حکیم الامت






کیڈٹ کالج لاڑکاڻو

# اقبال حڪيم الامت

علامہ اقبال جي حياتي ۽ سندس فڪرتي
چوند مضمونن جو سنڌي ترجمو




مرتب
سڪندر علي چنا




ڪيڊٽ ڪالج، لاڙڪاڻو

928
چ ن ا
چنا، سڪندرعلي
اقبال حڪيم الامت / سڪندرعلي چنا
لاڙڪاڻو: پرنسپال ڪيڊٽ ڪالج، 2006ع
vii، صفحا: 237
1. اقباليات. I. عنوان

پهريون ڇاپو: نومبر 2006ع
ڪتاب: اقبال حڪيم الامت
مرتب: سڪندرعلي چنا
ڪمپوزنگ: فهيم احمد سولنگي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي
ڇپائيندڙ: پرنسپل ڪيڊٽ ڪالج، لاڙڪاڻو
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي فون: 021-2737290

ملڻ جا هنڌ
نيشنل بوڪ ڊپو، بندر روڊ لاڙڪاڻو. فون: 4042574
مسٽر بڪس، سپر مارڪيٽ، اسلام آباد. فون: 2278843
ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوڪ، صدر ڪراچي. فون: 5682200
اظهار سنز، اردو بازار، لاهور. فون: 7220761
ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي. فون: 2638025
ڪتاب مرڪز، فريئر روڊ، سکر

# فهرست

# پيش لفظ

هن دنيا ۾ روز هزارين ماڻهو پيدا ٿيندا ۽ مرندا رهن ٿا. انسانن جي آمد و رفت جو هي سلسلو ازل کان جاري آهي ۽ ابد تائين جاري رهندو. دنيا ۾ لکين انسان گمناميءَ جي زندگي گذاري، راه رباني وٺن ٿا ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ انهن کي ڪير ياد ڪرڻ وارو به ڪونه ٿو رهي. پر دنيا ۾ اهڙا انسان به پئدا ٿيندا رهيا آهن جيڪي هميشه زنده رهندا آهن. هو موت کان پوءِ به زنده ۽ پائنده، روشنيءَ جي مينارن وانگر چمڪندا ۽ انسانيت جي قافلي لاءِ سالار ۽ منزل ڏانهن رهنمائي ڪندا آهن. اهڙا اعليٰ انسان ئي در حقيقت انسانيت جا معمار ۽ قومن جا سيرت ساز هوندا آهن. اهڙين ئي زنده ۽ جاويد هستين مان علامه اقبال به هڪ هو.

علامه اقبالؒ هڪ اعليٰ شاعر به هو ته هڪ فيلسوف به، هو هڪ قانوندان به هو ته سياستدان پڻ. هو هڪ سماجي ڪارڪن به هو ته هڪ زنده دل انسان به. انهن مڙني حيثيتن ۾ سندس مرتبو تمام بلند آهي. پر منهنجي نگاهه انهن حيثيتن کان منفرد سندس قرآن جي پيغام کي عام ڪرڻ جو عزم ۽ عشق رسول ﷺ واري حيثيت آهي.اِنهيءَ حيثيت جي ڪري مون کي سائنس پيري ۽ مريدي يا مرشد ۽ سالڪ وارو تعلق آهي.

بد قسمتيءَ سان ڪن مخصوص حالتن جي ڪري سنڌي خواندو طبقو علامه اقبال جي عظيم فڪر کان گهٽي پاڱي نابلد آهي. لهٰذا اِهو انتهائي ضروري ڄاتم ته پاڪستان جي نوجوان طبقي جي رهنمائي ۽ سندس فڪري پاڪيزگي ۽ اعليٰ انساني مقاصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ علامه اقبال جي تعليم ۽ افڪار کان ڪيس واقف ڪرائڻ. ڪيڊٽ ڪالج لاڙڪاڻه جي همه جهتي شخصيت سازي جي اسڪيم ۾ پروگرام جو هڪ لازمي حصو بنائڻو آهي. ان عزم تحت ئي اسان ملڪ جي اعليٰ تعليمي ادارن جي نوجوانن ۾ اقبال جي ڪلام مان حقيقي روح حاصل ڪرڻ لاءِ، هر سال ملڪي سطح تي "حفظِ ڪلامِ اقبال" جو مقابلو

ڪرائڻ شروع ڪيو. هر سال "يومِ اقبال" جي موقعي تي ڪيڊٽس ۽ اساتذه جا طبع زاد ۽ مترجمه مضامين سهيڙي، انهن تي مشتمل ڪتاب به آئيندا رهيا آهيون، جن کي ملڪي سطح تي ساراهيو ويو آهي.

علامه اقبال رح برِ صغير هند و پاڪستان جي مسلمانن جو بالخصوص ۽ سڄي دنيا جي مسلمانن جو بالعموم ان حيثيت سان محسن آهي جو هن اسلامي وحدت جو اُهو پيغام جيڪو محمدِ مصطفيٰ ﷺ جن اڄ کان چوڏنهن سو سال اڳ ڏنو هو تنهن کي زنده ڪيو. اقبال وحدتِ امتِ مسلمه جو نقيب هو.

حضور ﷺ جن هڪ الله جي عقيدي جي بنياد تي هڪ اُمتِ مسلم جو بنياد وڌو هو. بعد ۾ خلافتِ راشده، خلافتِ بنو اُميه، بنو عباس ۽ بنو فاطمه ۾ تقسيم ٿي ته اسلامي وحدت جي بنياد تي قائم امتِ مسلم جي وحدت به پاره پاره ٿي وئي. مسلمان هڪ امت جي جاءِ تي ترڪ، مغل، افغان، عرب ۽ ايراني قومن ۾ ورهائجي ويا. اها تفريق اجان وڌيڪ ذاتين ۽ برادرين ۾ پيدا ٿي وئي. جيڪا ڪسر رهيل هئي سا يورپي نظريئه و طنيت يعني نيشنلزم پوري ڪري ڇڏي. هندستان به قوم پرستي ۽ وطن پرستيءَ جي ان مرض کان محفوظ نه رهيو. ڇا هندو ڇا مسلمان، سڀ اِن نئين نظريئه وطنيت جي نشي ۾ سرشار هئا. ايستائين جو دارالعلوم ديوبند جي مهتمم ۽ جميعت علماءِ هند جي سربراه مولانا حسين احمد مدنيءَ به چيو ته "قومیں اوطان سے بنتی ہیں" اقبال پڻ يورپ وڃڻ کان اڳ 1905ع تائين ان نظريي جو قائل هو، جو چيو هئائين:

ہندی ہیں ہم وطن ہے ہندوستاں ہمارا

پر جڏهن يورپ کان واپس آيو ته اقبال تي ان نظريي جون خرابيون واضح ٿي چڪيون هيون، جو چيائين:

ان تازہ خداؤں میں بڑا سب سے وطن ہے
جو پیرہن اِس کا ہے وہ مذہب کا کفن ہے۔

علامه اقبال مسلمانن کي سندن اِهو وساريل سبق وري ياد ڏياريو ته مسلمان الڳ الڳ قوم نه بلڪ هڪ امت ۽ ملت آهن جنهن جو بنياد توحيد ۽ رسالت آهي. يورپ ۾ ٽي سال گذارڻ ۽ اتان جي اعليٰ ادارن مان تعليم حاصل ڪرڻ ۽ وقت جي نامور فلسفين ۽ شخصيتن سان ملاقاتون ڪرڻ ۽ انهن جي افڪار جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ اقبال

جڏهن واپس هندستان آيو تہ هن هڪ نظم "وطنيت" جي عنوان سان لکيو جيڪو "بانگ درا" ۾ شايع ٿيو. اقبال ان نظم ۾ وطن کي هڪ سياسي تصور طور رد ڪندي ۽ دليل ڏيندي چوي ٿو:

اقوام میں مخلوقِ خدا بٹتی ہے اس سے،
قومیتِ اسلام کی جڑ کٹتی ہے اس سے۔

اقبال جو اصل ڪارنامو اِهو ٿي آهي تہ هن جديد نظريئہ وطنيت ۽ نيشنلزم جي تباهہ ڪارين کي ان زماني ۾ ئي پرکي رد ڪري ڇڏيو هو جڏهن ان نظريي کي قومن جي مڙني مصيبتن ۽ مشڪلاتن جو حل ٿي سمجهيو ويو. اِهو نورکيس قرآن جي تعليم ۽ سيرت رسول ﷺ کان عطا ٿيو هو جنهن جي روشنيءَ ۾ اقبال مسلمانن ۽ سڄي دنيا جي انسانن کي خبردار ڪندو رهيو.

اقبال مسلمانن جي ٻيهر عالمگير اخوت ڏسڻ چاهي ٿو. چوي ٿو:

ایک ہوں مسلم حرم کی پاسبانی کیلیے
نیل کے ساحل سے لے کر تا بخاکِ کاشغر

اقبال جي شاعريءَ جو پيغام اصل ۾ قرآن ۽ سنت ڏانهن موٽ ڪائڻ آهي. هو چوي ٿو:

قرآں میں ہو غوطہ زن اے مردِ مسلماں
اللہ کرے تجھ کو عطا جدتِ کردار۔

حضور ﷺ جن لاءِ چئي ٿو:

نگاہِ عشق و مستی میں وہی اول وہی آخر
وہی قرآں وہی فرقاں وہی یٰسیں وہی طٰہٰ

اقبال جي نظر ۾ هڪ مسلمان کي هيئن هئڻ گهرجي:

بتاؤں تجھ کو مسلماں کی زندگی کیا ہے
یہ ہے نہایتِ اندیشہ و کمال و جنوں

علامہ اقبال جي افڪار جي بنياد تي ئي پاڪستان قائم ٿيو ۽ برصغير جو ورهاڱو ٿيو. ضرورت آهي تہ پاڪستان جي نوجوان نسل کي سندن اصل بنياد کان آگاهہ ڪيو وڃي ۽ ان لاءِ اقبال جي شاعري هڪ انتهائي موثر ذريعو آهي.

هن ڪتاب لاءِ مضمونن جو انتخاب اردو جي مشهور ۽ معروف عالمن ۽ مفڪرن جي ڪتابن مان ڪيو ويو آهي. انهن سڀني شاگردن ۽

استادن کي آءٌ مبارڪباد ٿو ڏيان جن هن ڪتاب لاءِ طبع زاد يا ترجمه ڪيل مضمون لکيا. بالخصوص آءٌ ڪتاب جي سهيڙيندڙ ڪاليج جي سينيئر استاد سڪندر علي چنا صاحب کي جس ڏيندس جنهن ترجمو ڪيل مضمون چيڪ ڪري انهن ۾ درستگيون ڪيون ۽ ٿوري وقت ۾ ڪتاب کي منظرِ عام تي آندو.

اميد ته اسان جي هيءَ پيشڪش به اڳين ڪتابن وانگر قبولِ عام ماڻيندي ۽ نوجوانن لاءِ علامه اقبال جي فڪر کي سمجهڻ لاءِ سونهون ثابت ٿيندي.

محمد يوسف شيخ
پرنسپل ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻو
21 آڪٽوبر 2006ع بمطابق
٢٧ رمضان المبارڪ ١٤٢٧ھ.

# ٻه اکر

جون 2006ع جي شروع ۾ اسان جي ڪالج جي پرنسپال پروفيسر محمد يوسف خواهش ظاهر ڪئي ته ”يوم اقبال“ تي علامه اقبال تي ڪتاب آڻڻو آهي ۽ اهو ڪم مون کي سونپيائين. مون ڪاليج جي لائبريريءَ مان اٽڪل 43 مضمون منتخب ڪيا، جيڪي برصغير هند ۽ پاڪستان جي مڃيل عالمن ۽ مفڪرن جا لکيل هئا. انهن ۾ اهي به هئا جن اقبال کي پنهنجي زندگي ۾ ڏٺو، ٻڌو ۽ ساڻس گڏ رهيا ۽ ڪي سندس دور جا اهڙا عالم به هئا جن ڪيس پڙهيو ۽ ان کان متاثر ٿي متس ڪتاب لکيا. 14 جون 2006ع تي سائين يوسف صاحب انهن مضمونن جي منظوري ڏني ۽ اهي فوٽو اسٽيٽ ڪرائي ٻارهين ڪلاس جي شاگردن ۽ استاذه کي ڏنا ويا ته جئين هو گرمين جي موڪلن دوران انهن کي ترجمو ڪن.

سيپٽمبر 2006ع جي ٻئي هفتي ۾ مضمون ملڻ شروع ٿيا. 22 سيپٽمبر 2006ع تائين تقريبا سڀ مضمون چيڪ ٿي ٻيهر فيئر ڪري مليا.

مضمونن جي چيڪنگ دوران ڪافي اهڙا لفظ به آيا جن جو جيڪڏهن تز سنڌي نعم البدل نه پئي مليو يا انهن جي معنيٰ ۽ مفهوم نٿي سمجھه ۾ آيو ته پنهنجن دوستن کان پڇيم ۽ انهن سان بحث به ڪيم. لغتون ڏٺم، فارسي اشعار، قرآن جي آيتن ۽ عربي اشعار جا ترجما لکيم.

ڪن مضمونن ۾ ڪي سائنسي ڳالهيون هيون ۽ انهن ۾ مونجهارو پئي ٿيو ته سائنس جي استاذه کان ٿي پڇيم ۽ انهن سان بحث ڪيم.

ڪڏهن ڪڏهن رات جو ڏهين وڳي محترم جميل احمد خاصخيليءَ کان سنڌس هائوس تي فون تي ئي ڪي لفظ پڇيم ته وري ڪڏهن ڪي سائنسي اصطلاح محترم ذوالفقار علي شر ۽ محترم غلام

مصطفيٰ پنهنجي ڪان ٿي پڇيم. هڪ دفعي ڪرم حيدريءَ جي مضمون ۾ "جاويد نامہ" مان حلاج جي نبيﷺ جن جي لاءِ لفظ "عبده" جي ڪيل شرح، اقبال جي شعر جي صورت ۾ هئي، ان ۾ هڪ شعر آهي:

لَاَاِلٰہ تیغ و دَمِ اُو عَبْدُہٗ
فاش تر خواہی بگو ھو عبدہٗ

لَاَاِلٰہ تلوار ۽ ان جي ڏار آهي عبدہٗ
کولي ٻڌايائين تہ هو پاڻ آهي عبده

ان شعر جي پهرين سٽ ۾ لفظ آيو آهي "دم" ان جي اڙدو ۾ معني هئي "تلوار جي ڌار". لفظ "ڏار" جو تز ۽ سنڌي نعم البدل ٿي چاهيم. جميل ٻڌايو تہ اسان جي علائقي ۾ ان لاءِ "زر" جو لفظ استعمال ٿيندو آهي. دوستن سان بحث ڪندي خبر پئي تہ اهو لفظ اصل ۾ "زر" نہ بلڪ "زِرُ" آهي جنهن جي معنيٰ بہ تيزي آهي. انيس صاحب ۽ ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ صاحب ٻڌايو تہ سنڌيءَ ۾ تِلوار جي تيزيءَ لاءِ لفظ "ڏار" ئي استعمال ٿيندو آهي، پوءِ لفظ "ڏار" ئي رکيم. اهڙي طرح ڪن مضامين ۾ ڪثين فارسي اشعار ڏنل آهن، انهن جا ترجما بہ ڳولهي پيتي ۽ ڪجهہ پنهنجي فهم سان متعين ڪري لکيم. ڪن دوستن کي پنهنجن ئي لفظي ترجمي ڪيل لفظن کي باقي رکڻ تي اصرار هو انهن کي بحث ڪري مڃايم تہ ڪن سان حجت ڪري پنهنجو حق ايڊيٽري بہ استعمال. ڪيم جو مون کي اهاسعادت حاصل آهي تہ مان هڪ تہ اسلاميات جو شاگرد ۽ ان سان گڏ اقبال جي نثر ۽ نظم کان بہ ٿورو گهڻو واقف هجڻ جي هام هڻندڙ آهيان. مونکي يقين آهي تہ جيستائين ڪو شخص قرآن ۽ اسلامي تاريخ سان گڏ ڪجهہ جديد سياسي ۽ فڪري نظرين کان واقف ناهي تہ اهو اقبال کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪري سگهي ٿو.

بهرڪيف شاگرد ساٿين ۽ رفقاءِ ڪار جي مدد سان هن ڪتاب جي ڪم کي توڙ تائين پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيس. آءٌ هن ڪتاب جي هر مرحلي تي هر حوالي سان مشفقانہ ساٿ ۽ سرواٽي مهيا ڪرڻ لاءِ ڪالج جي پرنسپال محترم پروفيسر محمد يوسف شيخ جن جو تهِ دل سان ٿورائتو آهيان. سائين پاڻ بہ اقبال جا شيدائي آهن ۽ اقبال جي منتخب اشعار جو منظوم سنڌي ترجمو ڪري چڪا آهن. هيسيتائين اقبال تي

مختلف مضامين ۽ پنج عدد ڪتاب، Iqbal: The Visionary 1995،
ڏاهو ذات ڏٺي 1998ع، Gabriel's Neighbour 2003، پورب سندو
سنيهو 2004ع ۽ خود آگهي 2005ع ڏئي چڪا آهن.

علامہ اقبال اسانجي نئين نسل لاءِ هڪ رهنما طور ڪم اچي سگهي ٿو. علامہ نہ معروف معنائن ۾ ڪو مولوي يا مفتي هو ۽ نہ ئي فقيہ يا ڪنهن مدرسي جو فارغ التحصيل. سواءِ سندس والد شيخ نور محمد ۽ سندس استاد مولوي مير حسن جي صحبت ۽ تعليم تربيت جي، پر ڪيس مشرقي ۽ مغربي علمن خاص ڪري سياسي، سماجي، معاشي ۽ مذهبي نظرين جي جيتري ڄاڻ ان وقت هئي اجا تائين بہ ان سطح جو فهم پوري اسلامي دنيا ۾ ڪنهن کي بہ حاصل نہ ٿي سگهيو آهي.

20-22 سالن جي عمر ۾ معاشيات جي علم تي پوري برصغير هندستان ۾ 1903ع ۾ هڪ ڪتاب "علم الاقتصاد" جي نالي سان اڙدوءَ ۾ لکيائين، جيڪو ڪنهن انگريزي ڪتاب جو ترجمو نہ بلڪ سندس مطالعي جو نچوڙ آهي. حيرت تہ اها آهي جو هن ڪڏهن بہ، نہ لاهور ۾ ۽ نہ ئي ڪو يورپ ۾، پڙهائيءَ دوران ڪو معاشيات جو مضمون امتحان خاطر ٿي پڙهيو هو. اهڙي طرح هو هندستان جي مسلمانن پوءِ اهي لاهور جا هجن يا ڪراچيءَ جا، ڪشمير جا هجن يا لکنوءَ جا، مڙني جي مسئلن جي ڄاڻ ۽ انهن جي حل لاءِ ڪوشان هو. بين الاقوامي حالتن ۾ مسلمان ملڪن جي فرنگين هٿان لتاڙجڻ انهن جي حالت زار بہ سندس سامهون هئي. حيرت آهي تہ اقبال افغانستان جي مسئلي کي 1910ع-1911ع ۾ هڪ بين الاقوامي Flash point طور ڏسي ٿو ۽ دنيا کي ٻڌائي ٿو تہ جيڪڏهن افغانستان ۾ امن نہ رهيو تہ دنيا ۾ بہ امن نہ رهي سگهندو. ساڳيءَ طرح ڪيس فلسطين، ترڪي ۽ ٻين عرب ملڪن جي ڏارين ڏاڙيلن هٿان ڦرمارجڻ ۾ انگريز ۽ فرانسيسي سرفهرست هئا بہ واضح نظر اچي ٿي ۽ هو دنيا کي ان جي سنگين نتائج کان پڻ خبردار ڪري ٿو. هو جمعيتِ اقوام League of Nations جي ناقص، فريبي ۽ عيارانہ ڪردار کي بہ اگهاڙو ڪري ٿو ۽ ان کي ڪفن چورن جي جماعت ٿو سڏي:

من ازیں بیش ندانم کہ کفن وزدے چند
بہر تقسیم قبور انجمنے ساختہ اند

(جمعيت الاقوام-پيامِ مشرق)

جمعيت الاقوام جي ڪردار کي انساني اتحاد جي خلاف قرار ڏيندي چوي ٿو:

مکہ نے دیا خاک جنیوا کو یہ پیغام
جمعیتِ آدم یا جمعیتِ اقوام

ٻئي طرف سندس نگاهہ مشرقي شاعرن، عالمن، مفڪرن ۽ مجاهدن جي ڪارنامن تي بہ آهي. هو مغرب جي مشهور عالمِن ۽ ڏاهن ڪان نہ صرف واقف آهي بلڪ انهن مان گهڻن سان ذاتي طورتي مليو بہ هو. نطشي جي "Superman"، شوپنهار جي "will" ۽ برگسان جي "Creative Evolu-tion" کان نہ صرف چڱيءَ طرح واقف آهي بلڪ انهن جي خامين کي بہ اجاگر ڪيو اٿس. برگسان سان تہ هو پيرس ۾ مليو بہ هو. اهڙيءَ طرح مسوليني، نادر شاهہ ۽ هندستان جي ڪوڙ نوابن سان بہ سندس تعلق رهيو. سندس ئي دور ۾ نبوت جو ڪوڙو دعويدار مرزا غلام محمد قادياني بہ هو بلڪ سندس شهر سيالڪوٽ ۾ ڪمشنر جي دفتر ۾ هڪ ڪلرڪ طور نوڪري بہ ڪري ٿو تہ اقبال جا گهڻا واقف ان جا مداح بہ آهن. سندس دور ۾ فاشزم، سوشلزم ۽ نيشنلزم جهڙن تحريڪن ۽ نظريا زورن تي هئا جنهن ۾ هندستان جا نيشنلسٽ علما بہ هئا. هڪ اهڙي هيجان انگيزيءَ تباهہ ڪندڙ دور ۾ جنهن ۾ دنيا هڪ هولناڪ مهاياري لڙائي جي تباهہ ڪارين ۾ ٿي اچا قاتل هئي، اقبال سيني ڪان منفرد ۽ الڳ ٿو نظر اچي. هو پنهنجي دور جي صوفين، ملن، فقيهن، پيرن، نوابن، وياج خورن تي تنقيد ڪرڻ سان گڏ انهن کي راهہ بہ ڏيکاري ٿو ۽ ڪين ڏس بہ ڏئي ٿو تہ هن مسئلي جو حل هي اٿو. غرض تہ علامہ اقبال پنهنجي دور جو هڪ وڏو صاحبِ بصيرت مسلمان عالم هو جنهن جو روح قرآن ۽ سنت جي عشق ۾ سرشار ۽ ٻڏل هو ۽ هو دنيا جهان جي فڪر ۽ فلسفن جو مطالعو ڪرڻ ڪان پوءِ اتي پهچي ٿو تہ:

گر توی خواہی مسلماں زیستن
نیست ممکن جز بہ قرآں زیستن

"جيڪڏهن تون مسلمان ٿي رهڻ چاهين ٿو تہ قرآن ڪان سواءِ

ممڪن ڪونهي.“

لهذا، اقبال کي اسلامي احياء، بيداري ۽ پيهر اڀار جو اعلان ڪندڙ سمجهي سندس فڪر مان غذا حاصل ڪرڻ گهرجي.

اميد ته اسان جون نئون نسل ان مان رهنمائي حاصل ڪندو.

بیا بہ مجلسِ اقبال ویک دو ساغر کش
اگرچہ سر نہ تراشد قلندری داند

”اچ اقبال جي مجلس ۾ ٻه پيالا پي،
جيتوڻيڪ مٿو ڪوڙيل ڪونه اٿس پر قلندري ڄاڻي ٿو.“

هن ڪتاب جي ڪمپوزنگ لاءِ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي جي ڪمپوزرس برادرم نديم احمد سولنگي ۽ فهيم احمد سولنگي ۽ اڪيڊمي جي سرواڻ محترم نور احمد ميمڻ صاحب جو دل سان شڪر گذار آهيان جنهن جي ذاتي توجه جي ڪري ئي هي ڪتاب جلد اچي سگهيو. محمد ظفر اقبال جو پڻ ٿورائتو آهيان جنهن ڪتاب جو ٽائيٽل ڊيزائن ڪيو.

سڪندر علي چنا
اسسٽنٽ پروفيسر اسلاميات
23 سيپٽمبر 2006ع مطابق
29 شعبان 1427هه

حسن اختر/ ڪيڊٽ ارباب سلمان

# علامہ اقبال جو تعليمي سفر

قديم دور ۾ ماڻهو پنهنجي ٻارن کي پهرين ديني تعليم ڏياريندا هئا ۽ ان کان پوءِ اسڪول ۾ داخل ڪرئيندا هئا. تنهنڪري علامہ اقبال بہ شروع ۾ ديني تعليم حاصل ڪئي. ديني تعليم جي سلسلي ۾ هن عربي ۽ فارسي ٻولين جي تعليم حاصل ڪئي. انهن ٻولين سان سندس تعلق هميشہ باقي رهيو. اهوئي سبب آهي جو هن مڊل اسڪول جو امتحان اسڪاچ مشن هاءِ اسڪول مان ڏنو، پر اختياري مضمونن جي طورتي عربي ۽ فارسيءَ کي بہ چونڊيائين، چو جو هو اهي ابتدا ۾ پڙهي چڪو هو. مولانا عبدالمجيد سالڪ پنهنجي ڪتاب "ذڪرِ اقبال" ۾ علامہ اقبال جي تعليم بابت لکيو آهي تہ:

"شيخ نور محمد، مولانا مير حسن جي چوڻ تي علامہ اقبال کي اسڪاچ مشن هاءِ اسڪول سيالڪوٽ ۾ داخل ڪرايو. علامہ اقبال مولانا مير حسن کان اڳيئي ابتدائي ديني تعليم حاصل ڪري رهيو هو ۽ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ بہ مولانا وٽ پڙهندو رهيو. ڪڏهن ڪڏهن دينيات جي سبقن لاءِ مولانا غلام حسن وٽ بہ ويندو هو. مولانا ابراهيم سيالڪوٽيءَ جو بيان آهي تہ علامہ اقبال شايد 1887ع ۾ پرائمري، 1890ع ۾ مڊل ۽ 1892 ۾ انٽرينس (ميٽرڪ) جو امتحان پاس ڪيو. ٽنهي امتحانن ۾ اسڪالرشپ حاصل ڪيائين. سيد ذڪي شاهہ چوي ٿو تہ علامہ اقبال انٽرينس 1893ع ۾ پاس ڪيو، جڏهن سندس عمر ويهہ سال هئي. منهنجي خيال ۾ تہ اها روايت وڌيڪ صحيح آهي."

انهيءَ دور ۾ امتحاني نتيجا پنجاب گزٽ ۾ شايع ٿيندا هئا. تنهنڪري علامہ اقبال جي امتحانن جا نتيجا بہ پنجاب گزٽ ۾ محفوظ آهن. سندس امتحان پاس ڪرڻ جا صحيح سال معلوم ڪيو،

سگهجن ٿا. علامہ اقبال جي زماني ۾ مڊل جو امتحان بہ پنجاب يونيورسٽي وٺندي هئي. مڊل اسڪول جي امتحانن لاءِ ٻن قسمن جا اميدوار هوندا هئا، "ورنيڪيولر" ۽ "اينگلو ورنيڪيولر"

علامہ اقبال اينگلو ورنيڪيولر اميدوار جي حيثيت سان امتحان ڏنو. سندس رول نمبر 1799 ۽ عمر پندرهن سال بيان ڪئي وئي آهي. پاڻ امتحان ۾ 579 مارڪون ڪنيائين. مڊل جو امتحان پاڻ 1891ع ۾ پاس ڪيائين. مولانا ابراهيم سيالڪوٽيءَ هڪ سال هر امتحان ۾ گهٽ ڪري لکيو آهي. علامہ اقبال پرائمريءَ جو امتحان 1888 ۾ ۽ مئٽرڪ جو امتحان 1893ع ۾ پاس ڪيو هو. مولانا سالڪ، سيد ذڪي شاهہ جي روايت مطابق ان وقت سندس عمر ويهہ سال لکي آهي. جيڪڏهن سندس پيدائش جو سال 1873ع تسليم ڪيو وڃي تہ ان وقت سندس عمر ويهہ سال ٿي بيهي. پر پاڪستان حڪومت سرڪاري طور تي سندس پيدائش جو سال 1877ع قرار ڏنو آهي. ان لحاظ کان سندس عمر مئٽرڪ جي امتحان وقت 16 سال ٿي بيهي. جڏهن تہ علامہ اقبال پنهنجي ايڊميشن فارم ۾ سترنهن سال لکي هئي.

علامہ اقبال مئٽرڪ جي امتحان ۾ انگريزي، حساب، حفظِ صحت، فارسي ۽ عربيءَ جا مضمون ڪنيا هئا. سندس مارڪون 424 هيون ۽ پاڻ سڄي يونيورسٽيءَ ۾ ائين پوزيشن حاصل ڪئي هئائين. تنهن ڪري کيس ماهوار ٻارنهن روپيہ اسڪالرشپ ملندي هئي. ڀريون نمبر اچڻ واري کي 16 روپيہ ماهوار جي هڪ ٻي اسڪالرشپ بہ ملندي هئي. علامہ اقبال مڊل ۽ پرائمريءَ ۾ ڪا اسڪالرشپ حاصل ڪئي يا نہ ان جو اجا تائين ڪو ثبوت نہ ٿو ملي.

جيئن ئي علامہ اقبال مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو تہ جلد ئي سندس شادي ڪريم بي بيءَ سان ڪرائي وئي جنهن مان کيس ٻہ ٻار معراج بيگم ۽ آفتاب اقبال ڄاوا.

طاهر فاروقيءَ "سيرتِ اقبال" ۾ علامہ اقبال جي اسڪول جي زماني جو هڪ واقعو لکيو آهي تہ علامہ اقبال جي عمر يارنهن ٻارنهن سال هئي. هڪ ڏينهن کيس اسڪول پهچڻ ۾ دير ٿي ويئي. استاد دير سان اچڻ جو سبب پڇيو تہ پاڻ جواب ڏنائين تہ "اقبال دير سان ئي ايندو آهي". اهو واقعو گهڻو مشهور آهي ان وقت اڃا علامہ اقبال پرائمري ۾ پڙهندو هوندو.

مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ علامہ اقبال اسڪاچ مشن ڪاليج سيالڪوٽ ۾ داخلا ورتي. ان زماني ۾ اسڪاچ مشن اسڪول کي ڪاليج جو درجو ڏنو ويو هو. ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد سندس ان دور جي تعليم بابت لکيو آهي تہ:

"انٽرينس (ميٽرڪ) جو امتحان پاس ڪرڻ کانپوءِ علامہ اقبال اسڪاچ مشن ڪاليج ۾ داخل ٿيو. ان ڪاليج جو بنياد 1888 ۾ پئجي چڪو هو ۽ علامہ اقبال جي دور ۾ اهو ڪاليج گورنمينٽ ڪاليج جي عمارت ۾ واقع هو. ڪاليج ۾ ڪل پنج استاد هئا جن جا نالا هي آهن:

1- جان ڊبليو ينگسن ڊي-ڊي (پرنسپل) 2- نرجن داس بي- اے 3-هرنام سنگهہ بي- اے 4- پنڊت تيرٿ رام ۽ 5- مولوي مير حسن شاهہ.

ان وقت ڪاليج ۾ هي مضمون پڙهايا ويندا هئا: انگريزي، فلسفو، رياضي، سائنس، عربي، فارسي ۽ سنسڪرت. علامہ اقبال انگريزيءَ کان سواءِ ٻيا ڪهڙا مضمون کنيا ان بابت ڪا خبر نہ آهي.

ڪاليج جي زماني ۾ علامہ اقبال ڪهڙي قسم جو شاگرد هو؟ ان سلسلي ۾ بہ ڪو دستاويزي ثبوت موجود ڪونهي، البتہ هيئيون شاهديون سندس ذهانت ۽ قابليت جون غماز آهن. پهريون تہ پاڻ انٽرنس جو امتحان امتيازسان پاس ڪيائين ۽ اسڪالرشپ ۽ تمغو بہ حاصل ڪيائين. ظاهر آهي تہ اهو رنگ ايف- اي ۾ بہ رهيو هوندس."

ڊاڪٽر عبدالسلام خورشيد صاحب جي هن بيان ۾ ڪجهہ ڳالهيون اصلاح طلب آهن. علامہ اقبال کي مئٽرڪ جي اسڪالرشپ تہ ملي هئي پر ڪيس تمغو ڪونہ مليو هو. ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي تہ کيس خبر نہ آهي تہ علامہ اقبال ايف- اي ۾ انگريزيءَ کان سواءِ ٻيا ڪهڙا مضمون کنيا هئا. جڏهن تہ پنجاب گزٽ ۾ امتحانن جي نتيجن سان گڏ مضمون بہ لکيل آهن. تنهنڪري اسان کي گزٽ مان خبر پوي ٿي تہ ايف اي ۾ علامہ اقبال جا مضمون: انگريزي، حساب، عربي ۽ فلسفو هئا. علامہ اقبال ايف- اي جو امتحان 1895ع ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيو هو. 12 ٻين شاگردن فرسٽ ڪلاس حاصل ڪيو هو ۽ علامہ اقبال جي پوزيشن 74 هين هئي ۽ هن 276 مارڪون کنيون هيون ۽ سندس رول نمبر 383 هو. ان کانسواءِ هر نام داس ۽ امر سنگهہ بہ 276 مارڪون کنيون هيون. تنهن ڪري ڊاڪٽر خورشيد جو اهو بيان صحيح نہ آهي تہ علامہ اقبال جو مئٽرڪ وارو رنگ ايف- اي ۾ بہ رهيو هوندو.

علامہ اقبال شعر چوڻ جو آغاز اسڪول جي زماني کان ئي ڪري چڏيو هو. سندس هڪ غزل بقول پروفيسر حميد احمد خان جي رسالي ”زبانِ دهلي“ جي نومبر 1893ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو هو. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ علامہ اقبال ان کان اڳ ئي شعر چوڻ شروع ڪري ڇڏيا هئا. سر عبدالقادر ان سلسلي ۾ لکي ٿو تہ:

”علامہ اقبال اجا اسڪول ۾ ئي هو تہ شاعري شروع ڪري ڏني هئائين. پنجاب ۾ اردوءَ جو رواج ايترو تہ پئجي چڪو هو جو هر شهر ۾ زبان داني ۽ شعر و شاعريءَ جا چرچا ڪٿي گهٽ تہ ڪٿي وڌ هوندا هئا. سيالڪوٽ ۾ بہ علامہ اقبال جي شاگرديءَ وارن ڏينهن ۾ هڪ ننڍڙو مشاعرو ٿيندو هو جنهن جي لاءِ اقبال ڪڏهن ڪڏهن غزل لکڻ شروع ڪري ڏنو هو. انهيءَ دور ۾ اردوءَ جي شاعرن مان مرزا داغ دهلويءَ جو وڏو نالو هو. شيخ محمد اقبال بہ کيس خط لکيا ۽ ڪجهہ غزل اصلاح لاءِ موڪليا.

اهڙيءَ طرح اقبال کي اردو زبان دانيءَ لاءِ هڪ اهڙي استاد سان نسبت پيدا ٿي جيڪو پنهنجي وقت ۾ زبان جي خوبيءَ جي لحاظ کان غزل جي فن ۾ يڪتا سمجهيو ويندو هو“

ايف۔ اي پاس ڪرڻ کانپوءِ علامہ اقبال لاهور آيو ۽ گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخلہ ورتائين. سيد نذير نيازيءَ پنهنجي ڪتاب ”دانائے راز“ ۾ لکيو آهي تہ جڏهن اقبال گورنمينٽ ڪاليج ۾ آيو تہ ان وقت مولانا محمد حسين ”آزاد“ ڪاليج ۾ استاد هو. اهو صحيح نہ آهي، ڇو جو علامہ اقبال جڏهن لاهور آيو هو ان وقت مولانا محمد حسين آزاد ريٽائر ٿي چڪو هو. علامہ اقبال بي۔اي ۾ انگريزي، عربي ۽ فلسفو پڙهندو هو. علامہ اقبال 1897ع ۾ بي اي جو امتحان سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيو. فرسٽ ڪلاس صرف ٽئن شاگردن حاصل ڪيو هو. علامہ اقبال ۽ اگر وال مدن گوپال بنهي 260 مارڪون کڻي ٻارهين پوزيشن حاصل ڪئي هئي. گزٽ ۾ غلطيءَ سان سندس عمر 19 سال لکي وئي آهي. جيڪا 21 سال لکڻ گهرجي ها. هن امتحان ۾ علامہ اقبال ڪابہ اسڪالرشپ حاصل نہ ڪري سگهيو پر عربيءَ ۾ پهريون نمبر اچڻ تي کيس ”ايف۔ايس جمال الدين ميڊل“ ڏنو ويو. ڊاڪٽر عبدالرحمان چغتائيءَ پنهنجي مضمون ”علامہ اقبال جو گورنمينٽ ڪاليج سان تعلق“ ۾ لکي ٿو تہ:

”1897ع ۾ علامہ اقبال بي۔اي جو امتحان امتيازسان پاس ڪيو

تہ کيس عربي ۽ انگريزيءَ ۾ اول اچڻ تي سونا پلا انعام طور ڏنا ويا.“

علامہ اقبال انگريزيءَ ۾ اول نہ آيو هو. پر اول انهيءَ ڪاليج جو هڪ ٻيو شاگرد گوپال سنگهہ چاولہ آيو هو. جنهن کي ”پٽيالہ سائنر گولڊ ميڊل“ ڏنو ويو هو. علامہ اقبال کي هڪ ٻيو تمغو مليو هو ۽ اهو ”خليفہ محمد حسن ايچي سن ميڊل“ هو. اهو ميڊل انهن شاگردن کي ڏنو ويندو هو جيڪي بي-اي جي امتحانن ۾ انگريزي ۽ عربيءَ ۾ اول ايندا هئا. علامہ اقبال کي اهو تمغو ۽ بي اي جي ڊگري ان سرٽيفڪيٽن ورهائڻ واري جلسي ۾ ڏنا ويا جيڪو 4 جنوري 1898ع تي گورنمينٽ ڪاليج لاهور جي هال ۾ ٿيو هو ۽ ان ۾ گورنر انعام ۽ ميڊل تقسيم ڪيا هئا. انهي دور ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر سر سي-اي رو هو. 1899ع ۾ علامہ اقبال گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان فلسفي ۾ ايم اي جو امتحان ٿرڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيو. انهي دور ۾ ايم اي هڪ سال جي ٿيندي هئي. انهيءَ ڪري اهو نتيجو ڪڍڻ درست معلوم ٿئي ٿو تہ 1898ع ۾ علامہ اقبال يا تہ امتحان ئي نہ ڏنو هو يا جيڪڏهن ڏنو هو تہ فيل ٿيو هوندو. 1898ع ۾ علامہ اقبال قانون (Law) جو بہ امتحان ڏنو هو جنهن ۾ هو فيل ٿي پيو هو. تنهنڪري عين ممڪن آهي تہ علامہ اقبال ايم اي جي امتحان جي تياري تہ ڪئي هجي پر ان جو امتحان نہ ڏنو هجي. بهرحال 1899ع ۾ هو واحد اميدوار هو جنهن ايم اي فلسفي جو امتحان پاس ڪيو ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو ۽ ”خان بهادر شيخ نانڪ بخش ميڊل“ جو حقدار ٿيو. اهو ميڊل کيس 4 جنوري 1900ع تي گورنمينٽ ڪاليج لاهور جي هال ۾ ٿيندڙ ڪانووڪيشن ۾ ڏنو ويو. ان وقت مسٽر ٽي گارڊن واڪر وائس چانسلر هو.

گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ علامہ اقبال ڪواڊرينگل هاسٽل جنهن کي هاڻي اقبال هاسٽل سڏجي ٿو ان ۾ رهندو هو. جتي دوستن سان گڏ سندس محفلون بہ ٿينديون هيون ۽ گپ شپ ۽ شعر و شاعري جي محفل پڻ خوب مچندي هئي. ڪنهن ٿي ڄاتو تہ هي شخص اڳتي هلي شاعرِ مشرق ۽ مصورِ پاڪستان سڏبو.

لاهور ۾ بہ علامہ اقبال مشاعرن ۾ شرڪت ڪئي. اڃا هو بي اي جي پهرين سال ۾ هو تہ حڪيم امين الدين جي جاءِ تي هن مجلس مشاعره ۾ شرڪت ڪئي ۽ پنهنجو اهو غزل پڙهيو هو جنهن جو هي شعر تمام مشهور آهي:

موتی سمجھ کے شانِ کریمی نے چن لیے،
قطرے جو تھے مرے عرقِ انفعال کے۔

انهيءَ محفل ۾ ارشد گورگاني بہ موجود هو جنهن هن شعر تي علامہ اقبال کي دل کولي داد ڏنو هو. 1899ع ۾ ٿي علامہ اقبال اورينٽل ڪالج لاهور ۾ ميڪلوڊ پنجاب عربڪ ريڊر مقرر ٿيو ۽ ان کانپوءِ گورنمينٽ ڪالج لاهور ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ٿيو. جتان هو وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ يورپ ڏانهن روانو ٿيو. علامہ اقبال لنڊن مان ترينٽي ڪاليج مان بي اے ۽ لنڪنز ان (Lincoln's Inn) ڪالج مان بار ايٽ لا جون ڊگريون حاصل ڪيون. ميونخ يونيورسٽيءَ علامہ اقبال کي سندس تحقيقي مقالي The Development of Metaphysics in Persia تي پي- ايچ- ڊيءَ جي ڊگري عنايت ڪئي.

اسڪول جي دور ۾ علامہ اقبال پنهنجي استاد شمس العلماءِ مولوي مير حسن کان تمام گهڻو متاثر ٿيو. جنهن جو اثر سندس سڄي زندگيءَ تي رهيو. جڏهن علامہ اقبال کي سر جو خطاب ڏنو تي ويو تہ تڏهن پاڻ هڪ شرط رکيائين تہ هو اِهو خطاب تڏهنُ قبول ڪندو جڏهن سندس استاد مولوي مير حسن کيّ بہ شمس العلماءِ جو خطاب ڏنو ويندو. تنهنڪري اهي ٻئي خطاب هڪ ئي ڏينهن يعني پهرين جنوري 1923ع تي کيس ۽ سندس استاد کي هڪ ئي وقت ڏنا ويا.

گورنمينٽ ڪالج واري شاگرديءَ جي دور ۾ علامہ اقبال پروفيسر آرنلڊ کي تمام گهڻو پسند ڪندو هو ۽ آرنلڊ بہ کيس گهڻو پاڻيندو هو. تنهنڪري کيس اورينٽل ڪاليج لاهور ۾ نوڪري ڏيارڻ ۾ پروفيسر آرنلڊ جو بہ وڏو هٿ هو. پروفيسر آرنلڊ جي انگلستان وڃڻ بعد اقبال سندس جدائي کان متاثر ٿي هڪ نظم "نالهٔ فراق" جي عنوان سان پڙهيو جنهن ۾ اهو ارادو ظاهر ڪيائين تہ هو بہ انگلستان ويندو. تنهنڪري ٿوري ئي وقت کانپوءِ موڪل وٺي هو انگلستان روانو ٿي ويو جتي بہ سندس واسطو پروفيسر آرنلڊ سان ئي رهيو. شيخ عبدالقادر جي بيان مطابق علامہ اقبال شاعريءَ کي ڇڏڻ تي چاهيو پر پروفيسر آرنلڊ جي نصيحت تي عمل ڪندي هو ان کان باز رهيو. ڏٺو وڃي تہ پروفيسر آرنلڊ اسان لاءِ هڪ عظيم شاعر کي بچائي ورتو نہ تہ ڪهڙي خبر علامہ اقبال ڇا بڻجي ها.

عبدالمجيد سالڪ/ سڪندرعلي عباسي

# علامہ اقبال رح جي رهڻي ڪهڻي

علامہ اقبال مغربي علمن جو ڄاڻو، انگريزي زبان جو بهترين انشا پرداز ۽ يورپ جي يونيورسٽين مان سند يافتہ هجڻ جي باوجود، مغرب زندگيءَ کان حيرت انگيز طور تي پري هيو. سندس زندگي نهايت سادي، سندس ذهن مڪمل طور تي مشرقي ۽ فڪر قطعي طور تي اسلامي هيو. اڄ ڪلهہ جا معمولي "ولايت پلٽ" ماڻهو، جن کي علم ۽ ثقافت سان دور جو بہ واسطو ڪونهي اُهي نہ صرف مغربي رهڻي ڪهڻي اختيار ڪندا آهن بلڪ انهن ڪارن ماڻهن سان ڳالهائڻ بہ پسند نہ ڪندا آهن جيڪي ڪڏهن بہ گورن جي ملڪ ۾ نہ ويا هوندا آهن. پر اقبال ان اثر کان بلڪل آزاد هيو. مغربي تعليم ۽ جديد فلسفي جي سمنڊ مان تپي هٽڻ جي باوجود،سندس مشرقي سادگي ۽ اسلامي ذهنيت اها ئي رهي جيڪا مشرق جي اڪابرن جي ڪتابن ۽ اسلام جي بزرگن جي نگاهن منجهس پيدا ڪئي هئي.

اقبال جي خوراڪ نهايت سادي هئي، جوانيءَ ۾ بہ ڪاڏي پيئڻ جو ايترو شوق ڪونہ هئس. هڪ دفعي چياائين تہ مان جڏهن پهريون دفعو لاهور آيو هئس تہ علي بخش مونسان گڏ هيو. پر هو بلڪل ڳوٺاڻو. اتفاق سان هن ڪنهن کان گوشت ۽ پٽاٽا پچائڻ سکي ورتا، تنهن ڪري هو صرف پٽاٽا ۽ گوشت ئي پچائي منهنجي آڏو اچي رکندو هيو. صبح ۽ شام گوشت ۽ پٽاٽا، ايستائين جو چار پنج مهينا گذري ويا. ان دوران مون دوستن جي دعوتن کان سوا صرف گوشت ۽ پٽاٽن تي گذارو ڪيو ۽ علي بخش بہ ڪاهي ڀاڄي پچائڻ نہ سکيو. بعد ۾ علي بخش ڪجهہ سٺا کاڌا پچائڻ شروع ڪيا پر اقبال، ان جا پٽاٽا ۽ گوشت سڄي زندگي نہ وساري سگهيو. زندگيءَ جي آخري سالن ۾ تہ بيماريءَ جي ڪري اقبال جي

خوراڪ نالي ماتروچي رهي هئي، پر ان کان اڳ به جڏهن صحتمند هوندو هو ته صبح جو ڪلچه يا باقرخاني حلوي سان گڏ ڪشميري چانهه پيئندو هيو ۽ گرمين ۾ چانهه جي جاءِ تي لسي. منجهند جو سبزي گوشت ۽ هڪ ٻه مانيون، ٿيمريءَ جو ڪجهه ٻه نه ۽ رات جو صرف ماني ۽ ڀاڄي. پلاءُ ۽ ڪباب کيس ڏاڍا پسند هيا پر ڪڏهن ڪڏهن کائيندو هيو، ۽ چوندو هيو ته هي Pan Islamic dishes آهن. چين کان مراڪش تائين توهان ڪٿي به وڃو، پلاءُ ۽ ڪباب توهان کي هر جاءِ تي ملندا. ڏهي به ڏاڍي پسند هيس. اڪثر کير ۾ دليو وجهي کائيندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن ٿيمريءَ جو هڪ پورو چوزو پچرائي هڪ ماني سان ٻه ٽي گوشت جون ٻوٽيون کائي ٿانو ڪٽائي ڇڏيندو هو. کاڌي کائڻ جو سندس طريقو اهو هو جو سندس نوڪر علي بخش هڪ چينيءَ جي پليٽ ۾ ٻوڙ ۽ ٻه ٽي ڦلڪيون رکي وٽس کڻي ايندو هو، اقبال بستري تي ئي سڌو ٿي ويهي رهندو هو ۽ علي بخش بستري تي ئي هڪڙو نيپڪن يا رومال وڇائي ان تي ماني رکندو هو ۽ علامه ويٺل دوستن کي صلاح هڻي، ماني کائڻ شروع ڪري ڏيندو هو ۽ علي بخش پاڻي کنيو ويٺو هوندو هو. هڪ اڌ چپاتي کائي علامه کيس چوندو هو ته "علي بخش ٿانو کڻ" علي بخش ٿانو کڻي پاسي تي رکندو هو ۽ هڪ گينديءَ ۾ علامه جا هٿ ڌوئاريندو هو. رات جو نمڪين ڪشميري چانهه پابنديءَ سان پيئندو هيو. آخري سالن ۾ رات جو کاڌو کائڻ ڇڏي ڏنو هئائين پر ڪشميري چانهه جو دور ضرور هلندو هو، جنهن ۾ سندس نيازمند به اڪثر شامل ٿيندا هيا. ميون ۾ کيس انب ڏاڍو وڻندا هئا. مؤسم اچڻ تي بازار مان به گهرائي وٺندو هيو ۽ دوست احباب به کيس موڪليندا هئا. تنهن ڪري هڪ دفعي اڪبر الهه آباديءَ جي انبن جي پارسل جي رسيد ڏيڻ وقت هي شعر لکي کيس موڪلياائين:

ترے فیضِ مسیحائی کا ہے یہ سب اثر اکبر
الٰہ آباد سے لنگڑا چلا، لاہور تک پہنچا۔

سال ۾ هڪ اڌ دفعو ميان نظام الدين مرحوم جي باغ ۾ انبن جي دعوت ٿيندي هئي جنهن جي صدارت علامه اقبال ڪندو هو ۽ اسين سڀ صبح کان جو انب کائڻ شروع ڪندا هئاسين ته منجهند جو هڪ ٿي ويندو هو. بهترين داڻا علامه جي خدمت ۾ پيش ڪيا ويندا هئا ۽

انبن بابت اهي تہ نقط بيان ٿيندا هئا جو باغ ۾ ٽمڪڙا مڇي ويندا هئا.
بيماريءَ جي آخري ڏينهن ۾ جڏهن دهلي جو حڪيم نابينا صاحب مرحوم علامہ جو علاج ڪري رهيو تہ حڪيم صاحب ڪيس انبن کائڻ کان پرهيز جو حڪم ڪيو هو. آخر علامہ جي اصرار تي صرف هڪ انب روزانو کائڻ جي اجازت ڏني هئائين. هڪ ڏينهن مان ٽپهريءَ جو حاضر ٿيس، ڇا ڏسان تہ حضرت علامہ صاحب بدستور وهاڻو لڳائي کٽ تي ليٽيو پيو آهي ۽ سندس پير ۾ ٿي ڪو سير کن انب ٿالهيءَ ۾ پيا آهن. مون چيو تہ سائين هي ڇا؟ حڪيم صاحب تہ توهان کي انبن کان پرهيز جو چيو آهي؟ چيائين: "پر هڪ انب کائڻ جي تہ اجازت آهي ۽ بهرحال اهو هڪ ئي انب آهي بہ ٿوروئي آهن (يعني اهي سڀ انب هڪ ئي جنس جا آهن.)"

جڏهن جاويد ۽ منيره لاءِ هڪ جرمن گورنس مقرر ٿي تہ علامہ گهر جو سمورو انتظام سندس حوالي ڪري ڇڏيو. هوءَ ڪڏهن ٻارن کي خوش ڪرڻ لاءِ پُڊنگ ۽ ڪڏهن آئس ڪريم تيار ڪندي هئي تہ علامہ کي بہ ڏاڍي اصرار سان کارائيندي هئي. بلڪ بہ دفعا اسان کي بہ علامہ "ميم صاحب جي آئس ڪريم" کائڻ جي دعوت ڏني هئي. انگريزي دوائن جي تلخي ۽ ناگواريءَ کان هميشہ بي زاري ظاهر ڪندو هو ۽ جڏهن "خميره مرواريد بورقِ نقره پيچيده" هڪ ننڍڙي پليٽ ۾ رکي کيس پيش ڪيو ويندو هو تہ ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ چوندو هو تہ "ها هي آهي نہ دوا جنهن کي ڏسڻ سان ئي اڌ بيماري هليو وڃي. مريض تہ اڳي ئي تلخ ڪام هوندو آهي ان کي وڌيڪ تلخ ڪام ڪرڻ، ڪمڙيءَ بہ طرح مناسب ناهي."
مرض الموت ۾ غذا بابت سندس حسِ ذائقہ ۾ وڌيڪ لطافت پيدا ٿي وئي هئي. حڪيم محمد حسن صاحب قريشي سان سندس گفتگو جو رنگ ڏسو: "جيڪڏهن پلاءُ کائڻ جي اجازت ناهي تہ پلا کچڙي کائڻ ۾ ڪهڙو حرج آهي؟ اها تہ سادي غذا آهي" "توهان بہ ٽي ڏينهن کچڙي کائي سگهو ٿا." "ها تہ کچڙي پڳل هجڻ گهرجي جنهن ۾ گيهہ بہ گهٽو هجي" "گيهہ گهٽ هجڻ گهرجي ڇو جو توهان جو جگر وڌيل آهي" "تہ پوءِ اهڙي کچڙي کائڻ مان ڪهڙو مزو ايندو؟ چڱو پلا ان ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهي تہ ملائڻ گهرجي" "پر توهان کي تہ کنگهہ ۽ بلغم بہ تمام گهڻو ٿو اچي جنهن ۾ ڏهي نقصانڪار آهي" "تہ پوءِ اهڙي کچڙي کائڻ کان تہ بهتر آهي تہ اها کائجي

ٿي نہ“.

علامہ اقبال پنهنجي بيرسٽريءَ جي سلسلي ۾ جڏهن عدالتن ۾ ويندو هيو تہ انگريزي سوٽ پائيندو هيو. هيٺ شايد ڪڏهن شاگرديءَ جي زماني ۾ ۽ اهو بہ انگلستان ۾ پاتو هوندائين، هتي اسان ڪيس هيٺ سان ڪڏهن بہ ڪو نہ ڏٺو. پرائيويٽ لباس هي هيس: مٿي تي ترڪي يا ڪلپاڪ ٽوپي، سياري ۾ پشاوري پٽڪو، قميص، شلوار، ننڍو ڪوٽ ۽ پيرن ۾ ديسي جوتو ۽ ڪڏهن ڪڏهن شيرواني بہ پائيندو هو. انهيءَ لباس ۾ علامہ صاحب تقريبن ۽ محفلن ۾ بہ ويندو هو ۽ دوستن جي مجلسن ۾ بہ شريڪ ٿيندو هيو. گهر ۾ گرمين ۾ صرف گوڏ ۽ گنجي ۽ سياري ۾ انهن تي قميص پائيندو هو. البتہ پشم جي شال ۽ لوئي بہ پائيندو هيو. سرڪشن پرشاد حيدرآباد ۾ سندس قيام دوران هڪ اعليٰ قسم جي ڪپڙي جو تاڪيو ڪيس پيش ڪيو هو ڊاڪٽر صاحب ان مان هڪ شيرواني سبرائي ۽ بہ چار دفعا شوق سان پاتائين. حقيقت اها آهي تہ اها سندس جسم تي ڏاڍو ٺهندي هئي. ان لباس ۾ هڪ عقيدتمند سندس تصوير بہ ڪڍي هئي، جيڪا ڪجھ رسالن ۾ بہ شايع ٿي هئي. وڪالت واري زماني ۾ سندس اهو معمول هو تہ عدالت کان واپس اچي گهريلو لباس پائيندو هو.

علامہ هڪ آرام ڪرسي تي ويهي رهندو هو ۽ سندس پرسان ئي حقو پيو هوندو هو. حقو پيو ڇڪيندو هو ۽ ڪتاب پيو پڙهندو هو ۽ مقدمن جي تياري بہ پيو ڪندو هو تہ ملاقاتين سان بہ پيو ڳالهائيندو هو. جڏهن بيماريءَ سبب وڪالت جو مشغلو ختم ٿي ويس تہ سندس گهڻو وقت گهر ۾ بستري تي ئي گذرندو هو. انگريزي سوٽ سان نڪٽائي جي جاءِ تي عام طور تي ڪاري بو، ڪِلپَ سان لڳائيندو هو، پر جيستائين ڪيس سوٽ پاتل هوندو هو تہ ڇڻ ڪجھ گهبرائيل لڳندو هو ۽ جيئن ئي گهر واپس پهچندو هو تہ علي بخش کي سڏي چوندو هو تہ ”هي چار جامو لهراءِ ۽ ڪو ماٺهن وارا ڪپڙا تہ پاراءِ.“ وهاٽو لڳل آهي معمولي تو شڪ تي فراسي ۽ چادر وڇايل آهي ۽ ان تي هي علم ۽ فضل جو پيڪر جلوه گر آهي. علي بخش حقي جي معاملي ۾ ڏاڍو باقاعدي ۽ پابند هو. تماڪ اڪثر ميان نظام الدين مرحوم جي ٻنيءَ تان ايندو هو ۽ علي بخش ان کي وڏي اهتمام سان تيار ڪري سڄو ڏينهن پيو چلمون پريندو هو ڇو جو

ڪيس ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو ڪم نہ هوندو هو.

1921ع تائين تہ علامہ انارڪلي بازار جي هڪ بالاخاني ۾ رهندو هو. بازار جي پاسي واري ڪمري ۾ قانوني ڪتابن جي لائبريري، وچون ڪمرو خالي، پٺئين ڪمري ۾ علامہ جي ڪرسي ۽ بسترو ۽ ٻيو ڪل خير، الله خير سلا. زنانو حصو ٻي منزل تي هوندو هو. جڏهن ميڪلوڊ روڊ جي بنگلي ۾ لڏي آيو تڏهن بہ ڪمرن جي ترتيب انگريزي نہ هئي. هڪ ننڍڙي بغلي ڪمري ۾ اهوئي ساڳيو بسترو ۽ ڪرسي، وڏي ڪمري ۾ هڪ قالين ۽ صرف هڪ سوفو. علامہ لاءِ هڪ ڪرسي ۽ ڪجهہ ڪرسيون ملاقاتين لاءِ، پاڻ گهڻو ڪري ورانڊي ۾ ئي ويهندو هو. ڊرائنگ روم، بيڊ روم، ڊائننگ روم جي خفن ڪان ڪيس نفرت هئي. اول تہ دعوت ۽ مهمانداريءَ جو اتفاق گهٽ ٿيندو هو. پر جڏهن بہ پنج ڇهہ دوستن کي مانيءَ جي دعوت ڏيندو هو تہ وڏي ڪمري ۾ قالين تي ئي دستر خوان وڇائي ۽ ان تي ئي ماني کائيندا هئا. اسان علامہ وٽ مهمان شاذ و نادر ئي ڏٺا. البتہ مولانا گرامي جڏهن ايندو هو تہ مهينو مهينو ۽ ٻہ ٻہ مهينا بہ وٽس ٽڪندو هو ۽ سندس مهمانداريءَ جو خاص بندوبست ڪيو ويندو هو ۽ اهو بندوبست بہ ڪهڙو هو؟ ڇو جو هو بہ علامہ وانگر ئي سڌو سادو بزرگ هو. ڏينهن ۾ صرف هڪ وقت ماني کائيندو هو ۽ ٻين وقتن تي صرف چانهہ. ان ڪري علامہ سان سندس جوڙ نهي ويندو هو. علامہ اقبال ۾ هڪڙي ڳالهہ ڏاڍي عجيب هئي، جو هو شديد گرميءَ ۾ بہ پکو ڪونہ هلائيندو هو. هڪڙو ننڍڙو ونجڻو وٽس پر ۾ پيو هوندو هو جيڪو ڪڏهن ڪڏهن ڪلي هڻندو هو ۽ بس. جڏهن اسين اصرار ڪندا هئاسين تہ "پکو گهراءِ، اسان ڪان تہ هن گرمي ۾ ويٺو نٿو ٿئي" تہ علي بخش کي چئي ٽيبل فين گهرائيندو هو پر ان جو رخ پاڻ ڏانهن ڪونہ ڪرائيندو هو. پگهر ۾ چوٽي ڪان وٺي ڪڙين تائين شم لڳو پيو هوندو هو پر هو خدا جو ٻانهو. پنهنجي جاءِ تان ٻنهہ ڪونہ چرندو هو. ان جي برعڪس جڏهن سيءُ پوندو هيو تہ علامہ پنهنجي ڪرسي تان هيٺ لهي، پنهنجي لوئيءَ سميت قالين تي اچي ويهندو هو ۽ هڪ وڏي سگري هٿن سيڪڻ لاءِ اڳيان رکرائيندو هو. مون هڪ دفعو اڳ ۾ هڪ تقرير ۾ بيان ڪيو هو تہ علامہ اقبال جي علم ۽ فضل جي شهرت سندس شاعريءَ ۽ ڪتابن سان ڪانہ ٿي آهي پر ان جو ذميدار سندس دليلن سان ڳالهائڻ هو. هو

پنهنجي دور جو تمام وڏو متڪلم هو جنهن کي انگريزي ۾ "-Conversa
tionalist" چئبو آهي. صبح کان رات تائين هي مرد قلندر، پنهنجن سادن ڪپڙن ۾ هڪ سادي کٽ يا آرام ڪرسيءَ تي ويٺو هوندو هيو ۽ ملاقاتين جي وٽس لائين لڳي پئي هوندي هئي. صوبي جا سياسي اڪابر، عالم، وڪيل، ڪاليجن جا پروفيسر، اخبارن جا ايڊيٽر، شاعر، اديب، شاگرد، اڻ پڙهيل عقيدتمند، فقير ۽ درويش. مطلب ته هر قسم ۽ هر طبقي جا ماڻهو، سندس خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا. ننڍين ننڍين جهڳڙن کان وٺي قانون، فلسفي، سياست، دين ۽ سائنس جا بلند ترين مسئلا بحث هيٺ ايندا هئا ۽ اقبال انهن سڀني تي پنهنجي وسيع معلومات سان روشني وجهندو هو. هر شخص سندس علم ۽ فضل کان مرعوب ٿيندو هو. سڄي صوبي جا تعليم يافته ماڻهو پنهنجا ذهني ۽ فڪري مسئلا علامه صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪندا هئا ۽ هو انهن جا حل بيان ڪندو هو. سندس مجلس ۾ ننڍي ۽ وڏي جو ڪوبه فرق ڪونه هوندو هو. معمولي کان معمولي ماڻهو به سڌو سندس گهر ۾ داخل ٿي سندس پر سان وڃي ويهي رهندو هو ۽ جيترو وقت چاهيندو هو ويٺو رهندو هو. علامه ان کي صاف صاف چوڻ ته پري رهيو پنهنجي ڪنهن حرڪت مان بيزاريءَ جو ڪو اظهار به ڪونه ڪندو هو. علم ۽ فڪر جي ان دربار ۾ سر فضل حسين، سڪندر حيات خان، جواهر لال نهرو، قائداعظم محمد علي جناح، لارڊ لاٿيان، ڊاڪٽر سڪارپا ۽ ٻيا بي شمار علم ۽ سياست جا اڪابر حاضر ٿي ڪري ڪائنس مستفيد ٿيندا هئا. علامه صاحب کي انهن مان ڪن سان سياسي اختلاف به هوندا هئا پر جيئن ته معاملو خلوص ۽ بي غرضي جو هو تنهن ڪري ڪنهن سان به سندس ناگواري پيدا نه ٿيندي هئي.

علامه جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ وارن جي فهرست ته تمام ڏگهي آهي پر اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته شروع واري دور ۾ سندس دوستن ۾ مرزا جلال الدين، مولوي احمد دين، شيخ گلاب دين، فقير سيد نجم الدين، سر عبدالقادر، سر شهاب الدين، سر محمد شفيع، سر فضل حسين، سر جگندر سنگهه، سردار امراؤ سنگهه، نواب ذوالفقار علي خان ۽ راجا نرندر ناٿ هئا. ٻئي دور ۾ مولانا ظفر علي خان اڪثر اچي ساڻس ملندو هيو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ سندن ڪچهري جاري رهندي هئي. خليفو شجاع

الدين، خليفو عبدالحڪيم، شيخ اڪبر علي ارسطو، خان غلام رسول خان به اڪثر ايندا هئا. سالڪ ۽ مهر سالن جا سال هٿي ۽ ٽئين ڏينهن پيا حاضر ٿيندا هئا ۽ شام ڪان وٺي آڌيءَ رات تائين پيا ڪچهري ڪندا هئا. مرتضيٰ احمد خان ميڪش به ڪڏهن ڪڏهن حاضر ٿيندو هو. چوڌري محمد حسن سان ته ڪيترائي سال سندس مخلصانا تعلقات هئا ۽ سيني کي خبر آهي ته علامه جي طبيعت ۾ جيترو عمل دخل چوڌري صاحب کي هيو ايترو شايد هٿي ڪنهن کي به نه هيو. آخري ڏينهن ۾ حڪيم محمد حسن قريشي (جرنلسٽ)، راجه حسن اختر، سيد نذير نيازي ۽ ميان محمد شفيع رات ڏينهن سندس خدمت ۾ رهندا هئا ۽ سندس دوا، کاڌ خوراڪ ۽ پين شين جي تمام سٺي نموني سان نگراني ڪندا هئا.

ملڪ لال الدين قيصر ڪنهن دور ۾ ڏينهن رات علامه وٽ ويٺو هوندو هو. جيئن ته هو قوم جو سچو مجاهد ۽ خادم هيو سو ان ڪري سدائين پيو جيل جي هوا کائيندو هو. هڪ ڏينهن سندس والده اهو سوچي ته قيصر علامه اقبال جي حڪم کي ٽاري نٿو سگهي ٽاڪ منجهند جو علامه جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ چيائينس ته منهنجو پٽ منهنجي لاءِ مصيبت بڻجي پيو آهي روز ڪنهن نه ڪنهن ڦڏي ۾ ڦاسي جيل هليو ٿو وڃي. توهان ان کي سمجهايو. علامه صاحب سياٽپ سان قيصر کي تمام خطرناڪ قسم جي جلسن ۽ تحريڪن ۾ وڃڻ کان روڪيو. جڏهن قيصر جي شادي ٿي ۽ ڪيس پهريون پار ڄائو ته قيصر جي ماءُ ان ٻارکي کڻي علامه وٽ آئي ۽ چيو ته توهان هن لاءِ دعا ڪيو علامه ان جي ڄمار، درجات جي بلندي ۽ ايمان جي سلامتيءَ لاءِ دعا گهري ۽ پڇيو ته هن جو نالو ڇا رکيو اٿو؟ ڪراڙيءَ چيو ته مان هن جو نالو اقبال رکنديس.

علامه صاحب ڪڏهن پنجابي ۾ ۽ ڪڏهن آسان اردوءَ ۾ گفتگو ڪندو هيو. مسئلن جي سنگيني جي ڪري ڪڏهن ڪڏهن گفتگو ۾ بي شمار انگريزي لفظ پڻ اچي ويندا هئا، پر سندس انداز هميشه سادو هوندو هو. اردو بلڪل پنجابي لهجي ۾ ڳالهائيندو هيو. اڪثر اهل زبان حضرات کي علامه سان ملاقات ڪرڻ سان نفرت پيدا ٿيندي هئي. ڇو جو هو شعر جو داد هر وقت نه ڏيندو هو ۽ آداب ۽ تسليمات به ڪونه

چوندو هيو ۽ آسانيءَ سان ڪنهن کي پنهنجو ڪلام ڪونہ ٻڌائيندو هيو. اسان بہ ڪڏهن فرمائش جي جرئت ڪانہ ڪئي. پر ڪڏهن رات جي وقت موج ۾ ايندو هيو تہ يارهين يارهين وڳي رات تائين پيو پنهنجو اڻ ڇپيل ڪلام ٻڌائيندو هيو. پر جيڪي ماڻهو اهلِ زبان کان وڌيڪ اهلِ علم هوندا هئا اهي انتهائي احترام سان علامہ جو ڪلام ٻڌندا ۽ مٿو ڌوڻيندا هليا ويندا هئا.

مرزا جلال الدين صاحب جو بيان آهي تہ هڪ ڀيري انجمن حمايتِ اسلام جي سلسلي ۾ هتي يوپي جي رئيس راجہ نوشاد علي خان کي دعوت ڏني وئي، سندس قيام سر محمد شفيع وٽ هيو. هڪ ڏينهن چانهہ پيئندي هن چيو تہ سر سيد پنجابين جي زندهہ دليءَ جي تعريف ڪئي آهي پر مون کي تہ ڪا زنده دلي نظر نٿي اچي. مرزا جلال الدين چيس تہ توهان ڪانفرنس ڪانپوءِ هڪ ڏينهن ترسجو تہ پوءِ توهان کي زنده دليءَ جو اندازو ٿي ويندو. مانيءَ جو بندوبست تہ نواب ذوالفقار علي خان جي "زر افشان" تي هيو پر مانيءَ ڪانپوءِ ناچ گاني جو بندوبست مرزا جلال الدين وٽ هيو. مانيءَ کائڻ ڪانپوءِ سڀ مهمان اتي پهتا. مرزا صاحب ان زماني جي مشهور طوائف بهاروءَ کي گهرايو هيو. نواب صاحب ان جو گانو ٻڌي بيحد مسرور ۽ محظوظ ٿيو. جڏهن ڳائڻي بهارو هلي وئي تہ نوشاد علي خان علامہ کي چيو "سائين! اوهان جي زباني توهان جو ڪلام ٻڌي زمانو ٿي ويو آهي ڪجهہ ارشاد فرمايو" علامہ چيو "مون کي ياد ڪونہ آهي" هر شخص علامہ کي اصرار ڪيو پر علامہ صاحب صفا نابري واري ويهي رهيو جنهن سان سڄي محفل ۾ ويٺل دوست ناراض ٿي ويا. جڏهن راجہ نوشاد علي خان موڪلائي هليو ويو تہ دوستن علامہ کان پڇيو تہ اهو ڪهڙو طريقو هيو؟ علامہ اقبال جواب ڏنو تہ "هن شخص پنهنجي نوابيءَ جو رعب ويهارڻ خاطر مون کان ڪلام ٻڌڻ ٿي چاهيو ۽ رعب ويهارڻ تي آءٌ ڪنهن کي پنهنجو ڪلام ڪونہ ٻڌائيندو آهيان."

فرمائش تي ڪلام ٻڌائڻ علامہ جي طبيعت جي بلڪل خلاف هيو. ڪيترائي ڀيرا ائين ٿيو هوندو جو يو۔ پيءَ کان ڪو شاعر علامہ سان ملڻ لاءِ آيو ۽ شاعرن جي رواج مطابق هن چاهيو تہ ڪجهہ علامہ کان سندس ڪلام ٻڌي ۽ ڪجهہ کيس پنهنجو ڪلام ٻڌائي. پر علامہ هميشہ کين مايوس ٿي ڪيو. ڊاڪٽر خليفي عبدالحڪيم ان سلسلي

۾ ۽ واقعا بيان ڪيا آهن جن جو مختصر ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.
جڏهن علامہ حيدرآباد دکن ۾ هو تہ اتي هڪ ڏينهن جوش مليح آباديءَ پنهنجن ڪجھ دوستن جي دعوت ڪئي ۽ علامہ کي بہ مدعو ڪيو. جڏهن علامہ صاحب ان دعوت جو ذڪر خليفي صاحب سان ڪيو تہ کيس معلوم ٿيو تہ خليفي صاحب کي دعوت مليل ڪونہ آهي. بهرحال علامہ صاحب جيئن تہ دعوت قبول ڪري چڪو هيو، تنهن ڪري هو هليو ويو. جوش جي ان محفل جو مقصد بہ اهو هيو تہ ڪجھ پنهنجو ڪلام ٻڌائجي ۽ ڪجھ علامہ صاحب کان ٻڌجي. هن فرمائش ڪئي پر علامہ چيس تہ "مون کي ياد ڪونهي" جوش کيس گهڻي ئي تقاضا ڪئي ۽ منٿ ميڙ بہ ڪئي پر علامہ هڪ شعر بہ نہ ٻڌايو. ان کان پوءِ جوش کهڙو پنهنجو ڪلام ٻڌائي ها تنهن ڪري اها محفل شاعريءَ کانسواءِ ئي ختم ٿي وئي.

ٻيو واقعو اهو آهي تہ حضرت علامہ ۽ مهاراجہ سرڪشن پرشاد جا تعلقات هڪ مدت کان دوستانہ هئا. اهو ئي سبب آهي جو سندن طويل خط و ڪتابت "شاد اقبال" جي نالي سان شايع ٿي چڪي آهي. مهاراجہ صاحب علامہ جي اعزاز ۾ هڪ نهايت ئي شاندار دعوت جو اهتمام ڪيو. جڏهن علامہ کي خبر پئي تہ هن چورائي موڪليس تہ دعوت هڪ شرط تي قبول ڪندس تہ مون کان ان محفل ۾ شعر ٻڌائڻ جي فرمائش نہ ڪئي ويندي. مهاراجہ سخت پريشان ٿيو جو تہ سندس مقصد ئي اهو هو تہ حيدرآباد جي اڪابرن کي علامہ جو ڪلام ٻڌرائي. پر جيئن تہ علامہ جي شرڪت ان شرط سان مشروط هئي تنهن ڪري مجبوراً مهاراجہ کي قبول ڪرڻي پئي. علامہ محفل ۾ شريڪ ٿيو جتي ڪيترن ئي شاعرن پنهنجو ڪلام ٻڌايو ۽ هڪ ٻئي کي خوب فرمائشي داد ڏنائون. علامہ ماٺ ڪيون ويٺو رهيو. آخر ۾ ڪائنس بہ پنهنجو ڪلام ٻڌائڻ جي استدعا ڪئي وئي پر هن نهايت ڪاوڙمان جواب ڏنو تہ "ياد نہ آهي" وڏن وڏن اميرن ۽ آفيسرن مهاراجہ کي گذارش ڪئي تہ هو علامہ کي پنهنجو ڪلام ٻڌائڻ تي آماده ڪري پر هو علامہ سان ڪيل واعدي جي ڪري مجبور هيو، آخر تمام گهڻو لاچارٿي ڪري هن علامہ کي گذارش ڪئي تہ سائين هي سڀ ماڻهو توهان سان عقيدت جي ڪري اوهان جي ڪلام جا طالب آهن انهن کي محروم رکڻ مروت جي خلاف ٿيندو. تمام گهڻن

ايلاڻن ڪانپوءِ علامہ مجبوراً فارسيءَ جا ٻہ شعر ٻڌايا:

بگزر از خاور وافسونیِ افرنگ مشو | کہ نیرزد بہ جوئے ایں ہمہ دیرینہ ونو
آں نگینے کہ تو با اہرمناں باختۂ | ہم بہ جبریل امینے نتواں کرد گرو

پر مهاراجہ صاحب ڏسي رهيو هيو تہ علامہ تمام گهڻو ڪاوڙجي شعر ٻڌائي رهيو آهي تنهن ڪري وڌيڪ فرمائش نہ ڪيائين.

علامہ صاحب جو زياده تر وقت ماڻهن سان ملاقاتن ۽ مذاڪرن ۾ گذرندو هيو. پوءِ تعجب تو ٿئي تہ هو مطالعو ڪهڙي وقت ڪندو هيو ۽ سندس مطالعي جو اهو حال هيو جو يورپ مان سياست ۽ فلسفي تي جيڪي جديد ترين انگريزي ۽ جرمن زبانن ۾ ڪتاب شايع ٿيندا هئا انهن ڪي علامہ باقاعده پڙهندو هيو. پوري ملڪ جون اخبارون ۽ رسالا سندس نالي تي ايندا هئا پر هو هڪ ٻن مقامي اخبارن کانسواءِ ٻين کي کوليندو بہ ڪونہ هيو ۽ علي بخش جي حوالي ڪري ڇڏيندو هيو. اسان علي بخش کان بار بار سٺا سٺا رسالا پڙهڻ لاءِ وٺي ويندا هئاسين باقي ٻيا هو رديءَ ۾ ڪپائي ڇڏيندو هيو.

صبح جي نماز ۽ قرآن جي تلاوت علامہ جو باقاعده معمول هيو ۽ تلاوت جي وقت ڪلام پاڪ جي اثر تحت اڪثر روئي پوندو هيو. غيرتِ اسلامي جو پيڪر هيو. اسلام، محمد ﷺ ۽ اسلامي تاريخ جي اڪابرن جي معمولي بي حرمتي بہ برداشت نہ ڪري سگهندو هيو. عشقِ رسول ﷺ سندس رڳ رڳ ۾ سمايل هيو. حضور سرور ڪائنات ﷺ جو ذڪر ٿورو موثر طريقي سان ٿيڻ تي علامہ جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي پوندا هئا ۽ پوءِ جيستائين طبيعت خودبخود پرسڪون نہ ٿيندي هيس تيستائين پيو زاروزار رئندو هيو ۽ ڪيس ڪوبہ ان کان روڪي نہ سگهندو هيو. الله تعاليٰ جي نالن، ڪلامِ الاهي ۽ ٻين بابرڪت لفظن جي تاثير جو بہ قائل هيو. هڪ دفعي مون سان ذڪر ڪيائين تہ ڪالهہ منهنجي گهر واريءَ جي مٿي ۾ سور هيو جو ڪنهن بہ تدبير سان نہ ٿي ويو آخر مون قصيده برده شريف جو فلاڻو شعر ڪٽي سندس پيشانيءَ تي چنبڙائي ڇڏيو تہ ڪجهہ ئي منٽن ۾ سندس سور ختم ٿي ويو.

جاويد جي والده دل جي تمام گهڻي ڪمزور هئي، تمام جلدي ڊڄي ويندي هئي. هڪ ڏينهن هلڪو زلزلو آيو تہ بي هوش ٿي وئي. ماڻهن علامہ کي اطلاع ڪيو، هو آيو ۽ اچي سندس پرسان ويهي رهيو. جاويد جي والده

ڪي هوش آيو تہ سندس دل وندرائڻ لاءِ ڪيس ڪهاڻيون ٻڌائڻ شروع ڪيائين، پوءِ چيائين تہ "ڪهاڻيون تہ ٻڌئي هاڻي الله تعاليٰ جو ذڪر بہ ڪر چو تہ قرآن ۾ آهي " الله جي ذڪر سان دلين کي اطمينان ٿئي ٿو" پوءِ پاڻ بلند آواز سان يا حيّ يا قيوم پڙهڻ لڳو ايتري تائين جو ڪمرو سندس آواز سان گونجڻ لڳو اهو ڏسي جاويد جي ماءُ ٻيهر ڏجي وئي ۽ علامہ يا حيّ يا قيوم جو ورد ڪندي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو." علامہ جي طبيعت ۾ ڪل پوڳ بہ هو لطيفن جو قدر ڪندو هيو ۽ خود بہ لطافت ۽ ظرافت سان ٻين کي کلائيندو هيو. روزانو ساڻس ڪيترائي ماڻهو ملڻ لاءِ ايندا هئا ۽ انهن سان طرح طرح جون ڳالهيون بہ ٿينديون هيون. ان سلسلي ۾ هر طريقي جون ڳالهيون علامہ تائين پهچنديون هيون ۽ هو انهن خبرن کي ڳجهي دوستن تائين پهچائيندو هيو. هڪ ڀيري جو ذڪر آهي تہ مون ڊاڪٽر صاحب کي هڪ اهم سياسي خبر ٻڌائي ۽ چيو تہ في الحال ڪنهن سان بہ ذڪر نہ ڪجو. ٻئي ڏينهن شام جو حاضر ٿيس تہ تمام گهڻي رازداريءَ سان اهائي خبر مون کي ٻڌايائين تہ ڪو صاحب اها خبر مون کي ٻڌائي ويو آهي توهان في الحال ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائجو. مون بي اختيار کلي ڏنو ۽ چيو مانس "سائين! اها خبر تہ مان ئي توهان کي ٻڌائي هئي. علامہ کلي پيو ۽ چوڻ لڳو تہ "چئبو تہ مون کي ذهن ۾ فقط خبر ئي رهجي وئي ۽ خبر ڏيڻ وارو نہ رهيو."

مون تمام ٿورن ماڻهن کي علامہ اقبال وانگر معاملن کي حل ڪندي ڏٺو آهي. هو روپين پيسن جي معاملي ۾ نهايت ئي ديانتدار ۽ محتاط هيو. پهرين گهر واپاءَ کي جيتري رقم ماهوار ادا ڪرڻ جو واعدو ڪيو هئائين، تمام پابنديءَ سان مرڻ گهڙيءَ تائين ڪيس ادا ڪندو رهيو.

ميڪلوڊ روڊ وارو بنگلو نهايت ئي بدنما ۽ بوسيده هيو پوڻا ٻہ سو روپيہ ماهواران جو ڪرايو ادا ڪندو هيو. هزار دفعہ عرض ڪيوسونس تہ اهو بنگلو ايتري مسواڙ جو نہ آهي توهان ايترا پئسہ چو ٿا برباد ڪيو. پر هميشہ اهو چوندو هيو تہ اهو بنگلو هڪ بيوه عورت جو آهي جنهن جي ٻارن جو گذارو ئي ان ڪرائي تي آهي. مون کي ڪرايو گهٽ ڪندي شرم ٿو اچي. هر مهيني جي پهرين تاريخ تي باقاعدگيءَ سان پوڻا ٻہ سو روپيہ ان بيوه ڏانهن موڪليندو هيو. لڌيانہ ۽ لاهور وارين گهر وارين هڪ ئي وقت علامہ وٽ رهيون پر ڪڏهن بہ انهن جي وچ ۾ ڪنهن بہ قسم جو

ڪو مسئلو پيدا نہ ٿيو. پاڻ ۾ بلڪل پينرن جيان رهنديون هيون. علامہ کي گهڙي کن لاءِ بہ اهڙي ڪا پريشاني ڪونہ ٿي جيڪا ٻن زالن وارن کي ٿيندي آهي. هو پاڻ بہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ عدل و انصاف قائم رکندو هيو. هڪ ڀيري منهنجي سامهون ٻنهي زالن جي لاءِ بہ زيور ٺهرايائين، جڏهن سوناري انهن کي توريو تہ هڪ زيور ڪو بہ ماشا گهٽ ٿيو. علامہ بہ ماشا سون جي قيمت ان زيور سان گڏ ان گهرواريءَ کي ادا ڪئي تہ جيئن ڪيس بي انصافيءَ جي شڪايت نہ ٿئي.

علي بخش سچي عمر سندس خدمتگار رهيو هو، سندس عاشق هيو ۽ علامہ کي بہ علي بخش ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي ملازم جي ڪم مان اطمينان ڪونہ هيو. هڪ ڀيري علي بخش موڪل وٺي ويو ۽ پنهنجي جاءِ تي رحمي کي رکرائي ويو. جڏهن واپس آيو تہ رحمي پريشاني ظاهر ڪئي تہ هاڻي مان ڪيڏانهن ويندس. ڊاڪٽر صاحب چيس تہ ٺيڪ آهي تون بہ هتي رهي پئو. ان ڪانپوءِ جڏهن رحمو موڪل تي ويو تہ پنهنجي جاءِ تي هڪ ٻئي همراهہ ديوان کي رکرائي ويو. جڏهن رحمو واپس آيو تہ هي ٽيئي نوڪر پريشان ٿي ويو، ان کي بہ علامہ پاڻ وٽ رکيو. نيٺ اسان علامہ کان پڇيو تہ توهان وٽ ايترو ڪم ڪونہ آهي پوءِ هي ٽي ٽي نوڪر ڇا جي لاءِ رکيا اٿو؟ پر علامہ ٻڌوائڻ ٻڌو ڪري ڇڏيندو هيو ۽ اهي ٽئي نوڪر آخر تائين وٽس رهيا.

هڪ دفعي علامہ دوستن جي چوڻ تي هڪ ڪار خريد ڪئي ۽ هڪ شخص فيروز کي ڊرائيور رکيائين. ڊاڪٽر صاحب " گل محمد" قسم جو ماڻهو، تہ ڪنهن ڏانهن اچي نہ ڪيڏانهن وڃي، فيروز سڄو ڏينهن بيڪار ويٺو هوندو هيو. آخر تنگ تي ڪري بنگلي جي پرسان ٿي ريڙهو لڳايائين. ڊرائيور جي پگهار بہ علامہ کان وصول ڪندو هيو ۽ ريڙهي مان بہ ٻہ ٽي روپيہ روزانو ڪمائي وٺندو هيو. ڪڏهن پندرهين ويهين ڏينهن هڪ اڌ دفعو علامہ ڪيڏانهن ويو تہ ڊرائيور کي وٺي ويندو هيو باقي الله الله خير سلا.

اسان ڪيترائي دفعہ ڏٺو تہ علامہ اقبال شديد قسم جو سور برداشت نہ ڪري سگهندو هيو. ڏاڍو شور ڪندو هيو ۽ آپريشن جو تہ خيال ئي سندس لاءِ هنياءَ ڦاڙيندڙ هيو. پر عام طور تي خطري واري وقت ۾ پنهنجو دماغي توازن برقرار رکندو هيو. علي بخش جو بيان آهي تہ جڏهن 1904ع

۾ ڪانگڙه جو مشهور زلزلو آيو ته مان علامہ سان گڏ لاهور جي اندرون ڀاٽي دروازي واري جاءِ ۾ مٿئين ڪمري ۾ رهندو هيس. اهو زلزلو نہ پر خدا جو قهر هيو، دروچي رهيا هئا، ڇتن مان بہ ڀرڇڻ تہ رڙين جا آواز اچي رهيا هئا. ديوارون ايئن ڏڏي رهيون هيون ڄڻ تہ اهي اجهو ٿيون سموريون عمارتون ڍهي پون ۽ حقيقت ۾ ڪافي جايون ڪري بہ پيون هيون. زلزلي دوران منهنجي حالت اها هئي جو ڪڏهن ڪوٺي تي چڙهي ٿي ويس ۽ ڪڏهن هيٺ ٿي لهي آيس پر علامہ اقبال شروع کان وٺي آخر تائين پنهنجي پلنگ تي ويٺي ڪتاب پڙهيو ۽ منجهس ڪابہ جنبش پيدا ڪانہ ٿي. صرف هڪ ڀيرو منهنجي پريشاني ڏسي ڪتاب تان نظرون کنيائين ۽ چيائين تہ "علي بخش ايئن هيڏانهن هوڏانهن نہ ڀڄ، ڏاڪڻين ۾ ويهي رهہ." اهو چئي وري ڪتاب پڙهڻ ۾ مصروف ٿي ويو.

قناعت جو اهو حال هوس جو ڪڏهن بہ پئسن ڪمائڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪيائين. وڪالت جو بہ اهوئي حال هئس ڪڏهن ڪڏهن ڪو مقدمو وٺندو هيو. مشهور ٿيڻ ڪانپوءِ ڪافي ماڻهو علامہ ڏانهن ايندا هئا پر علامہ صرف ايترا مقدما وٺندو هيو جن جي آمدنيءَ مان سندس خرچ پورو ٿئي.

ذاتي خرچ ۾ تمام گهٽي ڪفايت شعاريءَ کان ڪم وٺندو هيو. آمدنيءَ ۽ خرچ جو حساب باقاعدگيءَ سان رکندو هيو ۽ آخري دم تائين انهيءَ طريقي تي عمل ڪندو رهيو. جڏهن سندس عمر جي آخري ڏينهن ۾ بيماريءَ جي ڪري سندس آمدنيءَ جا ذريعا گهٽجي ويا ۽ نواب آف ڀوپال پنج سو روپيہ ماهوار وظيفو مقرر ڪيو تہ علامہ صاحب پنهنجي خرچ لاءِ ان کي ڪافي سمجهيو. سر راس مسعود کي هڪ خط ۾ لکيائين:

"مان ڪنهن اميراڻي زندگيءَ جو عادي ڪونہ آهيان. بهترين مسلمانن سادي ۽ درويشاڻي زندگي بسر ڪئي آهي. ضرورت کان وڌيڪ هوس ڪرڻ روپين جي لالچ آهي جيڪا ڪنهن بہ طرح مسلمان جي شان وٽان نہ آهي. منهنجي هن خط سان توهان کي يقيناً تعجب ڪونہ ٿيو هوندو ڇو جو توهان جن بزرگن جون اولاد آهيو ۽ جيڪي اسان سڀني لاءِ زندگيءَ جو نمونو آهن انهن جو طريقو هميشہ سادگي ۽ قناعت رهيو آهي."

سادگيءَ بابت هڪ واقعو ٻڌو: "پنجاب جي هڪ دولتمند رئيس هڪ قانوني مشوري لاءِ اقبال، سر فضل حسين مرحوم ۽ هڪ ٻن ٻين مشهور قانوندانن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ پنهنجي شاندار بنگلي ۾ انهن جي رهائش جو بندوبست ڪيو. رات جو جڏهن اقبال پنهنجي ڪمري ۾ آرام ڪرڻ لاءِ ويو ته هر طرف عيش و آرام جو سامان ڏسي ۽ پنهنجي هيٺان نهايت ئي نرم ۽ قيمتي بسترو ڏسي يڪدم دل ۾ خيال آيس ته جنهن رسول پاڪ ﷺ جي صدقي اڄ اسان کي هي مرتبو مليو آهي ان تڏن تي سمهي زندگي بسر ڪئي. اهو خيال ايندي ئي سندس اکين مان ڳوڙهن جي قطار شروع ٿي وئي ۽ ان بستري تي سمهڻ سندس لاءِ ناممڪن ٿي پيو. اٿيو ۽ پرسان واري غسل خاني ۾ وڃي هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيو ۽ مسلسل روئڻ لڳو جڏهن دل کي ٿورو قرار آيس ته پنهنجي ملازم کي گهرائي پنهنجو بسترو کولرايائين ۽ هڪ کٽ ان غسل خاني ۾ رکرايائين ۽ جيستائين اتي مقيم رهيو ته اتي ئي غسل خاني ۾ سمهندو رهيو."

سادگيءَ ۽ قناعت سان لازمي طور تي غيرتمندي پيدا ٿيندي آهي جو ته غيرت جو نقصان صرف احتياج جي ڪري ٿيندو آهي ۽ قانع ماڻهو ڪڏهن به محتاج ڪونه ٿيندو آهي. هڪ دفعي سر اڪبر حيدري وزيراعظم حيدرآباد دکن، علامه اقبال کي توشه خاني مان هڪ هزار روپين جو چيڪ موڪليو جيئن ته اهو دوستاڻو تحفو نه بلڪ زڪوات مان موڪليو ويو هيو جو ان مان ڪجهه وٺڻ علامه جي غيرتمنديءَ گوارا نه ڪيو ان ڪري پاڻ هنن شعر سان گڏ ڪيس چيڪ واپس ڪيائين:

تھا یہ فرمانِ الٰہی کہ شکوہِ پرویز
دو قلندر کو کہ ہیں اس میں ملوکانہ صفات
مجھ سے فرمایا کہ لے اور شہنشاہی کر
حسنِ تدبیر سے دے آنی وفانی کو ثبات
میں تو اس بارِ امانت کو اٹھاتا سرِ دوش
کامِ درویش میں ہر تلخ ہے مانندِ نبات
غیرتِ فقر مگر کر نہ سکی اس کو قبول
جب کہا اس نے یہ ہے میری خدائی کی زکات

جائز ۽ ناجائز بابت به تمام گهڻو محتاط هوندو هيو. وڪيلن وٽ

موڪل عام طورتي تحفا ۽ هديا آڻيندا آهن اهي فيس کان الڳ هوندا آهن. علامہ انهن تحفن کي بہ قبول نہ ڪندو هيو. تنهن ڪري هن علامہ سيد سليمان ندوي کي ان صورتحال کان آگاهہ ڪري سوال ڪيو هو تہ ڇا اهڙو مال مسلمانن جي لاءِ حلال آهي؟

بزرگن جي ادب جو تمام گهڻو اهتمام ڪندو هيو. پروفيسر منظور احمد (علامہ جو ڀاڻيجو) بيان ٿو ڪري تہ هڪ دفعي علامہ رحيما عطار جي دوڪان جي سامهون ويٺو هيو. صندليءَ تي حقو بہ پيو هيو. علامہ حقو پي رهيو هيو. سندس هڪ پير زمين تي ۽ ٻيو پير صندليءَ تي هيو. طلائي جتي پاتل هيس. جيڪو پير صندليءَ تي هيس ان جو پادر ٿورو ڍرو هيس، اتفاق سان مولوي سيد مير حسن شاهہ اتان اچي گذريو. جيئن ئي علامہ جي نظران تي پئي تہ هڪدم صندليءَ تان پير هيٺ ڪيائين. جتيءَ جو هڪ پادر اتي ئي ڇڏيائين ۽ فقط هڪ پير ۾ جتي پائي پنهنجي استاد محترم ڏانهن هليو. حضرت شاهہ صاحب اڳيان اڳيان هيو ۽ علامہ صاحب ڪنڌ جهڪايون پويان پويان احترام سان وڃي رهيو هو. هڪ پير ۾ جتي هئي ۽ ٻئي ۾ ڪونہ هيس ۽ اهڙي حالت ۾ حضرت شاهہ صاحب کي گهر تائين پهچائي واپس آيو ۽ پوءِ اچي پنهنجي جتي پاتائين. ڇا اڄ جي دور ۾ ان قسم جي ادب، اخلاق ۽ طبعي سعادت جو تصور بہ ڪري سگهجي ٿو؟

مطلب تہ علامہ نهايت ساده مزاج، درويش صفت، متوڪل ۽ رسول الله ﷺ جن جو سچو عاشق مسلمان هيو. علم و فضل ۽ شهرت و ناموري جي بلنديءَ تي پهچي بہ سندس مزاج ۾ ڪو فرق ڪونہ آيو هو. غريبن سان تمام گهڻي محبت سان پيش ايندو هيو ۽ امير‌ن جي ڪا خاص ڪاڻ ڪونہ ڪڍندو هيو. مسلمانن کانسواءِ هندو، سک ۽ عيسائي بہ ساڻس دلي محبت ڪندا هئا ڇو جو سندس دل آئيني وانگر صاف هئي جنهن ۾ ڪنهن جي لاءِ بہ نفرت نہ هئي.

الله تعاليٰ سندس مغفرت فرمائي. آمين

ليکڪ: عبدالمجيد سالڪ / ڪيڊٽ انعام الله بلوچ

# علامہ اقبال جون علمي خدمتون

جيتوڻيڪ علامہ اقبال اسان جي لاءِ تمام گهڻو علمي سرمايو ڇڏي ويو آهي جيڪو قوم جي دلين ۾ آرزو پيدا ڪرڻ لاءِ صدين تائين ڪم ايندو رهندو. پر ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ جيڪڏهن هو ڪجهہ سال اڃا وڌيڪ زنده رهي ها تہ وڌيڪ ڪجهہ اهڙيون انمول تصنيفون ڇڏي وڃي ها جيڪي قوم جي فڪر کي صراطِ مستقيم تي آڻڻ ۾ دينِ اسلام جي لازوال تعليم کي دنيا جي سامهون روشن ڪرڻ ۾ وڏو ڪم ڏين ها. پر افسوس جو کيس زندگيءَ ايتري مهلت نہ ڏني نہ تہ هو جديد فقه جي ترتيب، قرآنِ مجيد جو حاشيو ۽ حجاز جي سفرنامي جي صورت ۾ قوم جي لاءِ وڌيڪ هدايت ۽ رهنمائي جو سامان مهيا ڪري وڃي ها. سندس مقالا، خطبات ۽ بيان بيشمار آهن. ڪجهہ ڪتابن جي صورت ۾ محفوظ بہ ٿي چڪا آهن. سندس زندگيءَ جي باري ۾ مطالعي ڪرڻ وارن لاءِ اهي ڪتاب رهنما آهن. سندس خطن جا ڪجهہ مجموعہ پڻ موجود آهن جن مان سندس خيالات ۽ افڪار، سندس ذاتي ۽ قومي مصروفيتن، سندس تعلقات ۽ ڏيٺ ويٺ جي باري ۾ خبر پوي ٿي. جڏهن علامہ اقبال تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ لاهور ۾ پروفيسر مقرر ٿيو تہ انهن ڏينهن ۾ هن اقتصاديات تي اردو ۾ هڪ ڪتاب "علم الاقتصاد" جي نالي سان لکيو. پر جيئن تہ اها سندس شروعاتي ڪوشش هئي، بعد ۾ اقتصاديات جي نظرين ۽ اصطلاحن ۾ گهڻي تبديلي ٿي آهي. ان ڪري هن اُن کي ٻيهر شايع ڪرائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي پر Develop-ment of Metaphysics in Persia جي عنوان هيٺ جيڪو ڊاڪٽريٽ لاءِ مقالو لکيو هئائين ان جو ترجمو مير حسن الدين (حيدرآباد دکن) کيو تہ کيس گهڻي احتياط کانپوءِ ان جي شايع ڪرڻ جي اجازت

ڏنائين ۽ لکيائينس تہ "هي ڪتاب ارڙنهن سال اڳ لکيو ويو هو ۽ ان ڪانپوءِ ڪيترين ئي نيون شيون سامهون آيون آهن ۽ پڻ منهنجي پنهنجي خيالن ۾ بہ تبديلي اچي چڪي آهي. جرمن ٻوليءَ ۾ غزالي ۽ طوسيءَ وغيره تي ڪيترائي الڳ الڳ ڪتاب لکيا ويا آهن، جيڪي منهنجي مقالي لکڻ وقت موجود نہ هئا. منهنجي خيال ۾ هن ڪتاب جو ڪو ٿورڙو ئي حصو هوندو جيڪو تنقيد جي ڏک کان بچي سگهندو."

انهن ڳالهين ڪانپوءِ اسان علامہ اقبال جي مستقل تصنيفن جو تعارف ڪرائينداسين جيڪي سالن جي وقفي سان شايع ٿيندا پيا اچن ۽ جن سان علامہ قبال جي فڪر جي عظمت جو پرچار هن پوري عالم ۾ مچي ويو.

(1) اسرارِ خودي:

ان کان اڳ لفظ "خودي" عام طور تي هٺ ۽ وڏائيءَ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو هيو ۽ صرف فلسفي ۽ تصوف جي ڪتابن ۾ "نفس" جي مفهوم ۾ ڪم ايندو هيو. جنهن کي دبائڻ ۽ ختم ڪرڻ لاءِ روحاني ترقيءَ جو بنياد رکيو ويندو هو. علامہ اقبال 1914ع ۾ انجمن حمايتِ اسلام جي جلسي ۾ خوديءَ جو فلسفو پيش ڪيو ۽ چيو تہ "خوديءَ" جو اصل مطلب انسان جي "انا" آهي ۽ هي وحدت وجداني يا شعور جو اهو روشن نقطو آهي جنهن سان سمورا انساني خيالات، جذبات ۽ تمنائون روشن ٿين ٿيون. هن ڪتاب جي مختصر ديباچي ۾ علامہ خوديءَ جي فلسفي جي وضاحت لاءِ ڪجهہ نقطا درج ڪيا آهن: "مون هن مشڪل مسئلي کي فلسفي جي دليلن جي مونجهارن کان آزاد ڪري تخيل جي رنگ ۾ رنگين ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيئن ان جي حقيقت کي سمجهڻ ۽ غور ڪرڻ ۾ آساني ٿئي."

(2) رموزِ بيخودي:

هيءُ ڪتاب 1918ع ۾ شايع ٿيو. جيئن اسرارِ خوديءَ ۾ فرد ۾ احساسِ نفس جي نشوونما ڏانهن ڌيان ڏياريو ويو آهي اهڙيءَ طرح هن ڪتاب ۾ قومي و ملي انا جي تسلسل کي محفوظ ۽ قائم رکڻ جا راز بيان ڪيا ويا آهن. چوي ٿو تہ "جهڙيءَ طرح زندگي ماڻهن ۾ نفعو حاصل ڪرڻ ۽ نقصان کان پاسو ڪرڻ، زندگيءَ ۾ مقصد مقرر ڪرڻ، اعليٰ

حقيقتن، احساسِ نفس جي تدريجي نشوونما، ان جي تسلسل ۽ ڦهلاوَ ۽ استحڪام سان وابسته آهي اهڙيءَ طرح ملتن ۽ قومن جي زندگيءَ جو راز بہ انهيءَ احساس يا ٻين لفظن ۾ قومي انا جي حفاظت، تربيت ۽ استحڪام ۾ لڪيل آهي. قومي زندگيءَ جو ڪمال اهو آهي تہ قومون ڪنهن پختي آئين جي پابنديءَ سان پنهنجي ذاتي جذبن جي حدن کي مقرر ڪن تہ جيئن انفرادي عملن جو فرق ۽ ناموافقت ختم ٿئي ۽ سموري قوم متحد ٿي وڃي. هِن مثنويءَ ۾ علامہ اهو ثابت ڪيو آهي تہ قومن جي زندگيءَ لاءِ بهترين دستوراهوئي آهي جيڪو اسلام ڏنو آهي ۽ اسلامي اصولن تي تبصرو ڪري ان نظريي کي ثابت ڪيو آهي تہ افراد هڪ خاص حد تائين انفرادي انا کي قائم ۽ محفوظ رکي پنهنجي انفراديت کي قوم جي ڀلائي لاءِ قربان ڪري ڇڏين.

(3) پيامِ مشرق:

هيءَ ڪتاب 1922ع ۾ شايع ٿيو. ان جو مهاڳ علامہ پاڻ لکيو ۽ ان ۾ جرمن ادب جي مشرقي تحريڪ تي تبصرو ڪندي بيان ڪيائين تہ "پيامِ مشرق" جي لکڻ لاءِ جذبو، جرمنيءَ جي فلسفي گوئٽي جي "ديوان" پيدا ڪيو آهي. جنهن جي باري ۾ جرمني جو يهودي شاعر هائينا لکي ٿو تہ هي عقيدت جو گلدستو آهي جيڪو مغرب، مشرق ڏانهن موڪليو آهي...... ان ديوان مان اها شهادت ملي ٿي تہ مغرب پنهنجي ڪمزور ۽ سرد روحانيت کان بيزار ٿي مشرق جي سيني مان حرارت جو متلاشي آهي. علامہ فرمايو تہ "هن ڪتاب جو مقصد گهڻو ڪري ان اخلاقي، مذهبي ۽ قومي حقيقت کي پيش ڪرڻ آهي جنهن جو تعلق افراد ۽ قومن جي باطني تربيت سان آهي." علامہ پنهنجي پيغام ۾ ثابت ڪيو آهي تہ مغرب جي ماديت، زندگيءَ جي جوش کان خالي آهي جڏهن تہ روحانيت جو علم حاصل ڪرڻ کان سواءِ زندگي اعليٰ درجي تي فائز نٿي ٿي سگهي.

(4) بانگِ درا:

جيتوڻيڪ علامہ اقبال جي شهرت اردوءَ جي هڪ وڏي شاعر جي حيثيت سان پوري هندستان ۾ ڦهلجي چڪي هئي پر هيسيتائين جيڪي سندس ٽي ڪتاب شايع ٿيا هيا اهي سڀ فارسيءَ ۾ هئا. هر

طرف کان اھا گھر ٿي تہ سندس اردو شاعريءَ جو مجموعو بہ جلد از جلد شايع ٿيڻ گھرجي تہ جيئن اردو دان طبقو بہ ان مان فائدو حاصل ڪري سگھي. تنھن ڪري 1924ع ۾ علامہ "بانگِ درا" جي نالي سان اردو نظمن ۽ غزلن جو مجموعو مرتب ڪيو. ان جو پيش لفظ سر عبدالقادر لکيو جنھن ۾ علامہ سان پنھنجن پراڻن لاڳاپن جي ڪري علامہ جي شاعريءَ جي مختلف مرحلن جو ذڪر ڪيائين. ان مجموعي ۾ ڪجھہ اھڙا ڏگھا نظم شامل نہ ڪيا ويا جيڪي انجمن حمايتِ اسلام جي جلسن ۾ پڙھيا ويا ھئا ۽ ڪيترن ئي نظمن جا اڪثر حصا ڪاٽيا ويا. ھڪ حصو ظريفاڻي ڪلام جو بہ شامل ڪيو ويو. ھن ڪتاب مان علامہ اقبال جي فڪري رفتار ۽ سندس شاعري جي ارتقائي سفر جو اندازو چڱيءَ طرح ڪري سگھجي ٿو.

(5) زبورِ عجم:

ھي فارسي نظمن ۽ غزلن جو مجموعو 1927ع ۾ شايع ٿيو. ان جا بہ حصا آھن: ھڪ حصي ۾ تہ قطعات ۽ غزل آھن ۽ ٻئي حصي ۾ "گلشنِ رازِ جديد". دراصل ھي سيّد محمود شبستريءَ جي مشھور مثنوي "گلشنِ راز" جي انداز ۾ لکي وئي آھي. جنھن ۾ نو سوال ڪري انھن جا جواب ڏنا ويا آھن ۽ روحانيت جي ڪجھہ اھم مسئلن کي جديد علم جي روشنيءَ ۾ حل ڪري عمليءَ دنيا تي انھن جو اثر ظاھر ڪيو ويو آھي. ان سان گڏ ئي ھڪ مثنوي "بندگي نامہ" بہ آھي جيڪا غلامي ۽ محڪوميت جي خلاف ھڪ موثر آواز آھي. غلاميءَ تي عام اشارن جي اظھار ڪانپوءِ غلامن ۽ محڪومن جي فنونِ لطيفہ تي تبصرو ڪيو ويو آھي ۽ آزاد انسانن جي فنِ تعميرِ کان روشناس ڪرايو ويو آھي. "زبورِ عجم" ۾ اقبال جو فارسي غزل ڪمال تي پھتل آھي ۽ ان ثابت ڪري ڏيکاريو آھي تہ بلند کان بلند خيال ۽ موثر کان موثر تصور لاءِ غزل کان وڌيڪ زوردار ۽ زندھہ صنفِ سخن موجود نہ آھي.

(4) تشڪيلِ جديد الاھياتِ اسلاميہ:

ھي ڪتاب انگريزي ۾ آھي. Reconstruction of Religious Thought in Islam 1930ع ۾ شايع ٿيو. ھي انھن ڇھن فلسفياڻن خطبن جو مجموعو آھي جيڪي علامہ اقبال مدراس ۽ حيدرآباد دڪن ۾

ڏنا هئا. علم ۽ روحاني تجربا، روحاني تجربن جو فلسفياڻو معيار، ذاتِ خداوندي جو تصور ۽ حقيقتِ عادت، انسان جي انا، جبر ۽ اختيار اسلامي تمدن جو روح ۽ اسلام ۾ اجتهاد جي اهميت هن ڪتاب ۾ علامہ ڇڙ تہ هڪ جديد اسلامي علمِ ڪلام جي بانيءَ جي حيثيت سان پيش ٿيو آهي. انهن مسئلن تي اسلام ۽ جديد فلسفي جي روشنيءَ ۾ بحث ڪري وقت جي دانشورن لاءِ غور و فڪر جا دروازا کولي ڇڏيا آهن. انهن خطبن جو پهريون اردو ترجمو سيد نذير نيازيءَ ڪيو. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اردو ترجمو ٿيڻ ڪانپوءِ بہ هن ڪتاب جي مشڪل بحثن کي اردودان آسانيءَ سان سمجهي نہ سگهيا آهن ۽ انهن کي تدريس جي ضرورت آهي. پر ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ شاعريءَ کانسواءِ علامہ اقبال جي منظم فڪر کان آگاهہ ٿيڻ لاءِ انهن خطبن جو مطالعو ڪرڻ نهايت ضروري آهي.

## (7) جاويد نامہ:

هي ڪتاب 1932ع ۾ شايع ٿيو. اٽليءَ جي مشهور شاعر ڊانٽي، معراج جي واقعي، جنت ۽ دوزخ جي تصور جو مطالعو ڪري، هڪ طويل نظم "ڊيوائن ڪاميڊي" جي نالي سان لکيو هو. علامہ ان جو جواب لکيو آهي ۽ مولانا رومر جي رهنمائيءَ ۾ آسمانن جو سير ڪري مختلف منزلون ۽ "طواسين" طئہ ڪندي علامہ جمال الدين افغاني، سيد حليم پاشا، مهدي سوڊاني، منصور حلاج، مرزا غالب، قره العين طاهره، نيتشي، سيد علي همداني، غني ڪاشميري، پرتري هري، نادر شاهہ ۽ ٽيپوسلطان وغيره سان ملاقاتون ۽ گفتگو ڪئي آهي. آخر ۾ "خطاب بہ جاويد" جي عنوان سان نوجوان نسل کي درسِ عمل ڏنو آهي. هي ڪتاب حسنِ تخيل، حسنِ ترتيب ۽ حسنِ بيان جي اعتبار کان علامہ جي بلند ترين تصنيف سمجهي ويندي آهي.

## (8) بالِ جبريل:

هي ڪتاب 1935ع ۾ شايع ٿيو. هن ۾ رباعيون، قطعا، غزل ۽ ڪجهہ نظم گڏ ڪيا ويا آهن. گهٽي عرصي کانپوءِ جڏهن علامہ اردو شاعريءَ ڏانهن ٻيهر توجهہ ڪيو تہ ملڪ ۾ بالِ جبريل جو پرجوش استقبال ڪيو ويو. هي ڪتاب تنقيد نگارن جي نظر ۾ علامہ اقبال جي

اردو شاعريءَ جو معراج آهي. ان جي تصنيف سان علامہ اقبال دل فريب انداز ۾ اهي سموريون حقيقتون، معارف، تعليمات ۽ تلقينات بيان ڪيون جيڪي ان کان اڳ ڪجهہ فارسي شاعرن پيش ڪيون هيون. ان ۾ قوم کي خلوص ۽ ايقان پيدا ڪرڻ، طلسمِ مغرب کان دور رهڻ ۽ مردِ مومن بڻجڻ لاءِ موثر نصيحتون بيان ڪيون ويون آهن.

(9) پس چہ باید کرد اے اقوامِ شرق:

1936ع ۾ شايع ٿيو. هيءَ فارسي مثنوي آهي. هن ۾ مولانا رومي، اقبال کي نصيحت ڪري ٿو تہ تون اهلِ مشرق کي دين ۽ سياست جي معنيٰ ۽ مقصد سمجهاءِ. تنهن ڪري علامہ هن ۾ حڪمتِ ڪليمي ۽ حڪمتِ فرعوني جو فرق بيان ڪيو آهي ۽ پوءِ توحيد، فقر، حريت، شريعت ۽ طريقت جا راز ۽ قومن جي اتحاد جون برڪتون سمجهايون آهن. ان سان گڏ ئي هن ۾ هڪ ٻي مثنوي "مسافر" بہ شامل آهي جيڪا علامہ جي افغانستان جي سفر بابت آهي. ان ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ شاعر پهرين نادر شاهہ جي قبر تي حاضر ٿيو پوءِ بابر، حڪيم سنائي ۽ سلطان محمود غزنويءَ جي مزارن جي زيارت ڪيائين. قنڌار ۾ حضورﷺ جن جي جبي مبارڪ جي زيارت ڪيائين ۽ احمد شاهہ ابداليءَ جي مزار تي حاضري ڏنائين. انهن سڀني موقعن تي جيڪي خيال ۽ سوچون ڪيس پيدا ٿيون سي مسلمانن تائين پهچايائين.

(10) ضربِ ڪليم:

هي ڪتاب 1936ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ شاعريءَ جي رنگيني ۽ نازڪ خياليءَ جون خوبيون گهٽ ۽ حقيقت ۽ معارف جون خوبيون وڌيڪ بيان ڪيون ويون آهن. ان جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاعر ۽ فلسفي پنهنجي فڪر جي انتها تي پهچي چڪو آهي ۽ هاڻي گهٽ لفظن ۾ ڪثير المعاني حقيقتون بيان ڪرڻ تي قادر ٿي ويو آهي. ان جا مختلف حصا آهن: اسلام ۽ مسلمان، تعليم ۽ تربيت، عورت، ادبيات، فنون لطيفہ، سياسياتِ مشرق ۽ مغرب، محراب گل افغان جا افڪار. نهايت مشڪل بحثن تي ايتري قدر سادگي، سلاست ۽ سهولت سان اظهارِ خيال ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هيو. پر علامہ انهن سان خوب نڀاهيو آهي. "ضربِ ڪليم" جون حقيقتون صرف مسلمانن لاءِ ئي نہ بلڪ

سيني قومن ۾ مذهبن لاءِ هدايت جي سرچشمي طور ڪم ڏيئي سگهن ٿيون. علامہ جي بقول ”ضربِ ڪليم جنگ جو اعلان آهي دورِ حاضر جي خلاف“.

## (11) ارمغانِ حجاز:

هي ڪتاب علامہ پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ مرتب ڪيو پر سندس وفات کانپوءِ 1938ع جي آخر ۾ شايع ٿيو. هن جو هڪ حصو فارسي ڪلام تي مشتمل آهي ۽ ٻئي حصي ۾ اردوءَ جا ڪجهہ نظم آهن. حضورِ حق، حضورِ رسالت، حضورِ ملت، حضورِ عالمِ انساني، بہ يارانِ طريق، ڪتاب جا مختلف حصہ آهن. ان جي اڪثر قطعن مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاعر پنهنجي عالمِ تصور ۾ حجاز جو سفر ڪري رهيو آهي. فڪر جي گهرائي ۽ عشق جي شدّت انهن قطعن جي خصوصيت آهي. اردو جي نظمن ۾ پڻ زمانه حال جي تحريڪن تي فيصلہ ڪن تنقيد ڪئي وئي آهي.

محمد انور صوفي / ڪيڊٽ فهد مسعود چانڊيو

# علامہ اقبال ۽ مسلم امت جو تصور

اقبال رح کي اسان جي قومي سڃاڻپ ۾ هڪ اهم حيثيت حاصل آهي. اسان جي سماجي زندگي جي تشڪيل ۾ سندس فڪر ئي بنياد آهي جيڪو اسان جي نظريہ وطن يعني ہہ قومي نظريي جي سڃاڻپ آهي.

جيڪڏهن پاڪستان مان اقبال ۽ اقبال جي فڪر کي ڪيڍي ڇڏبو تہ باقي صرف جاگرافي سرحدون وڃي رهنديون. جيڪڏهن ڪنهن ملڪ يا معاشري جون نظرياتي سرحدون باقي نہ رهن تہ پوءِ جاگرافي سرحدون بہ بيڪار ٿي وينديون آهن. اهوئي سبب آهي جو اسان جا ڪجهہ نادان دوست اسان جي ملڪ ۽ معاشري کي اقبال کان پري ڪرڻ ٿا چاهين پر انهن نادان دوستن جون اهي ڪوششون ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿينديون.

رڳو پاڪستان ۾ پر دنيا جا سڀ مسلمان ملڪ ۽ غير مسلم ملڪن ۾ رهڻ وارا مسلمان پڻ اڄ ڪلهہ شديد دٻاءَ جو شڪار آهن. انهن کي چيو پيو وڃي تہ هو پنهنجي سڃاڻپ، پنهنجي پنهنجي جاگرافي سرحدن جي چار ديوارن تائين محدود رکن ۽ پنهنجي ذهن مان مسلم امت جو تصور ڪيڍي ڇڏين. "خاص ہے ترکیب میں قومِ رسولِ ہاشمی" جي تصور جي جاءِ تي قومن جي تشڪيل جي وطني نظريي تي هلن. جڻ تہ اهو تسليم ڪن تہ "قومیں اوطان سے بنتی ہیں" نہ ڪو دين، عقيدن ۽ نظرين جي بنياد تي. هي اهوئي نعرو آهي جيڪو انگريزن جي دور ۾ هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ دوران هڪ عالمِ دين بلند ڪيو هو ۽ علامہ اقبال رح سندس احترام جي باوجود ان جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي هئي ۽ ان کي رد ڪيو هو. قومن جي تشڪيل جي باري ۾ مسلمانن کي سندن اسلامي فڪر ۽ نظرين کان هٽائڻ جي ڪم جي شروعات ترڪي کان ٿي

هئي. پهرين جنگِ عظيم ۾ ترڪي هڪ وڏو طاقتور رول ادا ڪيو هو. ترڪي جي سلطنتِ عثمانيہ اسلامي خلافت جي تصور تي قائم هئي ۽ سڄي دنيا جا مسلمان هن خلافت کي پنهنجي روحاني ۽ سياسي مرڪز طور تي نہ صرف اهو تہ تسليم ڪري رهيا هئا بلڪ ان جو احترام ۽ ادب پڻ ڪندا هئا. سلطنتِ عثمانيہ جيڪڏهن قائم رهي ها تہ مستقبل ۾ سڄي دنيا کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ جي ڪنهن بہ انتظام ۾ ان کي هڪ نمايان حيثيت حاصل هجي ها ۽ ڪيس برطانيہ ۽ فرانس جهڙن ننڍن ملڪن کان ڪافي وڌيڪ مقام حاصل هجي ها. پر مغرب کي مستقبل جي ڪنهن بہ نقشي ۾ اسلام ۽ مسلمانن جو وجود بہ گوارا نہ آهي. تنهن ڪري جيڪڏهن هڪ پاسي مشرقي يورپ جي اسلامي رياستن تي روسي تسلط کي قبول ڪيو ويو تہ ٻئي پاسي يونان کي پڙڪائي قبرص جو مسئلو پيدا ڪيو ويو.

اهڙيءَ طرح بلقان ۾ يوگوسلاويہ کي اڳتي ڪيو ويو ۽ سڀ کان وڌيڪ اهو تہ عربن کي عرب قوم پرستيءَ جي نالي ۾ بي وقوف بنايو ويو. جڏهن ترڪي دٻاءَ ۾ اچي ويو يعني ان کي محدود ڪيو ويو تہ اتي هڪ سيڪولر انقلاب ذريعي ترڪ معاشري جي اسلامي سڃاڻپ ختم ڪئي وئي. جيڪو پيهر ايڪويهين صديءَ ۾ پنهنجي اسلامي تشخص جي بحالي لاءِ ڪوششون ڪري رهيو آهي. ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ترڪي هڪ طاقتور ملڪ هو پر اڄ ڪيس باوجود يورپ ۾ واقع هجڻ جي يورپي يونين جو ميمبر بہ نہ ٿو بنايو وڃي ۽ نہ اقوامِ متحده جي سلامتي ڪائونسل ۾ سندس ڪا نمائندگي يا مستقل رڪنيت آهي. برصغير ڏکڻ ايشيا (يعني متحده هندستان) ۾ آزادي جي تحريڪ ۽ ان تحريڪ ۾ مسلمانن جي اهم ۽ نتيجي خيز ڪردار، هندستان جي مسلمانن جو اسلامي تشخص تي اصرار، پاڪستان جي مطالبي ۽ تحريڪِ حصولِ پاڪستان ۽ قيامِ پاڪستان کان پوءِ ترڪي سان پاڪستان جي دوستانہ تعلقات وغيره جي باري ۾ اسان جي نئين نسل ۽ خاص طور تي ناروي ۾ رهندڙ اسان جو نئون نسل ڪيستائين باخبر آهي؟ اها مون کي خبر نہ آهي. مون کي تہ ايئن ٿو محسوس ٿئي تہ اسان جو پنهنجو نسل بہ شايد ان باري ۾ ڄاڻ تہ رکي ٿو پر ان جي اهميت جي ادراڪ کان عاري آهي.

پاڪستان ۾ ۽ پاڪستان کان ٻاهر اوهان کي پاڪستانين جي

نمائندگيءَ جي دعويٰ ڪرڻ وارا اهڙا ڪوڙ اڳواڻ ۽ دانشور بہ آسانيءَ سان ملي ويندا جيڪي پوري ديانتداريءَ سان اڄ بہ اهو يقين رکن ٿا تہ پاڪستان جي قيام جو مطالبو صحيح نہ هو. ان جي باوجود بہ ماڻهو کين پنهنجو راهنما تسليم ڪن ٿا بلڪ پاڪستان جي تقدير انهن جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار آهن. علامہ اقبال ترڪي ۾ خلافت جي ٻيهر بحاليءَ کي تہ ممڪن نہ ٿي سمجهيو پر هو پوري اسلامي دنيا جي لاءِ هڪ مرڪز قائم ڪرڻ جو پرجوش حامي ۽ داعي هو. علامہ پنهنجي وقت جي ٻين اڳواڻن ۽ عام ماڻهن وانگر سلطنتِ عثمانيہ جي زوال ۽ مسلمانن جي لڳاتار ناڪامين جي ڪري تمام غمگين رهندو هو. جڏهن هن طرابلس جي تباهي تي هڪ تمام درد انگيز ۽ پر سوز نظم لکيو ۽ بادشاهي مسجد ۾ منعقد ڪيل هڪ احتجاجي جلسي ۾ پڙهيو هو تہ ان کي ٻڌي ماڻهو جذبات جي شدت ۾ بي چين ٿي ويا هئا. هن نظم ۾ علامہ چيو آهي تہ جڏهن ملائڪ کيس حضورﷺ جي بارگاهہ ۾ وٺي ويا تہ حضورﷺ جن کانئس پڇيو:

نکل کے باغِ جہاں سے بہ رنگِ بُو آیا
ہمارے واسطے کیا تحفہ لے کے تُو آیا

تہ علامہ اقبال جواب ۾ عرض ڪيو:

حضور، دہر میں آسودگی نہیں ملتی
تلاش جس کی ہے وہ زندگی نہیں ملتی
ہزاروں لالہ و گل ہیں ریاضِ ہستی میں
وفا کی جس میں ہو بو، وہ کلی نہیں ملتی
مگر میں نذر کو اک آبگینہ لایا ہوں
جو چیز اس میں ہے، جنت میں بھی نہیں ملتی
جھلکتی ہے تیری امت کی آبرو اس میں
طرابلس کے شہیدوں کا ہے لہو اس میں

هر اهو شخص جيڪو علامہ سان عقديت جو اظهار ڪري ٿو ۽ علامہ اقبال جي ڪلام کان ٿورو بہ واقف آهي اهو ڄاڻي ٿو تہ علامہ اقبال مسلمانن جي باهمي اتحاد جو ڪيترو نہ زبردست حامي هو ۽ اهو تہ مسلمانن کان علاوه هو انسانيت جو بہ شاعر هو. هو دنيا جي هر فرد لاءِ باعزت زندگي جو خواهشمند هو. ماڻهن جي شخصي ۽ اقتصادي آزادي

۾ يڪسان روزگار جي ذريعن جي فراهميءَ جو وڏو حامي هو ۽ هو گڏيل قومن کان وڌيڪ گڏيل انسانيت تي يقين رکندو هو. ضربِ ڪليم ۾ شامل سندس هڪ نظم جو عنوان آهي ”مڪہ اور جنيوا“ ان ۾ هو چوي ٿو:

اس دور میں اقوام کی صحبت بھی ہوئی عام
پوشیدہ نگاہوں سے رہی وحدتِ آدم
تفریقِ ملل، حکمتِ افرنگ کا مقصود
اسلام کا مقصود، فقط ملتِ آدم
مکے نے دیا خاکِ جنیوا کو یہ پیغام
جمعیتِ اقوام کہ جمعیتِ آدم

هن نظم ۾ نہ صرف اسلامي تعليمات جي روشني ۾ هڪ فرد جي حيثيت کي متعين ڪيو ويو آهي بلڪه هي اشارو بہ ڏنو ويو آهي تہ جمعيتِ اقوام (League of Nations) اصل ۾ انسان کي انسان کان جدا ۽ انکي هڪ ٻئي سان ويڙهائڻ ۾ مارا ماري تي آماده ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. اها سازش فرنگين جي انحڪمتِ عملي جو نتيجو آهي جو هڪ ئي براعظم يورپ ۾ رهڻ وارا، هڪ ئي دين کي مڃڻ وارن ۾ تقريبا هڪ جهڙوئي معاشرتي نظام رکڻ واري عوام کي، قومن جي جاگرافيائي ۽ وطني نظريي جي بنياد تي، هڪ ٻئي سان ويڙهايو ۽ هڪ ٻئي جي هٿان مارايو ويو. علامہ ان ڪري مغرب جي ان تهذيبي نظام جي ڪاميابي کان مايوس هو ۽ ان احساس جو اظهار هن 1905ع کان 1908ع دوران يورپ ۾ رهڻ وقت هڪ غزل ۾ مارچ 1907ع ۾ ڪيو هو. جنهن ۾ چيو هئائين تہ ”تمہاری تہذیب اپنے خنجر سے آپ ہی خود کشی کرے گی“ ”توهان جي تهذيب پنهنجي خنجر سان پاڻ ئي خودڪشي ڪندي“ ان جي ابتڙ علامہ جو اهو پختو ايمان هو تہ ايندڙ دور اسلام جو دور آهي بني نوع انسان جي تمام مسائل جو حل اسلامي تعليم ۾ آهي. دنيا ۾ اسلام کي پنهنجي اصل روح ۾ پيش ڪرڻ مسلم امت جي ذميداري آهي. ان لاءِ علامہ پنهنجي نظم ”طلوع اسلام“ ۾ چيو آهي تہ:

سبق پھر پڑھ صداقت کا، عدالت کا، شجاعت کا
لیا جائے گا تجھ سے کام دنیا کی امامت کا

۾ اها سٽاپگي ڳالهہ سياسي رنگ ۾ "ضربِ ڪليم" جي نظم "جمعيتِ اقوامِ مشرق" ۾ ورجائي آهي.

طہران ہو گر عالمِ مشرق کا جنیوا
شاید کرۂ ارض کی تقدیر بدل جائے

علامہ جي خواهش هئي تہ هندستان ۾ رهڻ وارا مسلمان سڄي دنيا جي مسلمانن کي متحد ۾ متحرڪ ڪرڻ جي ذميداري قبول ڪن. علامہ هوا ۾ تير هڻڻ جو قائل نہ هو ڪيس معلوم هو تہ ان ڪم جي تياريءَ لاءِ جيڪي وسيلا گهرجن اهي بين الاقوامي طور تي تسليم ٿيل ۽ آزاد ملڪن جون خود مختيار ۽ نمائنده حڪومتون ئي فراهم ڪري سگهن ٿيون.

علامہ کي خبر هئي تہ حڪومتي ڪوشش کي قانوني جواز فراهم ڪرڻ جو تسليم ٿيل طريقو جمهوريت ۾ ئي آهي. ان لاءِ علامہ جمهوري حڪومت ۾ پارليامينٽ جي بالادستي تي يقين رکندو هو اهوئي اهو ڪم هو جنهن لاءِ هڪ تجربي گاهہ، پاڪستان جي صورت ۾ فراهم ڪرڻ ضروري هو. علامہ جي ان خيال ۾ تصور سان نہ صرف پاڪستان جي نظريي جي ابديت ظاهر تي ٿئي بلڪ اهو بہ سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ڪشميري مسلمانن کي هين مسلمانن کان الڳ رکڻ، فلسطين ۾ مسلمانن جي پنهنجي رياست جي مخالفت ڪرڻ ۾ چيچنيا ۾ عوام جي پنهنجي آزاد ۾ جمهوري حڪومت جي قيام جي مخالفت ڪرڻ ۾ ڪهڙي گڏيل حڪمت عملي تي ڪم تي رهيو آهي.

خود مسلمانن کي شايد ان ۾ ڪو شڪ هجي پر اسان جا "ڪرم فرما" ۽ "مهربان" ان ڳالهہ کان غافل نہ آهن تہ مسلمانن جي دلين مان روح محمد ﷺ کي ڪيڏي ڇڏڻ چو ضروري آهي.

علامہ جو نظم "ابليس ڪي مجلسِ شوريٰ" علامہ جي آخري ڪتاب "ارمغانِ حجاز" جي اردو حصي جو پهريون نظم آهي. ان کي پڙهو. معاملو آسانيءَ سان توهان جي سمجهہ ۾ اچي ويندو. هيءَ نظم بہ تمثيلي انداز ۾ لکيو ويو آهي. منظر هي آهي تہ ابليس پنهنجي مشيرن جو هڪ اجلاس سڏايو آهي، اجلاس جي ايجنڊا آهي "ابليسي نظام کي درپيش خطرن جي نشاندهي ۽ انهن کي روڪڻ جا طريقا."

ابليس جا مشير، بادشاهت کان جمهوريت تائين انساني سفر کي هڪ خطرو ٿا قرار ڏين ۽ سرمائيداري نظام کي ابليسي نظام جو توڙ قرار ٿا ڏين. پر ابليس انهن سيني سان اختلاف ٿو ڪري ۽ انهن کي سمجهائي ٿو تہ اهي سڀ جديد ۽ قديم نظامَ منهنجا ئي ٺاهيل آهن. انهن مان مقصد اهو هو تہ جيئن ماڻهو اهو سمجهن تہ هاڻي هو منهنجي چنبي مان نڪري رهيا آهن. جڏهن تہ اصل ۾ منهنجي گرفت انهن تي وڌيڪ سخت ٿي رهي آهي. مان تہ مسلمانن کي بہ بي عمليءَ جي ترغيب ڏئي ۽ انهن ۾ فرقي واريت جي هوا ڀري انهن جي ايمان جي تيز تلوار کي بہ مڏو ڪري ڇڏيو آهي. ان جي باوجود بہ جيڪڏهن مستقبل ۾ مون کي ڪنهن نظريي، ڪنهن اصول ۽ ڪنهن نظام کان خطرو آهي تہ اهو آرزو جي ان چڻنگ کان آهي جيڪا اڃا بہ بي عمل ۽ بي يقين مسلم امت جي بچيل رک ۾ لڪيل آهي. مون کي خوف آهي تہ جديد دور جون گهرجون مسلمانن تي پيغمبرﷺ جن جي اها شريعت آشڪار نہ ڪري ڇڏين، جنهن کي مون پنهنجي حڪمتِ عملي ۽ تدبير سان انهن کان پوشيده رکيو آهي. اهو پيغمبري آئين جنهن کان ابليس بہ پناهہ ٿو گهري ۽ نہ ٿو چاهي تہ اهو مسلمانن تي آشڪار ٿئي اهو آئين هي آهي:

الحذر! آئینِ پیغمبر علیہ السلام سے سو بار الحذر
حافظِ ناموسِ زن، مرد آزما، مرد آفریں
موت کا پیغام ہر نوعِ غلامی کے لیے
نے کوئی فغفور وخاقان، نے فقیرِ رہ نشیں
کرتا ہے دولت کو ہر آلودگی سے پاک وصاف
منعموں کو مال و دولت کا بناتا ہے امیں
اس سے بڑھ کر اور کیا فکر و عمل کا انقلاب
پادشاہوں کی نہیں، اللہ کی ہے یہ زمیں

۽ پوءِ ابليس ان تي ئي بس نہ ٿو ڪري ۽ پنهنجن مشيرن کي هو هر اهو طريقو، حربو ۽ اهو نسخو ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي پنهنجي ان حڪمتِ عملي جا نڪتا بہ بيانِ ٿو ڪري جن کي اپنائي مسلم امت کي بي يقيني ۾ مبتلا رکي سگهجي ٿو.

حڪيم الامت تہ پنهنجو فرض پورو ڪندي، اسان کي ابليسي

ارادن ۽ منصوبن کان آگاهہ ڪري ڇڏيو آهي ۽ ايستائين بہ چيو اٿائين تہ جيڪڏهن ڪنهن منبر تان بہ اها صدا بلند ٿئي تہ "ملت وطن سان آهي تہ اهو منبر مقامِ محمد ﷺ کان بي خبر آهي" ان جي برعڪس اسان جو ڪردار ۽ عمل اهو آهي جو مسلمان يا مسلمان حڪومتون اسلام ۽ مسلمانن جي ظاهري ۽ باطني دشمنن لاءِ صرف هڪ سٽيو گرهہ بڻجي چڪيون آهن. سڄي دنيا جا مسلمان ملڪ، قوميت جي زميني نظريي کي اپنائي چڪا آهن. عرب ملڪن تہ ان بنياد تي پنهنجي هڪ الڳ تنظيم "عرب ليگ" بہ قائم ڪري ورتي آهي. اسان جي پنهنجي ملڪ مان مشرقي پاڪستان کي بہ ان ئي نظريي تحت الڳ ڪيو ويو ۽ هاڻي پاڪستان ۾ ان ئي نظريي جي اشاعت ۽ تبليغ جون ڪوششون انتهائي مڪارانه طور تي ٿي رهيون آهن. ان لاءِ حالات جي تقاضا آهي تہ اسان ان صورتحال جي مقابلي لاءِ پاڻ کي تيار ڪريون. ان جو هڪ آسان ۽ سنئون سڌو طريقو اهو آهي تہ پنهنجو پاڻ کي اقبال جي وڌيڪ قريب ڪريون. اقبال کي سمجهڻ لاءِ کيس پڙهون ۽ جيڪو سمجهہ ۾ اچي ان کي دل سان قبول ڪريون ۽ ان تي عمل ڪريون. ان موقعي تي مون کي هڪ عظيم پروفيسر اڪبر ترسون زاده ياد اچي رهيو آهي جنهن سان منهنجي ملاقات 1991ع ۾ قرطبہ اسپين ۾ اقبال ڪانفرنس دوران ٿي هئي. پنهنجو مقالو پيش ڪرڻ کان اڳ هن سامعين ۽ حاضرين کي ٻڌايو تہ اقبال اسان جي روزمره معاشرتي، ثقافتي ۽ سياسي زندگيءَ جي گهڻو قريب آهي. اسين کيس هڪ زنده ۽ مقامي شاعر محسوس ٿا ڪريون ۽ ان جا نظم پنهنجي قومي گيتن وانگر ٿا ڳايون. هڪ وقت ۾ جڏهن اسان جي مذهبي ۽ سماجي قدرن کي تباهہ ڪيو ويو هو ۽ اسان لاءِ معلومات جو خلا پيدا ڪيو ويو هو ان وقت بہ اقبال اسان لاءِ حوصلي جو سرچشمو هو. اڄ اسين آزاد آهيون تہ اقبال جي ضرورت اڃا وڌيڪ شدت سان محسوس ٿا ڪريون. اهو چڱو آهي جو هو اسان وٽ پنهنجي ڪلام جي صورت ۾ موجود آهي. منهنجي خيال ۾ سوال اهو ناهي تہ اقبال موجوده دور ۾ بامعنيٰ آهي يا نہ؟ سوال اهو بہ نہ آهي تہ اقبال ايڏو وڏو شاعر بہ آهي يا نہ؟ ۽ سوال اهو بہ ناهي تہ اقبال ڪهڙن شاعرن کان وڏو شاعر آهي يا اقبال کان پوءِ ڪهڙا ڪهڙا شاعر وڏا شاعر آهن؟ اهي سڀ ۽ ان جهڙا ٻيا سوال صرف اسان کي منجهائڻ لاءِ اُٿاريا ويا آهن.

اقبال جو جيڪو مرتبو ۽ مقام آهي اهو اسان جي ڪري ڪونهي يا اسان جي مڃڻ يا نہ مڃڻ ۽ تسليم ڪرڻ ۽ نہ تسليم ڪرڻ سان اقبال جي عظمت تي ڪوبہ اثر ڪونہ پوندو. منهنجي خيال ۾ تہ اهم سوال اهو آهي تہ ڇا تاجڪي پروفيسر اڪبر جا اشارا سمجهي سگهن ٿا يا نہ؟ ۽ منهنجو جواب ها ۾ آهي ڇو جو منهنجو ايمان آهي تہ اسين اقبال جي سرزمين جو ويران کيت تہ ٿي سگهون ٿا پر بنجر نہ. اقبال جي بقول:

نہیں ہے نا امید اقبال اپنی کشتِ ویراں سے
ذرا نم ہو تو یہ مٹی بہت زرخیز ہے ساقی

وحيد قريشي / جميل احمد خاصخيلي

# علامہ اقبال جو تصورِ وطنيت

پاڪستاني قوميت جي حوالي سان ڪيترائي سوال سامهون اچن ٿا. پاڪستان هڪ نظرياتي ملڪ آهي ۽ پاڪستان حاصل ڪرڻ جي جدوجهد جو بنيادي مرڪز اهو احساس هو تہ هڪ اهڙو علائقو وجود ۾ اچي جيڪو اسلام جو تجربي گاهہ هوندو. انهي لحاظ کان جاگرافي حدن جو مطالبو، اسلامي قدرن جو نفاذ هو. مغربي وطنيت جو تصور ڪجهہ بنيادي ڳالهين تي مشتمل آهي: رنگ، نسل ۽ جاگرافيائي حدون اهي واحد شيون آهن جن سان مختلف ملڪن جا ماڻهو پنهنجي قومي سڃاڻپ ڪن ٿا. اقبال جي نگاهہ ۾ مغربي وطنيت جو تصور جڏهن هڪ نصب العين جي صورت اِختيار ڪري تہ پوءِ اهو اسلام جي بنيادي روح سان ٽڪراءُ ۾ ٿو اچي. ڇو جو اسلام بني نوع انسان جي اها وحدت آهي جيڪا رنگ، نسل ۽ زبان کان مٿاهين آهي. شروع شروع ۾ اقبال بہ مغرب جي تصورِ وطنيت جو قائل هو. بانگِ درا جي ڪجهہ نظمن ۾ وطن جي ان تصور کي روحاني رنگ بہ ڏنائين. پر پوءِ جلد ئي ان تصور کان ٻاهر نڪري مغربي تصورِ وطنيت جي کلي مخالفت ڪيائين ۽ وطن کي جاگرافي جي قيد مان آزاد ڪري هڪ فڪري ضابطي جي طور تي ترتيب ڏنائين. سندس راءِ:

پاک ہے گردِ وطن سے سرِ داماں تیرا
تو وہ یوسف ہے کہ ہر مصر ہے کنعاں تیرا

هي شعر ظاهر ۾ ملڪ جي جاگرافيائي بيهڪ جي مخالفت ٿو ڪري. جڏهن اسين پاڪستان يا پاڪستاني قوميت جي ڳالهہ ٿا ڪريون تہ ان شعر جي معنيٰ ۽ مفهوم اسان کي اهو سوچڻ تي مجبور ٿا ڪن تہ آيا اقبال وطن جي محبت کي تسليم بہ ڪري ٿو يا نہ؟ ٻئي طرف

خود پاڪستان جي تصور جي داعيءَ جي حيثيت ۾ اقبال جي هڪ اهميت آهي ۽ پاڻ 1930ع ۾ مسلم ليگ جي صدارتي خطبي ۾ تصورِ پاڪستان جي جملڪ ماضي بعيد ۾ هڪ امڪاني صورت جي طور تي ڏني هئائين. ان کان پوءِ گول ميز ڪانفرنس ۾ مسلمانن جي وفد جي رويي جي وضاحت ڪندي 6 نومبر 1933ع تي جيڪو بيان ڏنو هئائين ان جو آخري پيراگراف وڏي اهميت رکي ٿو.

"آخر ۾ آءٌ پنڊت جواهر لال نهرو کان هڪ سادو سوال ٿو ڪرڻ چاهيان. جيستائين اڪثريت واري قوم، ڏهن ڪروڙن جي اقليت جي گهٽ ۾ گهٽ مطالبن کي، جن کي پنهنجي بقا لاءِ هو ضروري سمجهن ٿا، نه تي مڃي ۽ نه ئي ڪنهن فيصلو ڪندڙ جو فيصلو ٿي مڃي ۽ واحد قوم هجڻ جو اهڙو ئي رينگٽ ڪري جنهن ۾ صرف ان جو پنهنجو فائدو هجي ته پوءِ هندوستان جو مسئلو ڪيئن ٿو حل ٿي سگهي؟ ان جا صرف ٻه حل آهن يا ته اڪثريت واري هندوستاني قوم کي اهو مٺو پوندو ته اها مشرق ۾ هميشه هميشه لاءِ برطانوي سامراج جي ايجنٽ ٿي رهندي يا وري ملڪ کي مذهبي، تاريخي ۽ تمدني حالتن جي پيش نظر اهڙيءَ طرح ورهائڻو پوندو جو موجوده شڪل ۾ اليڪشن ۽ هندو۔مسلم مسئلي جو سوال ئي باقي نه رهي."

علامه اقبال 1930ع کان وٺي 1934ع تائين هندوستان جي مسلمانن لاءِ الڳ وطن جو مطالبو سياسي فڪر طور پيش ڪيو. پاڻ 1934ع کان وفات تائين پاڪستان جي مطالبي جو جائزو وٺندو رهيو پوءِ "گردِ وطن" ۽ "تصورِ پاڪستان" جو وڇيون ڪڙيون ڪيئن ملائيبيون؟ وطن جو اهو تصور جنهن جو آغاز اقبال وٽ جاگرافيائي بنياد سان ٿيو هو ۽ جنهن جي پهرين واضح صورت ذرتي پوڄا جي طور تي سامهون آئي هئي ان کي ستت ئي ترڪ ڪري علامه اسلامي ضابطهٔ حيات جي حوالي سان وطن جي تصور تي غور ڪرڻ شروع ڪيو. ان نئين تناظر ۾ سندس نظر سڀ کان پهرين تهذيبي بنيادن ڏانهن وئي ۽ اتان اهو سفر آهسته آهسته "مجرد تصورات" کان "معاملات" ڏانهن هليو. ايستائين جو قائدِاعظم کي لڪيل خطن ۾ سياسي پليٽ فارم تان پاڪستان جو مطالبو پيش ڪرڻ جي تجويز پيش ڪيائين. اقبال وطن جي جذبي کي نفسياتي حقيقت جي طور تي تسليم ڪري ٿو ۽ ان کي اسلام خلاف نٿو سمجهي، پر جڏهن ان

ڪي مغربي ملڪ هڪ نصب العين طور سامهون آڻن ٿا تہ اقبال ان صورت ڪي قبول نٿو ڪري. ان تناظر ۾ جڏهن اسين پاڪستان ۾ پاڪستاني قوميت جي مسئلي ڪي منهن مقابل ٿيون ٿا تہ ڪيترائي پيچيده مسئلا اسان جي راه ۾ حائل ٿين ٿا. انهن مسئلن ۾ سوالن منجهان سڀ کان اهم سوال هيٺيان آهن:

1. پاڪستان هڪ جاگرافيائي حقيقت آهي جنهن ۾ فقط مسلمان ئي نہ پر ٻيون اقليتون بہ آباد آهن. ان حيثيت سان انهن اقليتن جو هتي جي سياسي، سماجي ۽ تمدني زندگيءَ ۾ ڪهڙو ڪردار هئڻ گهرجي؟ ٻيو اهو تہ پاڪستان جي جاگرافيائي وحدت ۽ ٻين مسلمان ملڪن جي وچ ۾ ڪهڙو رشتو ممڪن آهي؟
2. قومي سڃاڻپ ۽ ملي سڃاڻپ ڇا بہ مختلف شيون آهن يا هڪ ئي حقيقت جا بہ مختلف پاسا آهن؟ پاڪستان ۾ مسلمان اڪثريت ۾ آهن ان ڪري ڪين پنهنجين زندگين ڪي اسلامي سانچي ۾ ڻاهڻ ۽ پاڪستان ڪي اسلام جي تجربي گاهہ بنائڻ ۾ ڪين موثر عددي اڪثريت حاصل آهي. پر هڪ اسلامي رياست ۾ اقليتن جي قوميت ڪهڙي حوالي سان مقرر ٿيندي؟
3. پاڪستان وجود ۾ آيو تہ آبادين جي متاستا ٿي. مقامي ۽ مهاجر جا فرق اپريا ۽ تهذيبي سطح تي اختلافن جا ڪيترائي پهلو ظاهر ٿيا. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هي علائقو برصغير جو سياسي حصو هو. اڳ هتي جا رهاڪو مسلمان، هندي مسلمان سڏبا هئا ۽ هاڻي هن برصغير ۾ بہ ملڪ آهن: ڀارت ۽ پاڪستان. ٻنهي ملڪن ۾ مسلمان موجود آهن ۽ ان لحاظ کان ڀارت جا مسلمان ۽ پاڪستاني مسلمان بہ الڳ الڳ ملڪن جا شهري آهن يعني هندي مسلمان الڳ ۽ پاڪستاني مسلمان الڳ آهن تہ انهن ۾ فڪر جون ڪهڙيون ڪهڙيون مشاهبتون ۽ ڪهڙا ڪهڙا اختلاف پيدا ٿي چڪا آهن؟ پاڪستاني مسلمانن جو قومي رشتو، ڀارت جي مسلمانن ۽ ٻين مسلمان ملڪن سان ڪهڙو هجڻ گهرجي؟
4. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ هي مسئلو اهم آهي تہ ڇا مغرب جي وطني تصور کي قبول ڪرڻو پوندو يا ان کي رد ڪري پنهنجي سڃاڻپ کي ملي عزائم سان منسلڪ ڪرڻ سگهجي ٿو؟

5ـ پاڪستان جي قومي ٻولي اردو آهي. مختلف مسلمان ملڪن ۾ اهو لساني اختلاف موجود آهي. ايران ۾ فارسي، عرب ملڪن ۾ عربي، پاڪستان ۾ اردو، انڊونيشيا ۾ انڊونيشيائي ٻوليون ملڪي ۽ قومي سطح تي هلي رهيون آهن تہ پوءِ ان شيءِ جي ڳولا ڪرڻ ضروري آهي تہ مسلمانن جي تهذيبي زندگيءَ ۾ ٻولين جي ڪهڙي اهميت رهي آهي؟ ۽ ٻولين جي باري ۾ چوڏنهن سو سالن ۾ مسلمانن جو رويو ڪهڙو رهيو آهي؟ انهن ڪانسواءِ ٻيا بہ ڪيترائي اهم سوال آهن جن کي حل ڪرڻ سان اسان جي قوميت جا بنياد قائم ٿي سگهن ٿا. پر ايترن منجهيل سوالن جا ڪي مختصر جواب ممڪن ناهن پر غور ۽ فڪر لاءِ ڪي رستا ضرور مقرر ڪري سگهجن ٿا. هن مقالي ۾ اها ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ علامہ اقبال جي تحريرن جي حوالي سان ڪجھہ مسئلن جي باري ۾ گفتگو ڪري سگهجي.

اقبال پنهنجي شعرن ۾ هر هنڌ مغربي وطنيت جي تصور جي مخالفت ڪئي آهي ان کان علاوه سندس نثري تحريرن ۾ بہ مسلمان ملڪن جي سماجي تاريخ جي مدد سان مسلمانن جي وطنيت جي تصور جي باري ۾ ڪجھہ بنيادي خيال ملن ٿا. ان مرحلي تي جاگرافي ۽ مجرد تصورات درميان ربط جي ڪوشش اسان کي پاڪستاني قوميت جي اصل بنياد تائين پهچائي سگهي ٿي.

هيٺ علامہ جي لکڻين مان ٿي ٽڪرا پيش ڪري انهن جي پويان لڪل فڪري لاڳاپن کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ جيئن مٿي ذڪر ڪيل سوالن جي باري ۾ ڪنهن واضح رستي کي وٺي سگهجي.

1ـ علامہ اقبال The Reconstruction of Religious thought in Islam P.159- ۾ جاگرافيائي ۽ سياسي حوالي سان هيٺيون پيراگراف لکيو آهي:

"For the present every Muslim nation must sink into her own deeper self, temporarily focus her vision on her self alone, until all are strong and powerful to form a living family of republics. A true and living unity, according to the nationalist thinkers, is not so easy to be achived by a merely symbolical overlordship. It is turly manifestd in a multiplicity of free independent units

where racial rivalries are adjusted and harmonized by the urify-ing bond of a common spiritual aspiraton."

2- 1912ع ۾ "ملت بيضا پر ايک عمرانی نظر" جي عنوان سان علامہ اقبال جي جنهن انگريزي مقالي جو ترجمو ملي ٿو ان جون هي سٽون قابلِ غور آهن:

"مسلمانن ۽ دنيا جي ٻين قومن ۾ اصولي فرق هي آهي تہ قوميت جو اسلامي تصور ٻين قومن جي تصورکان بلڪل مختلف آهي. اسان جي قوميت جو بنياد نہ هڪ ٻوليءَ تي آهي نہ هڪ وطن تي ۽ نہ گڏيل اقتصادي فائدن تي. پر اسان هن برادري ۾ جيڪا پاڻ ڪريم ﷺ جن قائم فرمائي هئي ان ڪري شامل آهيون جو ڪائنات جي باري ۾ اسان سڀني جا بنيادي عقيدا ساڳيا آهن ۽ اسان جون تاريخي روايتون بہ ساڳيون آهن. اسلام سڀني مادي پابندين کان بيزاري ٿو ظاهر ڪري ۽ اسلامي قوميت جو دارو مدار عقيدهٔ توحيد آهي. جنهن جي بنياد تي مسلم امت وجود ۾ اچي ٿي، جنهن ۾ وڌڻ ۽ ڦهلجڻ جي قدرتي صلاحيت موجود آهي. اسلام جي زندگي جو دارومدار ڪنهن خاص قوم جي خاص شڪل ۽ صورت ۽ ڪنهن خاص ڪردار تي نہ آهي. غرض تہ اسلام زمان ۽ مڪان جي سرحدن کان مٿانهون آهي."

3- روزانہ "احسان" ۾ 9 مارچ 1938ع تي علامہ اقبال جو هڪ بيان مولانا حسين احمد مدنيءَ جي جواب ۾ شايع ٿيو هو جنهن ۾ هو چوي ٿو تہ:

"جيڪڏهن وطنيت جو جذبو ايڏو اهم هو تہ پوءِ پاڻ ڪريمن ﷺ جن سان سندن ويجهن مائٽن، نسل وارن ۽ قوم وارن ڪي ايڏي اٽڪٽ ڇو هئي؟ پاڻ ڪريم ﷺ جن اسلام کي هڪ عالمگير ملت سمجهي قوم ۽ قوميت جي لحاظ کان ڇو نہ ابوجهل ۽ ابولهب کي پنهنجو ٻڌائي رکيو ۽ ڇو نہ عربن سان سندن سياسي مسئلن ۾ وطني قوميت قائم رکيائون. جيڪڏهن اسلام مان مراد صرف ۽ صرف آزادي هئي تہ پوءِ اهو مقصد تہ قريشن جو بہ هيو. پر افسوس جو توهان ان نقطي تي غور نٿا ڪريو تہ پيغمبرِ خدا جي سامهون اسلام، دين قيم ۽ امت مسلمہ جي آزادي هئي مسلمانن کي ڇڏڻ يا انهن کي ڪنهن ٻئي امت جي تابع رکي ڪا ٻي آزادي گهرڻ بي معنيٰ هو. ابوجهل ۽ ابولهب مسلمان امت کي آزاديءَ سان وڌندي ويجهندي نہ ٿي ڏسي سگهيا ۽ انهن جي روڪ ٽوڪ جي ڪري ئي انهن سان مسلمانن جون لڙايون ٿيون."

نبي ڪريم ﷺ جن جي قوم بعثت کان ا ڳ بہ هڪ قوم هئي ۽ هڪ آزاد قوم هئي، پر جڏهن اهي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي امت بڻجڻ لڳا تہ انهن جي قومي حيثيت ثانوي ٿي وئي. جيڪي ماڻهو پاڻ ڪريم ﷺ جن جا امتي ٿيا پوءِ اهي نبي ڪريم ﷺ جن جي قوم عرب مان هئا يا ٻي قوم مان اهي سڀ گڏجي محمد ﷺ جن جي امت يا امتِ مسلمہ بڻيا. پهرين اهي ملڪ ۽ نسب جا گرفتار هئا. هاڻي ملڪ ۽ نسب انهن جو گرفتار ٿي ويو.

کسے کو پنجہ زد ملک و نسب را
نہ داوند بختہ دیں اہل عرب را،
اگر قوم از وطن بودے محمد ﷺ
نہ دادے دعوتِ دیں بولہب را

پاڻ ڪريمن ﷺ جن لاءِ اهو رستو تمام آسان هو تہ پاڻ سڳورا، ابولهب يا ابوجهل يا مڪي جي ڪافرن کي چون ها تہ توهين پنهنجي بت پرستي تي قائم رهو ۽ اسان پنهنجي خدا پرستي تي قائم ٿا رهون. پر ان نسلي ۽ وطني هڪجهڙائيءَ جي ڪري جيڪا اسان ۽ توهان جي وچ ۾ آهي ان تي عرب وحدت قائم ڪري سگهجي ٿي. جيڪڏهن نعوذبالله پاڻ سڳورا ﷺ جن اها راهہ اختيار ڪن ها تہ ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اها هڪ وطن دوست جي راهہ تہ هجي ها پر نبي آخر الزمان جن جي راهہ نہ هجي ها. نبوتِ محمد ﷺ جو مقصد ئي اهو آهي تہ هڪ اهڙو انساني سماج جوڙيو وڃي جنهن جي جوڙجڪ الله تعاليٰ جي ان قانون (قرآن) جي تابع هجي جيڪو پاڻ ڪريمن ﷺ جن کي الله تعاليٰ کان عطا ٿيو هو. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ بني نوع انسان جي باوجود سندن ذات، قبيلي، رنگ، نسل ۽ ٻولين جي اختلافن کي تسليم ڪرڻ جي، انهن کي مڙني آلودگين ۽ گندگين کان پاڪ ڪيو وڃي جيڪي زمان ۽ مڪان، وطن، قوم، نسل، نسب ۽ ملڪ وغيره جي نالن سان سڏجن ٿا ۽ اهڙيءَ طرح هن خاڪي انسان کي اهو ملڪوتي تخيل عطا ڪجي جيڪو هر گهڙي "ابديت" سان همڪنار رهي ٿو. اهو آهي مقامِ محمدي ۽ اهو آهي اسلامي ملت جو نصب العين. خبر ناهي تہ انسان کي انهن بلندين تائين پهچڻ لاءِ ڪيترو وقت درڪار آهي. پر ان ڳالهہ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ قومن جي باهمي دوريءَ کي دور ڪرڻ ۽ ذاتي، قبائلي،

نسلي، رنگي ۽ لساني فرقن کي ختم ڪرڻ ۽ انهن کي متحد ڪرڻ جو جيڪو ڪم اسلام چوڏنهن سو سالن ۾ ڪيو آهي دنيا جا باقي مذهب ٽن هزار سالن ۾ به نه ڪري سگهيا آهن. يقين ڪريو ته دينِ اسلام هڪ اهڙو پوشيده ۽ غير محسوس، زنده ۽ نفسياتي عمل آهي جيڪو بنا ڪنهن تبليغ ۽ ڪوشش جي به انساني فڪر ۽ عمل کي متاثر ڪرڻ جي سگهه رکي ٿو. اهڙي عمل کي حال جي سياسي مفڪرن جي جدت طرازين هٿان مسخ ڪرڻ خود بني نوع انسان تي ۽ ان نبوت جي هم گيريءَ تي هڪ وڏو ظلم آهي، جنهن جي قلب ۽ ضمير سان ان جو آغاز ٿيو.“

اقبال جا اهي ٽي ٽڪرا سندس زندگيءَ جي مختلف دورن مان ورتا ويا آهن ۽ انهن ٽنهي جي وچ ۾ هڪ فڪري ڳانڍاپو موجود آهي. پهرين ٽڪري ۾ اقبال جيڪو ڪجهه چيو آهي ان ۾ اسلامي دنيا جي حوالي سان ڳالهه ڪئي وئي آهي. مسلمان ملڪن جي وچ ۾ جداجدا ملڪن جي طورتي رهندي به هڪ هم آهنگي جي ڳولا ضروري قرار ڏني وئي آهي. ان ۾ (Temporarily) جو لفظ اهم آهي ۽ (Sink Deeper) جو مشورو هڪ وقتي قدم جي طور تي گوارا ڪيو ويو آهي. ان ۾ انهن مسلمان ملڪن جي وچ ۾ جتي مسلمان هڪ اهم ۽ موثر عنصر طور موجود آهن هڪ فڪري رابطي جي ڪوشش ڪرڻ هڪ اهم فرض بنجي ٿو. جي ڳالهه ڪئي وئي آهي. اقبال جو ٻيو اقتباس هڪ زبان، هڪ وطن ۽ هڪ جهڙن اقتصادي مفادن کي بنياد تسليم نه ڪرڻ آهي. اقبال جي خيال ۾ جيستائين ديني ۽ اخلاقي قدر ڪنهن به معاشري جا بنياد نٿا بنجن. تيستائين اهي مادي وسيلا چنگيزيت جو رنگ اختيار ڪندا رهندا آهن ۽ جيڪڏهن مادي وسيلن کي ئي بنياد بنايو ويجي ته اهي اسلام سان متصادم ۽ ٽڪرائڻ وارا ٿي پوندا آهن. تنهن ڪري هڪ نظرياتي رياست لاءِ مادي فائدا فقط اعليٰ مقصدن کي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هجڻ گهرجن نه ڪ خود مقصد. نه ته اها ڳالهه ”بت پرستيءَ“ ۾ شامل ٿي پوندي.

ٽئين اقتباس ۾ اهو بنيادي نقطو هي شامل ڪيو ويو آهي ته:

اگر قوم از وطن بودے محمدؐ،
نہ دادے دعوتِ دیں بولہب را

جنهن جو مطلب اهو آهي ته اصل اهميت بنيادي نصب العين ۽ اصولن کي حاصل آهي. مادي فائدن ۽ مادي وسيلن کي نه. انهن ٽنهي

اقتباسن جو بنيادي نقطو اهو آهي تہ دين ۽ دنيا ٻئي اهم آهن پر دنيا کي دين جي تابع رهڻ گهرجي. علامہ اقبال جو ٻيو اقتباس ان ڪري بہ اهم آهي جو ان ۾ زمان ۽ مڪان جو حوالو آيل آهي. اقبال زندگيءَ جو گهٽو حصو زمان ۽ مڪان جي تصور جي نوعيت معلوم ڪرڻ ۾ خرچ ڪيو ۽ هو ان کي اسلامي معاشري لاءِ زندگي ۽ موت جو مسئلو ٿو قرار ڏئي. علامہ مڪان کان زمان جي سفر کي مٿي ذڪر ڪيل اقتباس ۾ هڪ تنزيهي تصور بہ قرار ڏنو آهي. ان اعتبار کان جيڪڏهن اسين اقبال جي فڪر جي مرڪزي نقطي تي پروسو ڪريون تہ سندس وطنيت جي تصور کي هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو تہ اقبال وطن جي محبت کي نفسياتي سطح تي هڪ حقيقت تسليم ٿو ڪري ۽ هو ان جي خلاف ناهي پر مادي کان روح، زمان کان مڪان ۽ دنياوي حقيقتن کان تجريدي حقائق ڏانهن سفر کي لازمي قرار ٿو ڏئي. وطن کي نفسياتي محبت جي سطح کان عقيدي ۽ قدرن تائين وٺي وڃڻ جي جدوجهد ئي اصل ۾ علامہ اقبال جي تصور وطنيت جو بنياد آهي. مادي قدرن کي روحاني قدرن جي تابع رکڻ جي اها بنيادي وصف سندس نظر ۾ سڀ کان اهم آهي. وطن کي ٺوس جاگرافيائي حدن کان وسيع تر سطحن تي وٺي وڃڻ جو عمل ملت جي تصور جو بنياد آهي. جيڪڏهن ان جي پٺيان دنياوي غرضن بجاءِ ديني قدر هوندا تہ اهو سفر اسان کي عالمِ اسلام جي فڪري وحدت ڏانهن وٺي ويندو ۽ ان جي مقصد جي طرف بہ تہ اسلام جو نظام، بنيادي طور تي عالم انسانيت لاءِ آهي، زمان ۽ مڪان جي قيد کان مٿانهون آهي ۽ ان ۾ پوري دنيا لاءِ ڪاميابيءَ جو پيغام آهي.

ان تنزيهي طريقِ ڪار کي علامہ اقبال زندگي جي ٻين دائرن ۾ بہ اختيار ڪرڻ جو مشورو ڏنو آهي. پر وطن جي تصور جي سلسلي ۾ ان جي اهميت کي ڪنهن بہ طرح بہ فراموش نہ ٿو ڪري سگهجي. علامہ اقبال ان کي مختلف هنڌن تي مثال ڏئي واضح بہ ڪيو آهي ۽ اسلامي تاريخ جي سماجي پهلوئن مان بہ اها ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ مسلمان جنهن بہ ملڪ ۾ ويا ان کي ئي پنهنجو وطن قرار ڏنائون ۽ اتان جي تمدني زندگي جو حصو بڻجي اسلام جي اعليٰ مقصدن جي تڪميل لاءِ ڪوششون ڪيائون. پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي هجرت ۾ علامہ اقبال جي خيال ۾ اهو اشارو موجود آهي تہ اعليٰ مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي وطن

۾ شهر جي محبت کي بہ قربان ڪري سگهجي ٿو. "لم يلد ولم يولد" جي وضاحت ڪندي "رموزِبي خودي" ۾ چوي ٿو تہ:

قومِ تو از رنگ و خوں بالاتر است
قیمتِ یک اسودش صد احمر است

***

گر نسب را جزوِ ملت کردۂ
رخنہ در کارِ اخوت کردۂ

***

ہرکہ پا دربندِ اقلیم وجد است
بے خبر از لم یلد لم یولد است

سورت حجرات مان واضح آهي تہ ذاتيون ۽ خاندان فقط سڃاڻپ لاءِ آهن. اصلي شرف ۽ فضيلت جو معيار نسب نہ پر تقويٰ آهي. علامہ اقبال ان تي ئي زور ڏنو ۽ ذاتي ۽ گروهي سڃاڻپ تي اسلامي نصب العين جي فوقيت کي تسليم ڪيو. اهوئي اهو بنيادي نقطو آهي جتان اسين مٿي بيان ڪيل مسئلن کي حل ڪري سگهون ٿا. باقي رهيو لساني مسئلو تہ اسلام جي سماجي تاريخ جي مطالعي ۾ ان جو جواب موجود آهي. ٻوليون فقط اظهار جو وسيلو آهن اهي بت ناهن جو انهن جي پوڄا ڪئي وڃي. صدين تائين تمدني سطح تي ترجيحن جو هڪ اصول قائم رهيو آهي جنهن ڪري عربيءَ کي قرآن پاڪ جي ٻولي هئڻ جي ڪري فوقيت حاصل رهي آهي. اسلامي دنيا جي ثقافتي ٻولي فارسي هئي پر مسلمان جتي بہ ويا انهن اتان جي ٻوليءَ کي پنهنجي اظهار جو وسيلو بڻايو. انهن علائقن جي ٻولين کي تبليغ ۽ هدايت جو ذريعو بڻايو. زبان سان پرستش جو ڪو ذرو بہ شامل نہ ڪيو ويو نہ ئي ملڪي ۽ علائقائي ٻولين جي جهيڙي جي ڪا خبر اسان کي ملي ٿي.

ويهين صدي کان اڳ زبانون ۽ ٻوليون جهڳڙي جو سبب هرگز نہ هيون. ڇاڪاڻ تہ اصل اهميت زبانن کي نہ پر مقصدن کي حاصل هئي. ٻولي ۽ زبان تہ فقط اظهار جو وسيلو آهن. جيئن ته اهو وسيلو مقصد بڻجي پوي تہ ان سان اڻ ڳڻيون خرابيون پيدا ٿي سگهن ٿيون. اسان جي لساني مسئلن ۾ اهي خرابيون پيدا ٿي چڪيون آهن ۽ اقبال جي فڪر سان اسين انهن مسئلن تي غالب اچي سگهون ٿا.

صوفي گلزار احمد / انيس گل عباسي

# علامہ اقبال_ مسلم امت جو عظيم شاعر ۽ فلسفي

علامہ اقبال کي تمام وڏو شاعر، پيامبر ۽ فلسفي مڃيو وڃي ٿو. هو هڪ اهڙي هستي هو جنهن ۾ جملي گڻ يڪجا موجود هئا. هڪ انسان ۾ انهن سڀني گڻن جو هجڻ فطرت جو هڪ نادر ڪرشمو آهي. هڪ فلسفي يا مفڪر جو پنهنجي قوم ۽ ملت لاءِ رهبر ۽ پيامبر هئڻ سان گڏ هڪ اعليٰ شاعر بہ هجڻ ان قوم ۽ ملت جي لاءِ وڏي خوش نصيبي آهي. هڪ فلسفي ۽ مفڪر جي متعلق عام طور تي ڏنو ويو آهي تہ هو خيالن ۽ سوچن جي دنيا ۾ گم رهندو آهي. احساسن ۽ جذبات جي دنيا سان ڪيس ڪوئي سروڪار ناهي هوندو. هڪ فلسفي ۽ مفڪر جي دنيا اُن جا خيال ۽ افڪار هوندا آهن ۽ هڪ شاعر جي دنيا اُن جا احساسات ۽ جذبات هوندا آهن. هڪ فلسفي پنهنجي دماغ سان همڪلام ٿيندو آهي ۽ هڪ شاعر پنهنجي دل سان گفتگو ڪندو آهي ۽ ان جي متعلق ٿي چوندو ۽ ٻڌندو آهي. پر هڪ فلسفي شاعر جي سڀ کان وڏي وصف اها آهي تہ هو پنهنجي دماغ جي بہ ٻڌندو آهي سندس خيالات ۽ سوچن کي بہ پنهنجو ڪندو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ انهن خيالن ۽ افڪار کي احساسن ۽ جذبن جي چاشني بہ ڏيندو آهي. هو جيڪي ڪجهہ سوچيندو ۽ سمجهندو آهي ان کي احساسن ۽ جذبن جي قالب ۾ پرئيندو ويندو آهي. جڻ پنهنجي خيالن ۽ سوچن کي دل جي گهرائين تائين سجائيندو ۽ کين پنهنجي احساس جي رنگ ۾ سمائي ڇڏڻ شاعر جو سڀ کان وڏو ڪمال آهي. اهو ڪمال علامہ اقبال جي فلسفيانہ شاعريءَ ۾ عروج تي آهي.

هڪ مفڪر جو ڪم سوچڻ ۽ غور فکر ڪرڻ آهي، ڪائنات جي

مختلف ڳوڙهن ۽ منجهيل حقيقتن جو حل تلاش ڪرڻ آهي. خود انسان جي تخليق ٿي سڀ کان وڏو معمو آهي جنهن بابت هر زماني جا فلسفي متاڪث ڪندا رهيا آهن. علامه اقبال هڪ فلسفيءَ جي حيثيت سان انهن سيني منجهيل مسئلن کي سلجهائڻ ۾ مشغول نظر اچي ٿو. هو اهڙن مسئلن جو حل پيش ٿو ڪري جيڪي غور و فکر ۽ ڳولها جي سگهه گهرن ٿيون. مثلاً انسان، خدا، ڪائنات جي اصل حقيقت ۽ ماهيتِ زندگي و موت زمان و مکان وغيره. هڪ مفڪر ڪائنات جي مختلف حقيقتن کي ڏسڻ جي غير معمولي سگهه رکي ٿو. ان مٿان زندگي ۽ موت جا سمورا راز آسانيءَ سان ظاهر ٿين ٿا. جيڪي عام ماڻهو کي عجب ۾ وجهي ڇڏين ٿا. هو انهن غيبي واقعات ۽ حادثن کي به ڏسي وٺي ٿو جيڪي اڃان وجود ۾ ئي نه آيا آهن. علامه اقبال فطري طورتي هڪ اهڙي طبيعت جو مالڪ هو جنهن جو هڪ فلسفي ۽ مفڪر ۾ هجڻ ضروري آهي. هو ڪائنات ۾ رڳو گلزارن ۽ باغن جي سيرتي ئي اڪتفا نٿو ڪري ۽ رڳو گلن ۽ ٻوٽن جي ظاهري سونهن ۽ دلاويزي کيس دلي سڪون نٿي پهچائي بلڪ هو انهنجي دل ۾ پيهي ڏسڻ ٿو چاهي ۽ سندن سينا چيري سربستا راز ڄاڻڻ لاءِ جاکوڙڻ ٿو چاهي. هو هڪ اهڙو دماغ کڻي آيو هو جو زندگي جي رازن ۽ ڳجهن کي سمجهڻ جي غير معمولي صلاحيت رکندڙ هو ۽ ان سان گڏ هو هڪ اهڙي دل به کڻي آيو هو جيڪا زندگي جي سوز ۽ ڪائنات جيءِ درد سان لبريز هئي يعني فلسفي هئڻ سان گڏوگڏ شاعري جي لاءِ جنهن پرسوز دل جي ضرورت هوندي آهي سابه رکندڙ هو. تنهنڪري فلسفي شاعر جي حيثيت ۾ هن شاعريءَ جي زمين ۾ اها آبياري ڪئي جو تغزل جي دنيا دنگ رهجي وئي. اقبال جي فلسفياڻي ڪلام جي نمايان خصوصيت زندگيءَ جي فلسفي کي پيش ڪرڻ آهي.

زندگيءَ جي فلسفي جون جهلڪيون اسان کي سندس ڪلام ۾ هر هنڌ ملن ٿيون. زندگي سندس نظر ۾ سراپا جوش، جاکوڙ ۽ ڪوشش، عمل پيهم ۽ متواتر جدوجهد جو نالو آهي جنهن ۾ سڪون نالي ماتر به ناهي. انساني زندگيءَ، جي لاءِ سڪون موت آهي، اها زندگي جنهن ۾ ڪو تحرڪ ناهي ۽ عمل جو فقدان آهي سا زندگي اسان جي لاءِ اصل ۾ موت جو پيغام آهي. اسان جي هستيءَ جو اصل روح، عمل پيهم

۽ سراسر هلچل ۾ آهي. تنهن ڪري اقبال انسان کي پنهنجي ڪلام ۾ انهيءَ جدوجهد جو سبق ڏنو ڏئي ٿو ۽ ڪيس سڪون ۽ بي عمليءَ کان ڊيڄاري ڊمڪائي ٿو. تنهن ڪري هو هڪ هنڌ انسان کي مخاطب ٿيندي ائين ٿو فرمائي تہ:

ظلامِ بحر میں کھوکر سنبھل جا،
تڑپ جا پیچ کھا کھا کر بدل جا،
نہیں ساحل تری قسمت میں اے موج،
ابھر کر جس طرف چاہے نکل جا۔

هڪ ٻي جاءِ تي زندگيءَ جو درس ڏيندي فرمائي ٿو تہ زندگيءَ کي "نفعي ۽ نقصان" جي نظر سان نہ ڏسڻ گهرجي. زندگي ان کان بالاتر آهي. ان ۾ نفعي ۽ نقصان کي نظر ۾ رکڻ فضول آهي ۽ نہ ئي ڪيس "امروز و فردا" جي پئماني سان ماپڻ گهرجي. زندگي تہ جاودان آهي ۽ هڪ اهڙي شيءِ آهي جا هر دم جوان رهڻ واري آ ۽ اها هميشہ روان دوان رهندي آ. ان ۾ سڪون نالي ماتر بہ ڪونهي، تنهنڪري اهڙي زندگيءَ جي حصول جي لاءِ متواتر جدوجهد ۽ پيهم عمل هڪ لازمي شرط آهي. ان لاءِ فرمائي ٿو:

برتر از اندیشۂ سود و زیاں ہے زندگی،
ہے کبھی جاں اور کبھی تسلیم جاں ہے زندگی!
تو اسے پیمانۂ امروز و فردا سے نہ ناپ،
جاوداں، پیہم رواں، ہر دم جواں ہے زندگی

انسان جي متعلق فرمائي ٿو تہ "تون ان هستي جي ساموندي ذخيري ۾ هڪ حباب (ڦوٽي) وانگر آهين ۽ توکي هن دنيا ۾ رکيو هڪ امتحان جي لاءِ آندو ويو آهي. هڪ اهڙي دنيا ۾ جنهن ۾ زيان ئي زيان آهي ۽ نفعو تہ نالي ماتر بہ ڪونهي. اهوئي سبب آهي تہ هن دنيا کي زيان گهر چيو ويو آهي، تنهن ڪري فرمائي ٿو:

قلزمِ ہستی سے تو ابھرا ہے مانندِ حباب،
اس زیاں خانے میں تیرا امتحاں ہے زندگی

سندس نقطهءِ نظر اهو آهي تہ زندگي سراسر حرڪت ۽ سراپا جدوجهد جو نالو آهي. اها مشڪلاتن ۽ مصيبتن سان پرپور آهي. زندگي گذارڻ کير جو دريا وهائڻ کان گهٽ نہ آهي. تنهنڪري ان کي آسان ڪم نہ سمجهڻ گهرجي. ان بابت لکي ٿو تہ:

زندگانی کی حقیقت کوہکن کے دل سے پوچھ،
جوئے شیر و تیشہ و سنگِ گراں ہے زندگی

## خوديءَ جو تصور اقبال جي نظر ۾:

خوديءَ جو تصور نهايت وسيع آهي. اهوئي تصور آهي جيڪو انساني زندگيءَ کي عمل ۾ سرگرم رکندو آهي. اقبال جي نظر ۾ خوديءَ مان مراد اهائي ارتقا آهي، جيڪا سيني اعليٰ ۽ ادنيٰ مخلوقات ۾ هر دم جاري رهندي آهي. خوديءَ جي ڪري ئي ڪنهن انسان کي پنهنجي ذات جو شعور ٿيندو آهي ۽ پنهنجي ذات جي شعور کان سواءِ پنهنجي مقاصد جو شعور بہ ٿيڻ لڳندو آهي. اهوئي شعور آهي جيڪو انسان کي ڪائنات جي ٻي مخلوقات کان ممتاز ڪندو آهي. سمجهائيندي فرمائي ٿو.

خودی کیا ہے؟ رازِ درونِ حیات!
خودی کیا ہے؟ بیداریٔ کائنات!

سيني مخلوقات ۾ انسان کي ان لاءِ افضل ۽ اعليٰ مڃيو ويو آهي جو ان جي خوديءَ کي ٻي مخلوقات تي برتري حاصل آهي. انساني هستي ئي هڪ حقيقي هستي آهي ڇو تہ انساني هستي جو آغاز ئي خودي جو شعور آهي، ۽ خودي جو شعور ان وقت پختو ٿئي ٿو جڏهن انسان پنهنجي ماحول سان مهاڏو اٽڪائي ان تي حاوي ٿئي ٿو ۽ ان ۾ خوديءَ جي باهہ زور سان ڀڙڪي پوي ٿي. خوديءَ جي واڌ ويجهہ جو راز ئي مسلسل تحرڪ، اندروني عمل ۽ لڳاتار جدوجهد ۾ آهي. خودي پنهنجي بقا ۽ پختگيءَ لاءِ هميشہ خارجي طاقتن سان جهيڙيندي رهندي آهي تہ جيئن انهن تي غالب اچي سگهي ۽ پنهنجي هستيءَ کي ترقيءَ جو سامان مهيا ڪري سگهي. ماحول ۽ خارجي قوتن سان جنگ جوٽڻ کان سواءِ خوديءَ جي بقا ڪنهن ٻي صورت ۾ ممڪن نہ آهي. اقبال خوديءَ جي عظمت ۽ شان جو وڏو قائل آهي. سندس نظر ۾ خودي اهو حربو آهي جنهن جي مدد سان انسان ۾ سڪندري ۽ حيدري جذبو پيدا ٿيندو آهي ۽ هو باطل جي ڪنهن بہ قوت کان نہ ڊڄندو آهي ۽ نہ ئي غلبي هيٺ ايندو آهي. سندس راهہ ۾ خواهہ ڪيترين ئي مشڪلاتون ڇو نہ اچن هو اهي سر ڪري ويندو آهي. مقصد تہ سڄي جهان جون قوتون سندس ذات جي تابع ٿي وڃن ٿيون. قيصر و ڪسريٰ جي عظمت ۽ جاہ و جلال ان جي آڏو هيچ

هوندو آهي. هو خوديءَ جي ٻل ۾ ٽيڪ تي ٿي دنيا جو فاتح بڻبو آهي ۽ دنيا تي ڇانئجي ويندو آهي. جيئن تہ فرمائي ٿو:

خودی کے زور سے دنیا پہ چھاجا،
مقامِ رنگ و بو کا راز پاجا،
برنگِ بحر ساحل آشنا رہ!
کفِ ساحل سے دامن کھینچتا جا

اقبال خوديءَ جي عظمتن ۾ ان جي جاه و جلال جو ايترو تہ گرويده آهي جو خوديءَ کي پستي کان بلنديءَ طرف وٺي ٿو وڃي يا ٻين لفظن ۾ ان کي فرش تان کڻي عرش جي بلنديءَ تي پهچائي ٿو. جيئن تہ ظاهر آهي:

خودی کی جلوتوں میں مصطفائیﷺ
خودی کو خلوتوں میں کبریائی

علامہ اقبال جي نظر ۾ خودي جو اظهار سوز ۽ ساز سان آهي. خوديءَ جو طالب انسان آرزوءَ جي سوز ۾ بيقرار رهندو آهي. اهڙي زندگي مسلسل ڪوشش ۾ سراپا عمل سان جڙيل هوندي آهي. جيڪڏهن انسان کي سڪون حاصل هجي تہ اهو هميشہ جو موت آهي. خوديءَ جي طالب کي آرزوءَ جي تڙپ ئي هردم عمل ۾ سرگرم رکندي آهي ۽ هو مقاصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ زندگيءَ جي ميدان ۾ جنگ جوٽي بيهندو آهي. جيئن ظاهر آهي زندگي جي حقيقت کي هو آرزوءَ جي سوز ۽ مقصدن جي حصول کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ نٿو سمجهي. جهڙوڪ هنن شعرن مان واضح آهي:

زندگانی را بقا از مدعا است
کاروانش را درا از مدعا است
زندگی در جستجو پوشیده است
اصلِ او در آرزو پوشیده است

”زندگيءَ جي بقا مقصد سان آهي ۽ مقصد ئي زندگيءَ جي قافلي لاءِ اندر جو آواز آهي، ۽ زندگي وري جستجو ۾ پوشيده آهي ۽ جستجو وري آرزوءَ ۾ پوشيده آهي.“

پوءِ هڪ هنڌ ان زندگيءَ جي حقيقت جو نقشو ان خوبيءَ سان تہ ڪيي ٿو جو انساني هستيءَ جي تصوير ڪيي ٿو بيهي ۽ وري ڪمال اهو آهي تہ نهايت ساده ۽ بليغ لفظن ۾:

دریں گلشن پریشاں مثلِ بویم
نمی دانم چہ می خواہم، چہ جویم،
برآید آرزو یا برنہ آید،
شہیدِ سوز و سازِ آرزویم

”آءٌ هن گلشن (دنيا) ۾ خوشبو وانگر پريشان آهيان، مونکي خبر ناهي تہ مان ڇاتو چاهيان ۽ ڪنهن ڪي ڳولي رهيو آهيان. منهنجي آرزو پوري ٿيندي الاءِ نہ، پر آرزوءَ جي سوز ۽ سازتي آءٌ سرتوگهوريان.“

اقبال وٽ انساني زندگي ۾ خوديءَ جون اهي ارتقائي منزلون ان رنگ ۽ بُو جي جهان تي ئي ختم نہ ٿيون ٿين بلڪ رنگ و بُو جي جهان کان سواءِ ٻيا جهان بہ آهن جيڪي انساني نظرن کان لڪل آهن ۽ جتي انساني زندگي ارتقائي منزلون طئہ ڪري مستحڪم ٿي سگهي ٿي ۽ سندس خودي طاقت حاصل ڪري سگهي ٿي. خوديءَ جا اهي ميدان آهن جتي ڏينهن رات ۽ زمان و مڪان جو ڪو بہ قيد ناهي. شاعر انسان کي زمان و مڪان جي قيد کان بالاتر سمجهي سندس عظمت ۽ شان شوڪت جو اعتراف بہ ڪري ٿو جيئن تہ هنن شعرن مان واضع آهي:

قناعت نہ کر عالمِ رنگ و بو پر،
چمن اور بھی آشیاں اور بھی ہیں
تو شاہیں ہے، پرواز ہے کام تیرا،
ترے سامنے آسماں اور بھی ہیں

## عشق جو تصور:

اقبال جي نظر ۾ انسان جي اندر سوزِ تمنا ۽ سوز آرزو ئي سندس جملي عملن ۽ فعلن جو ذميوار آهي ۽ ڪيس حرڪت ۾ رکي ٿو. اهوئي سوز ۽ ساز آهي جنهن جي ڪري انساني زندگي ۾ هلچل آهي ۽ اها مقصدن جي حصول ۾ هر دم ڪو شان رهندي آهي. انهيءَ تمنا يا آرزوءَ جي شديد احساس کي عشق ۽ محبت چئبو آهي. عشق ۽ محبت کان سواءِ انساني زندگيءَ جي ڪا بہ حقيقت ڪانهي. اهوئي انساني زندگيءَ جو روح روان آهي. عشق ئي سوز آ ۽ عشق ئي ساز آ. انساني زندگيءَ ۾ جملي بيچيني ۽ بيقراري ان جي ئي ڪري آهي. عشق سراپا جدوجهد ۽ عمل جي سرگرميءَ جو نالو آهي. عشق جو ڪم ڪنهن بہ منزل تي رڪجڻ نہ بلڪ هر وقت سندس مقصد اڳتي وڌڻ آهي تہ جيئن هو ادنيٰ

مظاهر کان اعليٰ مظاهر طرف قدم وڌائيندو رهي. اقبال روميءَ جو پوئلڳ هوندي عشق کي جملي ڪائنات جو روح روان ۽ سندس مبداء تصور ٿو ڪري. ڪائنات جي ادنيٰ مخلوق کان وٺي اعليٰ مخلوق تائين سڀ عشق جا ئي تابع آهن. عشق ڪائنات جي هر شيءِ ۾ موجود ۽ هر شيءِ جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي. عشق صرف انسانن ۾ ئي موجود ناهي بلڪ جملي جمادات، نباتات ۽ حيوانات مطلب تہ ڪائنات جي ذري ذري ۾ موجود آهي ۽ اهڙيءَ طرح اهو هر ذري جو تعلق ان اصل حقيقت سان قائم رکندو آهي. اقبال عشق جي عظمتن جو ايترو تہ قائل آهي جو ڪائنات جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪندي ڪيس هر جاءِ تي عشق جوئي جلوو نظر اچي ٿو جيڪو سندس هنن شعرن مان ظاهر آهي:

بہ برگِ لالہ رنگ آميزیِ عشق،
بجانِ ما بلا انگيزیِ عشق،
اگر ايں خاکداں را وا شگافی،
درونش بنگری خوں ريزیِ عشق

”گلا لاله جي پنن ۾ عشق جي رنگ آميزي آهي، منهنجي جان (روح) جي اندر عشق جو شور آهي، جيڪڏهن تون هن دنيا کي چيري ڏسين تہ توکي، ان جي اندر بہ عشق جي ئي خونريزي نظر ايندي.“

انساني زندگيءَ ۾ عشق جي ڪار فرمائي ۽ ان جي ڪارڪردگين کي اقبال اهڙي انداز ۾ پيش ٿو ڪري جو هر انسان جهومي ٿو پوي ۽ ان تي وجد طاري ٿي ٿو وڃي. اهو فقط اقبال جي بلند نظري ۽ ذهني وسعت جوئي نتيجو آهي جو هو عشق ۾ اهڙو سرور ۽ آسودگي ڏسي ٿو. عشق جي ڪري ئي انساني زندگي سرور ۽ ڪيف سان لبريز نظر اچي ٿي. هر طرف نشاط ئي نشاط ۽ خوشيون پنهنجا دامن ڦهلائي بيٺيون آهن. ورنہ انساني هستيءَ جي ڇا مجال جو اها اهڙين مسرتن، سرور ۽ ڪيف مان لطف اندوز ٿئي. تنهن ڪري لکي ٿو:

عشق کے مضراب سے نغمۂ تارِ حيات،
عشق سے نورِ حيات، عشق سے نارِ حيات۔

مولانا روميءَ ۽ علامہ اقبال جي عشق ۾ فرق اهو آهي تہ جتي مرشد رومي ذاتِ الاهي جي محويت جي تاثرات ۾ ٻڏي وڃي ٿو اتي اقبال جي عشق جو جذبو هڪ تخليق جو جذبو ۽ ارتقا جو جذبو بڻجي پوي ٿو. اقبال جيئڻ تہ زندگي ۾ سراپا جوش، عمل جي قوت، جذبات ۽ وجدان

جي تخليق ڪندڙ شاعر آهي ان ڪري هو انهن سيني لاءِ صرف عشق جو لفظ لکڻ ئي ڪافي ٿو سمجهي. اقبال جي نظر ۾ جملي تهذيب ۽ تمدن جي ترقي مذهب، صنعت و حرفت، سونهن ۽ آرٽ جي تخليق جو ڪم عشق جي مدد سان ئي ممڪن آهي. هر قسم جي تخليق جو ميدان اهو عشق ئي آهي. عشق انساني زندگيءَ جي هر شعبي تي حاوي آهي. عشق نه هجي ته زندگيءَ جي ڪنهن به شعبي ۾ هلچل نه هجي. انسان چاهي ڪنهن به ڪم تي لڳل ڇو نه هجي ڪيس هلائڻ وارو اهو عشق ئي آهي. عشق جي مدد سان ئي انسان سوچيندو، فڪر ڪندو ۽ وري عمل جي طرف راغب ٿيندو آهي. عشق ڪان بنا عقل، دل ۽ نگاهه ڪچا آهن. جيئن هنن شعرن مان واضح آهي:

عقل و دل و نگاہ کا مرشدِ اوّلین ہے عشق
عشق نہ ہو تو شرع و دیں بت کدۂ تصورات!

هڪ ٻيءَ جڳهه تي عشق جي عظمت ۽ شان و شوڪت تي غور ڪندي هينئن عشق جي ترجماني ٿو ڪري:

صدقِ خلیلؑ بھی ہے عشق، صبرِ حسینؓ بھی ہے عشق
معرکۂ وجود میں بدر و حُنین بھی ہے عشق

اقبال جي عشق جو جذبو هڪ تعمير جو جذبو ۽ ارتقا جو جذبو آهي، جنهن جو ڪم ڪٿي به رڪجڻ ناهي بلڪ ترقيءَ جي راهه تي اڳتي وڌڻ آهي. هي اهوئي جذبو آهي جيڪو انسان کي اميدن ۽ تمنائن جي شديد احساس سان لبريز رکي ٿو. جنهن انسان جي دل عشق جي جذبي سان ڀريل آهي، سو هر دم جوان آهي. هو مسلسل جاکوڙ ۽ ڪوشش جو قائل هوندو آهي. هو وصل بجاءِ هجر جو متلاشي رهندو آهي. ڪيس هجر مان اها لذت نصيب ٿيندي آهي جيڪا وصل مان به ملي نه ٿي سگهي. هن سوز ۽ ساز جي دنيا جو ميلاپ ان جي لاءِ دائمي موت آهي ۽ هجر ان لاءِ دائمي لذت. اقبال جي خيال ۾ ميلاپ (وصل) هن سوز ۽ ساز جي جهان ۾ جملي اميدن جو موت آهي. انسان جي ارتقا انهيءَ صورت ۾ ممڪن آهي جو هو عشق جي زور تي اڳتي وڌندو رهي، حسرتن ۽ اميدن جي باهه ۾ هردم سڙندو رهي ۽ ڪيس ڪڏهن به سڪون نصيب نه ٿئي. زندگيءَ جي اصليت اهائي آهي ۽ عشق جو حاصل به اهائي شي آهي. فراق ۾ تڙپڻ ئي زندگي جو حاصل آهي. پر جي اهو حاصل نه هجي ته

انسان جي لاءِ سڪون موت آهي. آرزوئن جي تڙپ ۽ مقصدن جي حاصل ڪرڻ جو شوق انسان کي عمل جي ميدان ۾ چڪي چڪي وٺي ٿو وڃي. جيئن هنن شعرن مان ظاهر آهي:

عالم سوز و ساز میں وصل سے بڑھ کے ہے فراق،
وصل میں مرگِ آرزو! ہجر میں لذتِ طلب!

اقبال جي نظر ۾ خودي جي مڪمل تيڻ جو ڪم عشق کان سواءِ سرانجام نٿو ٿئي. خوديءَ جي اوسر جي لاءِ عشق غذا جو ڪم ڏئي ٿو. جيڪڏهن عشق جي غذا ميسر نہ هجي تہ خوديءَ جي هستي محدود ٿي وڃي، عشق زندگيءَ جي جهان جو جوهر آهي ۽ خودي عشق جو جوهر آ.

جوہر زندگی ہے عشق، جوہرِ عشق ہے خودی

اقبال جي نظر ۾ عشق ۽ محبت هڪ تقليد جو نالو آهي. عشق جي معنيٰ اها ناهي تہ عاشق پنهنجي ذات کي معشوق جي ذات ۾ ضم ڪري ڇڏي بلڪ اها آهي تہ اها بزرگ ۽ برتر شخصيت ڪيس هڪ آئيني جو ڪم ڏئي ۽ هو انهن جملي ڳڻن سان واڳجي وڃي جيڪي ان شخصيت سان وابستہ آهن. انهيءَ ۾ ئي خوديءَ جي تڪميل جو راز لڪل آهي. جيئن تہ فرمائي ٿو:

نقطۂ نورے کہ نامِ اُو خودی است،
زیرِ خاکِ ما شرارِ زندگی است،
از محبت می شود پایندہ تر،
زندہ تر، سوزندہ تر، تابندہ تر۔

"نقطۂ نور جنهن جو نالو خودي آهي، اهوئي اسانجي بدن ۾ زندگيءَ جي چڻنگ آهي. اهو (الله تعاليٰ جي) محبت سان ئي پائيدار ٿيندو آهي، (۽ محبت سان ئي) وڌيڪ زنده، وڌيڪ سيڪ ڏيندڙ ۽ وڌيڪ روشن ٿئي ٿو."

عشق ۽ محبت سان گڏوگڏ اقبال فقر ۽ استغنا کي بہ نہ وساريو آهي. سندس نظر ۾ فقر ۽ استغنا بہ خوديءَ کي طاقت ڏين ٿا. فقر مادي لذتن کان بي نيازٿي ڪائنات جي قوتن کي زير ڪري ۽ انهن کي پنهنجي ذات جي تابع ڪرڻ جو نالو آهي. فقر جملي امن ۽ انصاف جو ضامن ۽ غلامن توڙي مجبورن لاءِ آسرو بہ آهي هي اهوئي فقر آهي جنهن جو اقبال درس ٿو ڏئي:

اک فقر سکھاتا ہے صیاد کو، نخچیری!
اک فقر سے کھلتے ہیں اسرارِ جہانگیری!

اک فقر سے قوموں میں مسکینی و دلگیری!
اک فقر سے، مٹی میں خاصیتِ اکسیری!

جڏهن انساني خودي عشق و محبت ۽ فقر و اسغنا جي ڪري پختي ٿي ۽ پڌجي وڃي ٿي ته ڪائنات انساني خوديءَ آڏو نوڙي پوي ٿي ۽ ان طرح انسان ڪائنات جي جملي زير ڪندڙ قوتن تي حاوي ٿي ۽ ڪين پنهنجي ذات جي تابع ڪندو آهي:

از محبت چوں خودی محکم شود
قوتش فرماں دہِ عالم شود

”جڏهن خودي محبتِ (الاهيءَ) سان محڪم ٿي ويندي آهي، ته پوءِ سندس قوت ڪائنات جي فرمانروائي ويندي آهي.“

## فرد ۽ ملت:

علامہ اقبال رڳو فرد جي اڪيلي زندگي جوئي غورسان اڀياس ناهي ڪيو بلڪ هن معاشرتي ۽ اجتماعي زندگي تي به روشني وڌي آهي. اقبال جو اهو عقيدو آهي ته فرد جي زندگيءَ جو بنياد سندس انفرادي زندگي ناهي بلڪ اجتماعي زندگي آهي. اها اهائي زندگي آهي جنهن ۾ انسان بلند کان بلند مقصدن جو تعين ڪري ٿو ۽ اعليٰ و ارفع روحاني ۽ اخلاقي قدرن کي اپنائيندو آهي. اجتماعي زندگيءَ ۾ انسان جي ذاتي مفادن جي ڪابہ حقيقت نٿي رهي بلڪ هو پنهنجي ذاتي مفادن کي معاشرتي مفادن تي قربان ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي ذات کي پوريءَ ريت هڪ معاشري ۾ ضم ڪري ڇڏيندو آهي. انسان هڪ معاشرتي حيوان آهي معاشري کان الڳ سندس ڪائي بہ هستي ناهي. اڪيلو فرد پنهنجي مقصدن کان بہ بيگانو رهندو آهي. انساني هستيءَ جي واڌ ويجهہ ۽ ان جي اوسر ان حالت ۾ ئي ممڪن آهي تہ هو پنهنجي ذات جي هڪ سماج سان مطابقت پيدا ڪري. اعليٰ روحاني ۽ اخلاقي قدرن جي حصول جي ضامن بہ اهائي شي آهي. اهڙن ئي انسانن کي ابدي بقا حاصل ٿيندي آهي ۽ اهي لافاني ٿي ويندا آهن جيڪي پنهنجي هستي کي بين جي ذات ۾ وڃائي پنهنجي ذات ۽ مفادات کان هميشہ ڪناره ڪشي اختيار ڪندا آهن. اهڙائي ماڻهو دلي ڪشادگي ۽ وسيع نظريءَ جا هيراڪ هوندا آهن ۽ زندگيءَ جي اسرارن ۽ رمزن کان واقف. تنهنڪري اقبال پنهنجي شعرن ۾ هر هنڌ فرد ۽ ملت جي ربط جي تلقين

تو ڪري، جيئن تہ فرمائي ٿو:

فرد قائم ربطِ ملت سے ہے، تنہا کچھ نہیں،
موج ہے دریا میں اور بیرونِ دریا کچھ نہیں۔

ساڳئي انداز ۾ ڪجھہ ٻين جڳھن تي بہ فرد ۽ ملت جي باهمي تعلق تي نظر وجھندي فرد کي جماعت ۾ گم ٿيڻ جو مشورو ٿو ڏئي:

فرد تا اندر جماعت گم شود
قطرہءِ وسعت طلب قلزم شود

"فرد جيئن ئي پاڻ کي جماعت سان ملائيندو آهي تہ اهو ائين آهي جڻ قطرو طلب ڪري سمنڊ بڻجي ويندو آهي."

فرد تنہا از مقاصد غافل است
قوتش آشفتگی را مائل است

"اڪيلو فرد اعليٰ مقاصد کان غافل هوندو آهي ۽ سندس طاقت ڪمزور ٿي ويندي آهي."

## مذهب ۽ زندگي:

علامہ اقبال هڪ مردِ مسلمان جي حيثيت ۾ مسلمان جي زندگيءَ جي اثبات جو قائل آهي. هو انسان کي هڪ مردِ مجاهد ۽ هڪ عامل جي زندگي بسر ڪرڻ جي ترغيب ٿو ڏئي:

عمل سے زندگی بنتی ہے جنت بھی جہنم بھی
یہ خاکی اپنی فطرت میں نہ نوری ہے نہ ناری ہے۔

اقبال جي نظر ۾ هن ڪائنات جو بنياد ئي عمل تي آهي. ڪائنات ۾ انساني زندگي سراپا عمل ۽ مسلسل جدوجهد آهي. هن هستي جي ميدان ۾ اهوئي مجاهد مرد ڪامياب ٿيندو آهي جيڪو عمل کي هٿان نہ وڃائي ۽ مشڪلات ۽ مصيبتن جو مقابلو ڪندو رهي. اقبال کي اسلام سان دلي عشق آهي. هو هر مسلمان کي اسلامي تعليمات کي اپنائڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ جي ترغيب ٿو ڏئي.

اقبال هڪ عملي شاعر ۽ مردِ مجاهد آهي. هن وٽ مثبت زندگيءَ جو تصور ايتري قدر تہ ظاهر آهي جو هو مصيبتن ۽ مشڪلاتن کي دعوت ٿو ڏئي ۽ وري انهن تي حاوي ٿيڻ ٿو چاهي:

سخت کوشی سے ہے تلخ زندگانی انگبیں!

سڪون ۽ آرام کي هو زندگيءَ لاءِ موت پيغام ٿو سمجهي. هڪ مرد

مجاهد ۽ مسلمان لاءِ پرسڪون ۽ خاموش زندگي حرام آهي. هو پرجوش ۽ خطرناڪ واقعات ۽ حادثن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيو آهي. ان جي لاءِ ان قسم جو خوف سندس راهہ ۾ رنڊڪ نٿو ٿي سگهي ۽ ان جي زندگي کي ناڪام نٿو بڻائي سگهي.

اقبال اهڙي زندگيءَ جو خواهش مند آهي جيڪا ڪيس اعتدال جي راهہ ڏيکاري ۽ اها زندگي اسلامي تعليمات کان ٻاهر رهي ڪنهن بہ صورت نصيب نٿي ٿي سگهي. مشرقي زندگي راهبانہ آهي ۽ مغربي زندگي خالص مادي. تنهنڪري اقبال جي نظر ۾ انهن مان ڪائي بہ زندگي بهتر طور تي اسري نٿي سگهي. اقبال اسلامي زندگيءَ جي تصور کي اپنائي، اسلامي تعليمات تي زور ڏيندي سيني امتن ۾ قومن مان مسلمان قوم کي بهتر ٿو سمجهي. سندس نظر ۾ هي اهائي قوم آهي جيڪا هڪ صحيح ۽ متوازن زندگيءَ جو تصور پيش ڪري ٿي ۽ صحيح طور تي انسانيت جي رهنمائي ڪري سگهي ٿي.

## مسلم ملت جو مستقبل:

علامہ اقبال ان تي سخت افسوس جو اظهار ٿو ڪري تہ مسلم ملت، جيڪا انسانيت جي صحيح رهنمائي ڪري سگهي ٿي اڄڪلهہ ذلت جي کڏ ۾ ڪريل آهي. ڪڏهن تہ ڪيس ايترو عروج حاصل هو جو هيءَ امت سڄي عالم جي فاتح هئي ۽ دنيا جا ماڻهو ان کان رهبري ۽ رهنمائي حاصل ڪندا هئا. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود علامہ اقبال نااميدي ۽ مايوسي جو شڪار ناهي. هو پر اميد آهي ۽ سندس شاعري رجائيت سان پرپور آهي. ڪيس ان ڳالهہ جي پوري پوري اميد آهي تہ هيءَ مسلم امت جيڪا هن وقت متحد نہ آهي سا وري هڪ پيرو متحد ٿي انسانيت لاءِ هڪ مثالي امت بڻجي پوندي. واثق اميد آهي تہ علامہ اقبال جيڪو هن دنيا ۾ اسلامي انقلاب جو علمبردار آهي ۽ ان ڳالهہ جي خواهش ٿو رکي تہ دنيا هڪ پيرو وري اسلامي تعليمات مان فيضياب ٿئي ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اسلام ڦهلجي وڃي. سندس اهو خواب هڪ ڏينهن ضرور تعبير ماڻيندو ۽ دنيا ۾ وري پيهر اسلام جو مان متانهون ٿيندو. هلندڙ صدي يعني پندرهين صديءَ هجري خالصتاً اسلام جي عروج جي صدي ٿيندي.

محمد علي خان،سابق وفاقي وزيرِ تعليم / ڪيڊٽ محمد ارسلان لاشاري

# اقبال هڪ پيغام ڏيندڙ شاعر

اقبال هڪ پيغام ڏيندڙ شاعر هو سندس پيغام شروع کان ئي مسلمانن لاءِ هيو. جيڪي تاريخ جي پيدا ڪيل خاص حالتن ۾ اڻرن جي ڪري جدوجهد کي ڇڏي چڪا هئا. 1857ع جي جنگ آزادي ۾ مسلمانن جي شڪست صرف هڪ سياسي حادثو ئي نه هو بلڪ ان سان برصغير جي مسلمانن جا ڇيهه ئي ڇڇي پيا هئا. اقبال کان اڳ الطاف حسين حالي ۽ اڪبر الهه آباديءَ مسلمانن جي بيماري کي معلوم ته ڪري ورتو هو پر ڪين بيماري جا اصل سبب سمجهه ۾ نه اچي سگهيا هئا. اڪبر الهه آباديءَ ان بيماريءَ جو سبب مذهب کان دوري بيان ڪيو ته وري حاليءَ چيو ته مسلمان جدوجهد ۽ وسعتِ نظري کي ڇڏي تقدير پرست ۽ تنگ خيال ٿي پيا آهن ان ڪري هو زوال پذير آهن. اڪبر کان سواءِ مولانا شبلي نعمانيءَ به ان ڳالهه کي محسوس ڪيو ۽ چيو ته ترقي يافته قومن جي تهذيب ۽ تمدن کي اپنائڻ ۽ انهن جي روايتن جي پيروي ڪرڻ بدران مسلمان جيڪڏهن صرف پنهنجي ئي ماضيءَ جو مطالعو ڪن ۽ پنهنجين ئي روايتن تي هلن ۽ ان سان گڏوگڏ زماني جي گهرجن ۽ ضرورتن جو ساٿ ڏين ته دنيا جي ڪنهن به ترقي يافته قوم کان اڳتي نڪري سگهن ٿا. بلڪ شبليءَ ته ايستائين به چيو ته ٻين قومن جي ترقي جو راز اڳتي وڌڻ ۾ آهي پر مسلمانن جي ترقي جو راز ماضي ڏانهن موٽ کائڻ ۾ آهي ۽ اهو ئي مسلمانن جي ماضيءَ جي شاندار هجڻ جو واضح ثبوت آهي،

علامه محمد اقبال کي جيڪا ڳالهه ٻين شاعرن کان الڳ ڪري ٿي اها هيءَ آهي ته هن ڪڏهن به مسلمانن کي سندن ابتر حالت جو

احساس ڏياريندي مايوسيءَ جو شڪار ٿيڻ نہ ڏنو. بلڪ هميشہ کين اهوئي درس ڏنو تہ زنده قومن کي زماني جي تبديلين ۽ انقلابن کان دل شڪستو نہ ٿيڻ گهرجي. اهي انقلاب هڪ فطري عمل آهن ۽ حڪومتون متبيون رهنديون آهن.

حکومت کا کیا رونا کہ وہ عارضی شے تھی
نہیں دنیا کے آئینِ مسلم سے کوئی چارہ

زنده قوم کي جدوجهد کان ڪڏهن بہ منهن نہ موڙڻ گهرجي ان ۾ ئي سندن وڏائي آهي. پر جڏهن ڪا قوم بي عمل ٿي ۽ وقت جي تقاضائن جو ساٿ نہ ڏيندي آهي تہ هن جو وجود خطري ۾ پئجي ويندو آهي.

آئینِ نو سے ڈرنا، طرزِ کہن پہ اَڑنا
منزل یہی کٹھن ہے قوموں کی زندگی میں

مسلسل جدوجهد سان انسان جون ذهني ۽ عملي قوتون هئي برابر تيز ٿينديون آهن ۽ سندس سيني ۾ خوديءَ جو شعلو ڏينهون ڏينهن روشن تر ٿيندو ويندو آهي:

زندگی در جستجو پوشیده است
اصلِ او در آرزو پوشیده است
ما ز تخلیق مقاصد زنده ایم
از شعاعِ آرزو تابنده ایم

اوهان مون سان اتفاق ڪندو تہ عمل جي لاءِ ذوق ۽ شوق ضروري آهن. جن کي اقبال جي اصطلاح ۾ عشق چئبو آهي. عشق مان اقبال جي مراد ذوق ۽ جدان جي تخليق آهي. اها احساس جي گهرائيءَ جي اهڙي حالت آهي جيڪا نهايت پراسرار طريقي سان انساني شخصيت کي لازوال بنائي ڇڏيندي آهي. اهوئي جذبو انسان کي زندگيءَ ۾ بلندي عطا ڪندو آهي. اهوئي سوزِ حيات آهي ۽ اهوئي سازِ حيات ۽ ان سان ئي زندگي ۾ اعليٰ مقصد حاصل ڪري سگهبا آهن. اقبال جو پيغام هڪ نئين زندگي، جوش و جذبي ۽ امنگن سان پريل آهي ۽ اهو پيغام زماني جي حالتن پٽاندڙ ۽ مسلمان قوم جي ظاهري حالت کي تبديل ڪرڻ لاءِ اشد ضروري هو. علامہ کي پختو يقين هو تہ مسلمانن جو مستقبل نهايت شاندار آهي ۽ دنيا جي آئنده اميدن جو دارومدار هنن تي آهي. هن قوم کي توحيد، اخوت، عمل ۽ عشق جو سبق ڏنو. سندس خيال ۾ انسان جي

خوديءَ جي تڪميل ۾ فرد و ملت جو حقيقي ربط صرف اسلام ذريعي ئي ممڪن آهي. جنهن ۾ فرد ۽ ملت جو تعلق نسل يا وطن جي محدود تصور تي ڪونهي بلڪ توحيد ۽ رسالت جي عقيدي تي آهي. فرد کي حقيقي آزادي اسلامي ملت جي اندر رهندي ئي حاصل ٿيندي آهي. ڇو جو مسلم ملت انسان ذات کي حقيقي معنائن ۾ حريت، مساوات ۽ اخوت جو عملي نمونو پيش ڪيو آهي. هڪ اهڙي مساوات جيڪا رنگ ۽ نسل، حسب ۽ نسب ۽ سماجي فرقن کان بي نياز آهي.

علامہ اقبال جي عالمي تاريخ تي گهري نگاهہ هئي، هو دنيا جي قومن جي عروج ۽ زوال کان پوريءَ طرح واقف هو. سندس خيال ۾ اسلامي ملت جي ترڪيبي جزن ۾ ابديت جا اهڙا عنصر موجود آهن جيڪي هن کي ڪڏهن بہ ختم يا فنا ٿيڻ نہ ڏيندا. اقبال جي پيغام ۾ اميدن جا اهي ڪرڻا انهي ابديت جي احساس مان ئي ڦٽي نڪرن ٿا.

در جہاں بانگِ اذاں بودست وہست

ملتِ اسلامیاں بودست وہست

اقبال جي شاعريءَ جو هي خاص رنگ ڪنهن تعصب، تنگ نظري ۽ فرقہ پرستي جو نتيجو نہ آهي. بلڪ عالمِ انسانيت جي بقا ۽ فلاح جي هن خواب سان جڙيل آهي جيڪو اقبال سڄي زندگي ڪليل اکين سان ڏسندو رهيو. سندس زماني جي حادثن ۽ واقعن بہ کيس خاص راهہ تي سوچڻ لاءِ مجبور ڪيو.

اقبال کي چڱيءَ طرح خبر هئي تہ ڪوبہ انقلاب ان وقت تائين نئوں شڪل اختيار نٿو ڪري سگهي جسيتائين عام انسانن جي خيالن ۾ تبديلي نہ ٿي اچي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن اسلامي دنيا کي انهن خطرن کان آگاهہ ڪرڻ ضروري سمجهيو جيڪي کيس مغرب کان هيا. انهن خطرن منجهان هڪ خطرو وطنيت جو ا هو محدود ۽ تنگ و تاريڪ تصور بہ هو جيڪو صرف ۽ صرف مغربي ذهن جي پيداوار هو ۽ اسلامي نظامِ فڪر ۽ طرزِ زندگيءَ ۾ جنهن جي ڪابہ گنجائش نہ هئي. هو وطن سان محبت جو قائل تہ هو پر هو هن نعري جي خلاف هو جنهن جي ڪري هڪ مختصر مدت ۾ دنيا بہ عالمي جنگيون ڏٺيون. نيشنلزم جي تحريڪ اسان کي انسان دوستيءَ جو سبق نہ ٿي ڏئي، هن تحريڪ نہ صرف انسان کي انسان کان جدا ڪيو آهي پر اسلامي تعليمات جي بہ سراسر نفي

ڪئي آهي. اسلام اهو واحد مذهب آهي جنهن اهو سبق ڏنو ته تمام انسان پوءِ اهي ڪنهن به رنگ ۽ نسل سان تعلق ڇو نه رکندا هجن، اهي سڀ برابر آهن. اقبال جي وسيع بصيرت اهو ڏسي ورتو هو ته مغرب، وطن پرستيءَ جو ڍونگ رچائي دنيا کي مذهب کان بيگانو ڪري رهيو آهي ۽ اهڙيءَ طرح انهن جي قوت کي پاره پاره ڪري پنهنجي ڪڏن مقصدن کي حاصل ڪرڻ ٿو چاهي. ان ڪري ئي هن عالمِ اسلام کي تقلين ڪئي ته:

بتانِ رنگ وخوں کو توڑ کر ملت میں گم ہو جا
نہ تورانی رہے باقی نہ ایرانی نہ افغانی

علامه اقبال شاعرِ مشرق به آهي ته شاعرِ اسلام به ۽ ان سان گڏوگڏ هو اسان جو قومي شاعر به آهي. پر جيڪڏهن اسين سندس شاعريءَ جي پيغام جي آفاقيت تي ٿورو به غور ڪنداسين ۽ شاعر جي مقصد ۽ رويي جي وسعت، جذبات ۽ احساسات جي گهرائيءَ تي به نظر وجهنداسين ته اقبال کي شاعرِ انسانيت چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو. هو انسان ذات جو شاعر آهي ۽ سيني انسانن کي اخوت ۽ محبت جي رشتي ۾ ٻڌي هڪ بهتر و بلند زندگي ۽ هڪ اعليٰ و ارفع نصب العين ڏانهن وٺي وڃڻ ٿو چاهي: سچي ڳالھ ته اها آهي ته ڪيس سيني کان وڌيڪ فڪر انسان جي مستقبل جو آهي. هن اسان کي هڪ بااختيار ۽ آزاد انسان جو تصور ڏنو. اهڙو انسان جيڪو ڪائنات جي تسخير ڪري سگهي ٿو. اهو انسان ذات لاءِ سندس هڪ اهم تحفو آهي. ان سان گڏوگڏ هو انساني زندگيءَ جي لامحدود امڪانن جو به مبلغ آهي. سندس پوري فڪر جو نصب العين آدميت جي تڪميل آهي. دنيا جي هر ملڪ جو رهواسي سندس مخاطب آهي. هو فرد ۾ خود اعتمادي پيدا ڪرڻ ٿو چاهي ته جيئن هو پنهنجي قابليت ۽ صلاحيت کي استعمال ڪري پنهنجي شخصيت کي پرپور بنائي سگهي. اقبال جي ڪلام کي پڙهڻ سان قاري پنهنجي اندر ۾ زندگيءَ جو هڪ نئون جذبو ۽ پنهنجي ذهن ۾ هڪ نئين روشني محسوس ڪندو آهي:

ہر اک مقام سے آگے مقام ہے تیرا
حیات ذوقِ سفر کے سوا کچھ اور نہیں
تو رہ نوردِ شوق ہے منزل نہ کر قبول
لیلیٰ بھی ہم نشیں ہو تو محمل نہ کر قبول

علامہ اقبال هڪ ماهر ۽ نبض شناس حڪيم وانگر انهن سببن کي بہ سمجهيو جيڪي مغرب جي اثر هيٺ اسلامي دنيا جي بدن ۾ زهرپري رهيا هئا ۽ مسلمانن جي ذهنن ۾ شڪ ۽ شبها ۽ انهن جي فڪر ۾ فساد پيدا ڪري رهيا هئا. مغرب جي سموري ترقي، مشاهدي ۽ تجربن مان حاصل ٿيل نتيجن جي بنياد تي آهي. جنهن سان نوجوانن جا دماغ تہ روشن ٿيا پر سندن دلين ۾ ڀاڻ اونداهي ڇانئجي وئي. اقبال "جاويد نامہ" ۾ نئين نسل کي مخاطب ٿي جيڪا نصيحت ڪئي آهي ان جو حاصل اهو آهي تہ ڏاهپ جا بہ قسم آهن: هڪ نوراني ڏاهپ ۽ ٻي عقلي ۽ دليلي ڏاهپ. دليلي ڏاهپ کي سواءِ حيرت ۽ تشنگيءَ جي ٻيو ڪجهہ بہ هٿ حاصل نہ ٿيندو آهي. اسان کي فلسفين جي ذڪين ۽ منجهيل خيالن جي جاءِ تي ايمان ۽ يقين کي ترجيح ڏيڻ گهرجي ۽ قلب جي گهرائين سان خالق جي عظمت ۽ محمد عربي ﷺ جن جي رسالت جو اقرار ڪرڻ گهرجي. انسان پنهنجي بندگي ۽ ٻانهپ جو رشتو انهي ذاتِ برحق سان جوڙي ۽ سڄي دنيا کان بي نيازٿي وڃي. جهڙيءَ طرح توحيد جڏهن قلب جي گهرائين ۾ جذب ٿي ويندي آهي تہ عشق پيدا ٿيندو آهي جيڪو سراپا يقين ۽ سراپا حضور آهي. اهڙيءَ طرح عشق جي باهہ بہ قلب جي اونداهين کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندي آهي ۽ موت جهڙي شيءِ هاڻي هن کي محبوب لڳندي آهي ۽ جنهن دل ۾ موت جي محبت گهر ڪري وڃي ان دل ۾ دنيا جي مال ۽ جاهہ جي محبت ڪئين ٿي گهر ڪري سگهي؟ ۽ ائين ٻانهي ۾ فقرپيدا ٿي ويندو آهي.

علامہ جن خُطرن کي محسوس ڪيو هو اهي اڄ بہ اسلامي دنيا کي درپيش آهن. اسان لاءِ ضروري آهي تہ اسين حضرت علامہ جي تعليم جي روشنيءَ ۾ جديد دور جي بيمارين کي سمجهون ۽ انهن جو علاج بہ دريافت ڪريون. اڄ اسلامي دنيا هڪ اضطراب ۾ مبتلا آهي، اها بيچيني هڪ نئين زندگيءَ جي نشاني آهي. پر اڄ نئين رخ کي مقرر ڪرڻ نهايت ضروري آهي. جيڪڏهن اسان جي دلين ۾ ايمان ۽ يقين جي لاٽ ٻري پوي تہ رستي جون مصيبتون جيڪي ظاهر ۾ جبل جيڏيون نظر اچي رهيون آهن، انهن جي حيثيت هڪ ڪک کان بہ وڌيڪ نہ رهندي.

عبدالوهاب عزام بک، سابق سفيرِ مصر / ڪيپٽن احسان علي مغيري

# اقبال جو پيغام

اسلام روءِ زمين تي ڦهليو ۽ ان مختلف قومن کي اسلامي اخوت جي سونهري زنجير ۾ جڪڙي ڇڏيو. ان قومن کي هڪ تهذيب عطا ڪئي جنهن جا پنهنجا عقيدا، پنهنجو قانون، پنهنجون روايتون ۽ پنهنجو ادب هيو. سندن خواهشن ۽ عملن ۾ هڪجهڙائي هئي ۽ انهن جي تهذيب جا بنيادي قدر زماني ۽ حالتن سان گڏ پائيدار ٿيندا ويا.

اسلام جي اشاعت سان گڏ ان جي زبان (عربي) جي بہ اشاعت ٿي. تنهن ڪري ڪيترن ئي ملڪن عربيءِ زبان کي پنهنجو ڪري ورتو ۽ ڪيترن ئي ملڪن عربيءَ کي علمي ۽ ادبي زبان جي طور تي اختيار ڪيو. ڪيترن ئي صدين تائين عربي زبان، مسلمان عالمن ۽ اديبن جي لاءِ وحدتِ فڪر جو زبردست ذريعو بڻيل رهي. ان کان پوءِ مسلمانن وٽ عربيءَ کان سواءِ ٻين ادبي ٻولين بہ جنم ورتو.

ٽين صدي هجريءَ کان پوءِ فارسي زبان، عربي جي هنجھہ ۾ پرورش پاتي. پر قرآن جي زبان جو اثر فارسيءَ جي ڦلجڻ ڦلجڻ کانپوءِ بہ ڪيترين ئي صدين تائين جاري رهيو. ان کان پوءِ ترڪي زبان، عربي ۽ فارسيءَ جي آغوش ۾ تربيت ورتي ۽ ان کان پوءِ اردو زبان بہ.

اهي اسلامي ٻوليون اختلافِ اصول جي باوجود هڪ ئي صورتخطي ۾ لکبيون رهيون۽ انهن عربي زبان مان ڪيترائي لفظ، عبارتون، تشبيهون، استعارا، وزن ۽ قافيہ ورتا. ان ظاهري مشابهت کان وڌيڪ جيڪا لفظن ۽ صورتن ۾ موجود آهي اها باطني مشابهت آهي جيڪا فڪر۽ جذبن ۾ موجود آهي. اها مشاهبت ان لاءِ آهي جو انهن سڀني جو سرچشمو هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي اسلام، اسلامي تاريخ ۽ اسلامي تمدن.

تنهن ڪري هڪ مسلمان جي لاءِ، ان جي ۽ ٻين اسلامي زبانن جي ادب جي وچ ۾ ڪابه شيءِ رڪاوٽ بڻيل نه آهي سواءِ لفظن جي جن جي پويان اهڙيون حقيقتون هونديون آهن، جن کان هو اڳ ئي واقف هوندو آهي، ۽ اهڙو فڪر هوندو آهي جيڪو ان جي فهم ۽ عقل کان پري ڪونهي ۽ اهڙا جذبات هوندا آهن جن کان سندس دل اڳ ئي آشنا هوندي آهي. مان فارسي زبان لنڊن ۾ سکي ۽ جيتوڻيڪ مان ان زبان ۾ طالب علم هئس پر ان جي باوجود به ان جي حقيقتن کي پنهنجي غير مسلم استادن کان وڌيڪ بهتر سمجهندو هوس.

جڏهن به آسين ڪو فارسي ڪتاب پڙهندا هئاسين ته ان ۾ عربيءَ جا لفظ، قرآني آيتن طرف اشارا ۽ حديثِ نبوي يا ڪنهن اسلامي تاريخي حادثي ڏانهن جا بجا اشارا موجود هوندا هئا. جن کي مان فورا سمجهي ويندو هيس ۽ منهنجا استاد ان کان اڻڄاڻ رهندا هئا. جيتوڻيڪ منهنجا استاد، فارسيءَ جي لفظن جو علم مون کان وڌيڪ رکندا هئا، پر انهن لفظن جي معنائن کي انهن کان وڌيڪ بهتر مان سمجهندو هيس. حاصل مطلب ته اسلامي ادب جو بنياد هڪ ئي آهي جيتوڻيڪ ان جي مختلف شاخن ۾ ڪجهه دوريون پيدا ٿي چڪيون آهن.

مسلمانن شعر جو بنياد ان قديم طرز ۽ عام طريقن تي رکيو چنهن جي پيروي شاعرن هر دور ۾ ڪئي آهي پر اسلام انهن جو رخ حق، عدل، ڀلائي ۽ اعليٰ مقاصد ڏانهن موڙڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو انقلاب اڪثر شاعرن جي شاعريءَ ۾ ظاهر ناهي پر ڪيترن جو ڪلام اسلامي مقصدن، اسلامي اخلاق ۽ اسلامي روايتن جو مظهر آهي. حيرت ۽ ڏک جي ڳالهه اها آهي ته اڪثر مسلمان شاعرن ۾ اهڙن ڳالهين جو شوق آهي جيڪي سراسر اسلام جي خلاف آهن. مثلاً انهن جو شراب بابت شغف، محبت، شوق، تعريف ۽ ان جي استعمال جي دعوت ۽ محفلن ۾ تعريف، ڪمال تائين پهچي وئي. ايستائين جو باصفا صوفي به انهيءَ رنگ ۾ رنگجي ويا ۽ انهن جي ڪلام ۾ به ساغر ۽ مينا ڇلڪڻ لڳا، جيتوڻيڪ سندن اصل مقصد حق جي تعبير هئي. مون کي خبر ناهي ته مسلمانن کان سواءِ ٻي ڪنهن قوم به، شراب جي تعريف ۾ ايتري شاعري ڪئي هجي جيڪا شريعت جي سرعام خلاف آهي.

حاصل مطلب ته مسلمانن جي شاعري صحيح معنيٰ ۾ اسلام جي

ترجماني نئي ڪري سواءِ چند صوفي شاعرن جي. جن ۾ سنائي، عطار، شيخ سعدي ۽ خاص ڪري مولانا جلالالدين رومي، جنهنجي مثنوي بابت هي شعر مشهور آهي:

مثنوی مولوی معنوی
هست قرآں در زبانِ پهلوی

مولانا روميءَ کي علامہ اقبال پنهنجو رحاني مرشد سڏيو آهي.

ويهين صديءَ ۾ الله تعاليٰ مسلمانن کي بلڪ عام انسانن کي هڪ وڏي نعمت عطا ڪئي ۽ دنيا ۾ هڪ اهڙو فلسفي شاعر پيدا ٿيو. جنهن نظري ۽ عملي فلسفن کي ملائي هڪ ڪري ڇڏيو. جنهنکي اسلامي عقيدن ۽ شريعت تي عبور حاصل هو ۽ ٻين مذهبن جي بہ ڄاڻ هئي، جنهن سندس خيالات ۽ فڪر ۾ ڪشادگي پيدا ڪري ڇڏي هئي. تنهن ڪري هن پنهنجي ڪلام کي چمڪندڙ روشنيءَ ۽ اپرندڙ شعلن سان پري ڇڏيو ۽ ماڻهن کي حق جي دعوت ڏني ۽ دنيا کي سندس رويي جي دردناڪ نتيجن کان ڊيڄاريو ۽ اسلام جي حقيقتن کي اجاگر ڪيو ۽ اسلام جي مقصدن ۽ اسلامي تاريخ کي روشن ڪيو.

قدرت اقبال کي نورِ معرفت، بصيرت، شاعراڻي فطرت ۽ دردِ دل عطا ڪرڻ ۾ دل کولي سخاوت ڪئي هئي، جنهن جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ تمام گهٽ نظر ايندو. مسلمان اڄ حيرت جي بہ واٽي تي بيٺا آهن هڪ طرف سندن ماضي ۽ سندن موروثي تمدن انهن سان جڙيل آهي تہ ٻئي طرف جديد تهذيب جي چمڪ سندن نگاهن کي چڪا چوند ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪين پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي آهي ۽ ان جي خير ۽ شر ۽ تعمير ۽ تخريب جا ٻئي پهلو انهن کي حيران ڪيو وينا آهن. جنهن سان انهن جي عقيدن ۾ زوال پيدا ٿي پيو آهي. انهن جا خيال ناپاڪ ۽ راهون شڪي ٿي پيون آهن ۽ گهڻا ئي مسلمان ٿڙي ويا ۽ گهڻا ان وهڪري ۾ وهي ويا.

نيڪ ان دور ۾ الله تعاليٰ، اقبال کي هڪ سليم فطرت ۽ پاڪ نگاهہ ڏئي موڪليو. تنهن ڪري سندس حقيقت شناس نگاهن اسان جي عقيدن، تمدن ۽ تاريخ جو جائزو ورتو ۽ جديد تهذيب سان ان جي ڀيٽ ڪئي ۽ ان جي چڱاين ۽ براين کي معلوم ڪيو ۽ ان جي عيب ۽ صواب کي جانچي صراطِ مستقيم کي معلوم ڪري مسلمانن کي ان تي هلڻ جي دعوت ڏني ۽ پنهنجي دل ۽ نگاهہ جي نور سان ان کي منور ڪيو

۽ پنهنجي بلند همت ۽ پختي عزم جي بي پناهہ شعلن سان انهن کي گرمايو ۽ جديد دور جي آفتن ۽ مصيبتن کان بچاءَ لاءِ انهن کي هڪ بهترين ڍال پيش ڪئي.

مسلمانن تي واجب آهي تہ هو اقبال جي پيغام جي عظمت جو احترام ڪن ۽ ان جي پيش ڪيل طريقي کي پنهنجو آئين بنائين، ان جي دعوت تي لبيڪ چون ۽ ان جي ڪلام کي هر زبان ۾ شايع ڪن.

مسلمان اديبن جو اهو فرض آهي تہ هو اقبال جي فڪر کي قبول ڪن ۽ ان جي طريقي جي پيروي ڪن، ان جي فلسفي کي ڦهلائن، ايستائين جو اسلامي ادب تي اهوئي رنگ غالب ٿي وڃي ۽ اهوئي روح ان جي سڃاڻپ بڻجي وڃي جيڪا ٻين قومن کان ان کي ممتاز ڪري ۽ بلند روحاني مقصد ۽ فلسفهءِ خوديءَ کي غلبو نصيب ٿئي.

انهيءَ مقصد لاءِ مان ڪيترن ئي سالن کان ڪوشش ڪري رهيو آهيان تہ عربن کي اقبال کان واقف ڪرايان ۽ انهيءَ مقصد لاءِ مون "پيامِ مشرق" کي عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. اقبال مولانا جلال الدين روميءَ کي تمام گهڻو ساراهيو آهي ۽ تسليم ڪيو آهي تہ سندس شاعريءَ ۾ اهو سوز ۽ درد مولاناؒ رومي جي ڪري ئي آهي ۽ وري مولانا رومي چوي ٿو تہ سندس ڪلام ۾ اهو سوز ۽ تڙپ وري شمس تبريزيءَ جي توجهہ جو ڪرشمو آهي. انهيءَ ڪري هن پنهنجي ديوان جو نالو ئي "ديوانِ شمس تبريز" رکيو هو. جيڪڏهن الله تعاليٰ مون تي بہ اهڙوئي ڪرم ۽ لطف فرمائي جيڪو انهن بزرگن تي فرمايو هئائين ۽ مون کي ان لائق بنائي جو مان بہ ان ڪاروان جو سچو ساٿي بنجي سگهان ۽ ان معزز جماعت جو رڪن بنجي سگهان تہ مان خوشيءَ سان اهو چئي سگهندس تہ منهنجي طبيعت تي بہ اقبال جو اهو ئي اثر ٿيو آهي جيڪو خود اقبال جي طبيعت تي روميءَ جي چشمِ ڪرم سان ٿيو هو ۽ جيڪو روميءَ شمس تبريز کان حاصل ڪيو هو. جيڪڏهن الله تعاليٰ مون کي وڌيڪ توفيق عطا ڪئي تہ "پيامِ مشرق" کان سواءِ اقبال جي ٻين ڪتابن جو بہ عربيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ منهنجي گذارش آهي تہ گهٽي کان گهٽا اديب ان ڪم ڏانهن ڌيان ڏين.

ڪيڊٽ عامر لطيف پتي

ڪرم حيدري / اياز لاکير

# اقبال- رسول ڪريم ﷺ جن جي بارگاھ ۾

مسلمانن کي جيڪا خصوصيت ٻين قومن کان الڳ ڪري ٿي اها آهي سندن حضور ڪريم ﷺ جن سان محبت جو جذبو. رسول اڪرم ﷺ جن جي ذات بابرڪات سان جيڪا انتهائي محبت مسلمانن کي آهي اهڙي ٻين نبين جي امتن ۾، پنهنجن نبين لاءِ نہ آهي. خود يورپ جا عيسائي عالم بہ ان حقيقت جو نہ چاهيندي بہ اعتراف ڪن ٿا. "اپالوجي فار محمد(ﷺ) جو مصنف لکي ٿو تہ: "محمد ﷺ جي پوئلڳن جهڙي عقيدت ۽ محبت، عيسيٰ عليه السلام جي پوئلڳن ۾ تلاش ڪرڻ بيڪار آهي. عيسائين جو نبي موت جي مُنهن ۾ آهي، ان لاءِ صليب تيار ٿي رهيو آهي پر سندس ساٿي پنهنجيون جانيون بچائڻ جي فڪر ۾ آهن. ان جي ابتڙ محمد ﷺ جن جي ساٿين ۽ رفيقن پنهنجيون جانيون قربان ڪري ڪيس دشمنن تي غالب ڪري ڇڏيو. احد جي جنگ ۾ جڏهن مسلمانن جون صفون هيٺ مٿي ٿي ويون تہ پاڻ سڳورن پڪاريو تہ ڪير آهي جو مون تان پنهنجي جان قربان ڪري؟ هڪدم ست انصاري صحابي نڪتا ۽ هڪ هڪ ٿي مٿن قربان ٿي ويا. هڪ انصاري عورت جو پيءُ، ڀاءُ ۽ مڙس ان جنگ ۾ شهيد ٿي ويا. اها عورت پوري حوصلي سان انهن سڀني جي موت جي خبر ٻڌي ٿي پوءِ بہ پڇي ٿي تہ "مون کي صرف اهو ٻڌايو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪيئن آهن؟" ماڻهن چيو "پاڻ ڪريم ﷺ جن خيريت سان آهن." ويجهو اچي پاڻ ڪريم ﷺ جن جو چهرو مبارڪ ڏسي خدا جو شڪر بجا آڻي ٿي پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ جن کي چوي ٿي تہ "جڏهن اوهان زنده ۽ سلامت آهيو تہ پوءِ ٻين مصيبتن ۽ تڪليفن جي ڪا حيثيت ڪانہ آهي."

رسول ڪريم ﷺ جن سان اهڙي محبت جو جذبو، عالم توڙي

جاهل، وڏي توڙي ننڍي، مرد توڙي عورت، ڪراڙي توڙي جوان، سيني جي دلين ۾ ڏٺو ويجي ٿو. عالمن ۽ صالحن ۾ بہ اهو جذبو موجود آهي تہ فقير ۽ اوليا الله بہ انهي جذبي سان سرشار آهن. مجاهدن جي دلين ۾ بہ اهوئي جذبو هوندو آهي جيڪو کين محبت ۽ شوق سان شهادت گاهہ الفت ڏانهن وٺي وڃي ٿو. شاعرن جو تہ خمير ئي محبت مان ٺهيو آهي. تنهن ڪري مسلمان شاعرن ۾ شايد ئي ڪو اهڙو بدنصيب هوندو جنهن جي دل ۾ رسول الله ﷺ جن جي محبت جي شمع روشن نہ هجي ۽ ان شمع جا ڪرڻا نعت جي صورت ۾ سندس قلم مان نہ نڪتا هجن. تنهن هوندي بہ شاعرن وٽ رسول الله ﷺ جن سان محبت جا جذبا پنهنجي پنهنجي انداز ۾ آهن ۽ اهي جذبا انهن جي فڪر ۽ خيالن جي طريقي، سندن علم جي وسعت، سوچ جي گهرائي ۽ دلي محسوسات جي شدت سان متعين ٿيندا آهن. "هڪ محبت سو افسانا" جو مضمون هتي پوريءَ طرح نمڪي اچي ٿو. هر شاعر وٽ محبت جي اظهار جو طريقو پنهنجو آهي ۽ هر طريقي ۾ هڪ نئين ڪيفيت محسوس ٿئي ٿي. پر جڏهن حضرت حسان رضہ بن ثابت فرمائي ٿو:

وَاَحْسَنُ مِنْكَ لَمْ تَرَقَطُّ عَيْنِي
وَاَجْمَلُ مِنْكَ لَمْ تَلِدِ النِّسَآءُ
خُلِقْتَ مُبَرَّاءً مِنْ كُلِّ عَيْبٍ
كَاَنَّكَ قَدْ خُلِقْتَ كَمَا تَشَاءُ

(اي رسول ﷺ) ۽ منهنجي اکين توهان کان وڌيڪ پيو ڪو بہ حيسن نہ ڏٺو، ۽ نہ ئي ڪنهن عورت توهان کان وڌيڪ ڪو سهڻو ٻار ڄڻيو آهي، اوهان کي هر عيب کان پاڪ ڪري پيدا ڪيو ويو آهي، ڄڻ تہ اوهان کي ايئن پيدا ڪيو ويو آهي، جيئن اوهان پاڻ چاهيو."

تہ پنهنجي سڄڻ جي سونهن جي مشاهدي ۽ نبوت جي ڪمال کي لفظن جو لباس پارائي ٿو ۽ جڏهن شاهہ عبدالحق رحہ محدث دهلوي چوي تہ:

ياصَاحِبَ اَلْجَمَالِ وَيَاسَيِّدِالْبَشَرْ
مِنْ وَجْهِكَ الْمُنِيْر لَقَدْ نُوِّرَ الْقَمَر
لَايُمْكِنُ الثَّنَآءُ كَمَا كَانَ حَقَّهٗ
بعد از خدا بزرك توئى قصه مختصر

"اي صاحبِ جمال ۽ سيد البشرﷺ: توهان جي چهري جي چانڊاڻ سان چنڊ ٿو چمڪي، توهان جي ساراهہ ڪرڻ جو حق ادا ڪرڻ ممڪن ئي ڪونهي، مختصر اهو تہ خدا کان پوءِ توهان جي ئي ذات آهي."

تہ هو رسول اڪرمﷺ جن جي عظمتن جي انهن تصورات کي قلم جي حوالي ڪري ٿو جن جي روشني ڪيس زمان ۽ مڪان جي محلن ۾ نظر اچي ٿي. مولانا جامي رسول اڪرمﷺ جن جي شخصيت جي سونهن وارن پاسن جو بيان هن طرح ڪري ٿو:

جہاں روشن است از جمالِ محمدﷺ
دلم زندہ شد از وصالِ محمدﷺ
خوشا چشم کو بنگرد مصطفیٰ راﷺ
خوشا دل کہ دارد خیالِ محمدﷺ
خوشا منبر و مسجد و خانقاہے
کہ در وی بود قیل و قالِ محمدﷺ
بہ صدق وصفا گشتہ بے چارہ جامی
غلامِ غلامانِ آلِ محمدﷺ

"هي ڪائنات محمدﷺ جن جي سونهن جي ڪري ئي روشن آهي منهنجي دل سندن وصال جي ڪري ئي زنده آهي، مبارڪ آهن اهي اکيون جن مصطفيٰﷺ جو ديدار ڪيو ۽ خوشنصيب آهي اها دل جنهن ۾ محمدﷺ جن جو خيال سمايل آهي مبارڪ آهن اهي منبر، مسجدون ۽ خانقاهون جن ۾ هر وقت اقوالِ واحوالِ محمدﷺ بيان ڪيا وڃن ٿا. صدق ۽ صفا جو ڪنل جامي آلِ محمدﷺ جن جي غلامن جو بہ غلام آهي."

رسول اللهﷺ جن سان محبت جو جذبو ڪا اتفاقي ڳالهہ ناهي بلڪ عين خدا جي منشا آهي. رب جي ان رضا جو اظهار قرآن ڪريم ۾ بار بار آيو آهي. اسلام جي بنيادي رڪن توحيد جي ڪلمي ۾ خدا ۽ خدا جي رسول جيءَ ذات جو اظهار ڪيو ويو آهي. قرآن ڪريم ۾ جتي جتي الله جي اطاعت جو ذڪر اچي ٿو اتي الله جي رسول جي اطاعت جو ذڪر بہ موجود آهي. بلڪ رسول ڪريمﷺ جن جي اطاعت کي الله جي اطاعت قرار ڏنو ويو آهي. جيئن ارشاد باري تعالىٰ آهي:

مَنْ يُّطِعِ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَعَ اللّٰهَ (سوره النساء: آيت 79)

"جنهن رسول جي اطاعت ڪئي تنهن خدا جي اطاعت ڪئي." اهو

به فرمايو ويو آهي تہ "توهان تيستائين ڪامل ايمان وارا نہ ٿيندو جيستائين توهان پنهنجي سيني معاملن ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جو فيصلو نہ مڃيندؤ ۽ سندس حڪمن جي سچيءَ دل سان اطاعت نہ ڪندؤ." ائين ناهي تہ حضور جن جي ذات کي هڪ واجب الاطاعت ذات بنايو ويو، واجب الاطاعت تہ هر نبي هوندو آهي پر پاڻ ڪريم ﷺ جن کي محبوبيت جو مجسمو بنايو ويو آهي. پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي محبوبيت جي شان جو اعلان هن کان وڌيڪ واضح لفظن ۾ ٻيو ڪهڙو ٿيندو جو الله تعاليٰ پاڻ ارشاد فرمائي:

اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِىِّ ط يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ آمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْماً. (سوره الاحزاب: آيت ٥٦)

"بيشڪ الله ۽ سندس ملائڪ نبي تي رحمت موڪلين ٿا. اي مومنو! توهان بہ وڌ کان وڌ مٿس رحمت ۽ سلامتي موڪليو."

الله جي مرضي مطابق ئي رسول اڪرم ﷺ جن پنهنجي باري ۾ فرمايو آهي تہ "جيستائين ڪنهن مسلمان جي دل ۾ منهنجي محبت هر شيءِ جي محبت کان وڌيڪ نہ هونديءَ انجو ايمان ڪامل نہ ٿيندو." پاڻ ڪريمن ﷺ جن وڌيڪ فرمايو آهيؐ تہ:

لَايُوْمِنُ اَحَدُكُمْ حَتّٰى اَكُوْنَ اَحَبَّ اِلَيْهِ مِنْ وَّالِدِهٖ وَوَلَدِهٖ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ.

"توهان مان ڪوبہ ايستائين مومن نٿو ٿي سگهي، جيستائين آءُ ڪيس سندس پيءُ، پٽ ۽ مڙني انسانن کان وڌيڪ محبوب نہ ٿيان."

مولانا ظفر علي خان انکي پنهنجيءَ شاعرانا انداز ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي،

نماز اچھی، حج اچھا روزہ اچھا اور زکوٰۃ اچھی
مگر میں باوجود اس کے مسلماں ہو نہیں سکتا
نہ جب تک کٹ مروں میں خواجۂ یثرب کی عزت پر
خدا شاہد ہے کامل میرا ایماں ہو نہیں سکتا

منهنجي خيال ۾ (۽ هي خيال مون اڪيلي جو نہ پر علم ۽ ادب سان دلچسپي رکڻ وارن سيني ماڻهن جو آهي) تہ گذريل ويجهڙائيءَ واري وقت ۾ حضور ڪريم ﷺ جن سان محبت جي جيتري چمڪندڙ شفاف ۽ روشني ڏيندڙ شمع، علامہ اقبال جي دل ۾ روشن ٿي ايتري شايد ئي ڪنهن ٻئي شاعر جي دل ۾ ٿي هجي، اقبال جي طبعيت ۾ اهو جذبو تہ

خير قدرت واري پاڻ ٿي وڌو هو پر ان جذبي جي تربيت ۾ نشونما ۾ سندس درويش مشرب والد محترم جو به وڏو دخل آهي. رسول الله سان محبت جي ان جذبي ۾ جذبي جي تربيت جو اندازو اسان کي ان منظوم ڳالهه مان ٿئي ٿو جنهن ۾ علامه اقبال چوي ٿو ته مان ننڍپڻ ۾ هڪڙي فقير سان سختي سان پيش آيس ته والد صاحب مون کي هن طرح تنبيهه ڪئي:

اند کے اندیش و یاد آر اے پسر
اجتماعِ امّت خیر البشر ﷺ
باز ایں ریشِ سفیدِ من نگر
لرزۂ بیم و امیدِ من نگر
بر پدر ایں جورِ نازیبا مکن
پیشِ مولا بندہ را رسوا مکن
غنچہ ای از شاخسارِ مصطفی ﷺ
گل شو از بادِ بہارِ مصطفی ﷺ
از بہارش رنگ و بو باید گرفت
بہرۂ از خلقِ او باید گرفت

”پٽ! ٿورو ان وقت کي ياد ڪر جڏهن رسول ڪريم ﷺ جن جي امت قيامت ڏينهن گڏ ٿيندي ۽ پوءِ منهنجي هن اڇي ڏاڙهيءَ تي به نظر ڪر ۽ مون تي ان وقت جيڪو خوف ۽ اميد جو لرزو طاري ٿيندو ان جو به خيال ڪر. تنهن ڪري مون تي اهڙو نازيبا ظلم نه ڪجان. آقا جي اڳيان هن غلام کي رسوا نه ڪجان. تون مصطفيٰ ڪريم ﷺ جن جي باغ جي مکڙي آهين ۽ ان جي ڪرم نوازي سان وڏي گل ٿيءُ توکي سائينءَ جي محبت جي بهار جو رنگ ۽ خوشبوءِ حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي خُلق عظيم مان حصو حاصل ڪرڻ گهرجي.“

رسول الله ﷺ جن سان محبت ڪرڻ واري اهڙي والد محترم کان بعد کيس مولانا مير حسن جهڙو شفيق استاد مليو جيڪو اسلامي شرافت ۽ خُلقِ رسول جو روشن نمونو هيو. علامه اقبال جڏهن لاهور آيو ته حضرت داتا گنج بخش رحه جي روحاني فيض ۽ برڪت مان به فيضياب ٿيو. شاعري جي ميدان ۾ اڳتي وڌيو ته مولانا روميءَ کان متاثر ٿيو ۽ غائبانا طور تي ان سان عقيدت ظاهر ڪيائين. ايتري قدر جو کيس وقت جو رومي سڏيو ويو. دوست ۽ مشير مولانا گرامي جالنڌريءَ جهڙو سخن پرور

مليس، جنهن جي نعتن ۾ مولانا جاميءَ جي ڪلام جي خوشبوءِ رچيل هئي. پنهنجي وڏي عمر جي هم عصر شاعرن مان مولانا حاليءَ کي ڏنائين ٿو ٻڌائين، جنهن جو سڄو وجود چئو تہ هڪ دردمند دل هيو. جنهن جون نعتون ۽ مناجاتون ٻچي ٻچي جي زبان تي هيون. پوءِ اهو زمانو بہ ڏٺائين جنهن ۾ گڏيل هندستان جا مسلمان تہ آزمائش ۾ هئا ئي پر ترڪ، عرب، افغان، ايراني، مصري ۽ طرابلسي مطلب تہ سڄي دنيا جا مسلمان، حڪومت ۽ سياست جي ميدان ۾ زخمن تي زخم کائي چور چور ٿي رهيا هئا. اهڙين حالتن ۾ دردمند دل رکندڙ اقبال کي ڏڪارو ٿيڻو ئي هيو ۽ حضور ڪريم ﷺ جن سان محبت جي جذبي جي چڻنگ کي شعلو بڻجڻو ئي هيو. اهڙين حالتن ۾ هو حضور جن جي بارگاهہ ۾ فرياد ڪٽي پهچي ٿو. ڇو تہ اهو ئي در مسلمانن لاءِ پناهہ ۽ پرجهلو آهي. هو بارگاهہِ رسالت ۾ پهچي هن طرح فرياد ڪري ٿو:

اے مددگارِ غریباں! اے پناہِ بے کساں
اے نصیرِ عاجزاں، اے مایۂ بے مایگاں
کارواں صبر و تحمل کا ہوا دل سے رواں
کہنے آیا ہوں میں اپنے درد و غم کی داستاں
ہے تری ذاتِ مبارک حل مشکل کے لیے
نام ہے تیرا شفا، دکھی ہوئی دل کے لیے
بزمِ عالم میں طرازِ مسندِ عظمت ہے تو
بہرِ انساں جبرئیلِ آیۂ رحمت ہے تو
اے دیارِ علم و حکمت قبلۂ امت ہے تو
اے ضیائے چشمِ ایماں زیبِ ہر مدحت ہے تو
درد جو انساں کا تھا، تیرے پہلو سے اُٹھا
قلزمِ جوشِ محبت تیرے آنسو سے اُٹھا
آبِ کوثر تشنہ کامانِ محبت کا ہے تو
جس کے ہر قطرے میں سو موتی ہیں وہ دریا ہے تو
طور پر چشمِ کلیم اللہ کا تارا ہے تو
معنیٔ یٰسیں ہے تو مفہوم او ادنیٰ ہے تو
اس نے پہچانا نہ تیری ذات کے انوار کو
جو نہ سمجھا احمدِ بے میم کے اسرار کو۔

هي ڳالهہ ڌيان ۾ رهي ته هي شعر نظم "نالۂ يتيم" مان ورتل آهن جيڪو 1900ع ۾ لکيو ويو ۽ جنهن ڏينهن يعني 24 فيبروري 1900ع تي علامہ اقبال مٿيون نظم انجمن حمايتِ اسلام لاهور جي جلسي ۾ پڙهيو ان کان صرف ٻہ ڏينهن اڳ علامہ پنهنجي عمر جا 27 سال پورا ڪري چڪو هو. (ذڪر اقبال ۾ مولانا عبدالمجيد سالڪ. سيالڪوٽ جي ميونسپل ڪاميٽي جي حوالي سان علامہ اقبال جي پيدائش جي تاريخ جيڪا لکي آهي اها 22 فيبروري 1873ع آهي ان کان بعد پاڪستان حڪومت ڪجهہ شاهدين جي بنياد تي 9 نومبر 1877ع طئي ڪئي آهي) ان عمر ۾ ٿورڙن ماڻهن مان ٿي ڪنهن جي دل ڏک ۽ درد کان واقف هوندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن دل کي ڪو درد يا تڪليف هوندي بہ آهي تہ اها بہ پنهنجي ذات لاءِ. ورلي ڪا اهڙي دل هوندي جنهن جي زخم جي انگور مان قومي ۽ آفاقي درد جو شراب ٽمڻ لڳي.

اقبال رحہ ان عمر ۾ جتي جتي رسول ڪريم ﷺ جن کي پڪاريو آهي ان پڪار ۾ درد جي پوري رس ۽ انتها جي محبت جو وٽندڙ هڳاءُ موجود آهي. وقت گذرڻ سان گڏوگڏ سندس دل ۾ رسول ڪريم ﷺ جن سان محبت جو ڦٽل نئيڏڙو ٻوٽو وڌندو رهيو ۽ آخرڪار قداور وڻ بڻجي ويو. جنهن کي خواهشن ۽ لالچن جي لُڪ، ظلم ۽ زبردستي جو طوفان، قهر ۽ غضب، ڪوبہ ڇيهو رسائي نہ سگهيا. محبت جي شمع تيز کان تيز تر ٿيندي وئي. مخالف هوا جي باوجود ان جو شعلو وڌندو ٿي رهيو. "رموزِ بے خودی" جي آخر ۾ "عرضِ حال مصنف بہ حضور رحمۃ للعالمین ﷺ" ۾ لکي ٿو:

تا مرا افتاد بر رویت نظر
از ابّ و امّ گشتۂ محبوب تر
عشق در من آتشے افروخت است
فرصتش بادا کہ جانم سوخت است
نالۂ مانند نَے سامانِ من
آن چراغِ خانۂ ویرانِ من
از غمِ پنہاں نگفتن مشکل است
بادہ در مینا نہفتن مشکل ست
مسلم از سرّ نبی بیگانہ شد
باز ایں بیت الحرم بتخانہ شد

از منات و لات و عزیٰ و ھُبل
ہر یکے دارد بتے اندر بغل
شیخ ما از برہمن کافر تراست
زانکہ اُورا سومنات اندر سراست

---

اے بوصیری را ردا بخشندۂ
بربطِ سلما مرا بخشندۂ
ذوقِ حق دہ ایں خطا اندیش را
اینکہ نشناسد متاعِ خویش لا
گر دلم آئینۂ بے جوہر است
در بحرفم غیرِ قرآں مضمراست
اے فروغت صبحِ اعصارو دہور
چشمِ تو بینندۂ مافی الصدّور
پردۂ ناموسِ فکرم چاک کُن
ایں خیاباں را ز خارم پاک کُن

---

گر دُرِ اسرارِ قرآں سفتہ ام
بامسلماناں اگر حق گفتہ ام
اے کہ از احسانِ تو ناکس و کس است
یک دعایت مزدِ گفتارم بس است
عرض کُن پیشِ خدائے عزوجل
عشقِ من گردد ہم آغوشِ عمل
دولتِ جانِ حزیں بخشندۂ
بہرۂ از علمِ دیں بخشندۂ
در عمل پایندہ تر گرداں مرا
آبِ نیسانم گہر گرداں مرا

1۔ ”جڏهن ڪان منهنجي نظر توهان جي چهري مبارڪ تي پئي آهي، توهان مون کي ماءُ ۽ پيءُ کان بہ وڌيڪ محبوب ٿي ويا آهيو. توهان جي عشق منهنجي اندر ۾ باهہ ڀڙڪائي ڇڏي آهي، فرصت مبارڪ جو هاڻ منهنجي جان جلي چڪي آهي. نڙ وانگر ڪو ڪون ڪرڻ ٿي منهنجو

سامان آهي ۽ اهو ئي منهنجي ويران گهر لاءِ ڏيئو آهي. لڪيل غم جي ڳالهه نه ڪرڻ ڏاڍي ڏکي آهي، جيئن شراب کي مينا ۾ لڪائڻ مشڪل آهي. مسلم نبي ﷺ جي راز کان بيگانه ٿي ويو تنهن ڪري هي بيت الحرم وري بيهر بت خانو بنجي ويو. هر مسلمان جي بغل ۾ لات، منات، عزي ۽ هبل منجهان ڪونه ڪو بت پيل آهي. اسان جو شيخ برهمڻ کان به وڌيڪ ڪافر آهي ڇو جو انجو سومنات ان جي سر (دماغ) ۾ آهي"

2- "اي بوصيريءَ ڪي پنهنجي چادر عطا ڪندڙ! توهان مونکي به بربط سلميٰ عطا فرمايو آهي. انهن غلط سوچ رکندڙ مسلمانن کي، جن کي پنهنجي متاع جي به سڃاڻپ ڪانهي، سچائيءَ جو ذوق عطا ڪيو. جيڪڏهن منهنجي دل جو آئينو بي جوهر آهي ۽ جيڪڏهن منهنجي شعرن ۾ قرآن کان سواءِ ڪاٻي شي پوشيده آهي ته توهان جو نور زمانن ۽ وقتن جي صبح آهي ۽ توهان جي اک تي دل جي ڳالهه ظاهر آهي- (جيڪڏهن مان قرآن جي فڪر کان سواءِ ڪنهن ٻي شي ڏانهن ماڻهن کي سڏي رهيو آهيان ته پوءِ) منهنجي فڪر جي ناموس جو پڙدو ڦاڙي ڇڏيو ۽ ان خيابان (دنيا) کي منهنجي ڪنڊي کان پاڪ ڪريو (موت ڏيو)."

3- "پر جيڪڏهن مون (پنهنجي شاعري ۾) قرآن جا موتي پويا آهن ۽ مسلمانن کي حق چيو اٿم، ته پوءِ اے اها عظيم ذات! جنهن جي احسانن سان جيڪو "ڪجهه نه" آهي اهو "ڪجهه" ٿي پوي ٿو (منهنجي لاءِ دعا ڪيو ڇو جو اها) هڪ دعائي منهنجي سچي گفتار جي مزدوري آهي ته خداءِ عزوجل جي بارگاهه ۾ عرض ڪريو ته منهنجو عشق عمل سان هم آغوش ۽ هم آهنگ ٿئي، (توهان جا مون تي اڳ ئي گهڻا احسان آهن) توهان مون کي درمند دل جي دولت عطا ڪئي آهي ۽ توهان ئي مون کي دين جي علم مان حصو عطا ڪيو آهي. (مونتي هڪ ٻيو به احسان ڪريو اهو ته) مون کي عمل ۾ به دوام ۽ هميشگي عطا فرمايو. مان مينهن جو هڪ ڦڙو آهيان مون کي گوهر بنايو."

جيئن جيئن علامه صاحب جو شعور پڪو ۽ پختو ٿيندو ويو تئين تئين رسول ڪريم ﷺ جن جي محبت سندس نس نس ۾ سمائبي وئي. سندس ادراڪ جو آئينو جئين جيئن نکرندو ۽ چمڪندو ويو تيئن تيئن نبوي نور جون تجليون ان ۾ زياده کان زياده جذب ٿينديون ويون.

ايستائين جو جڏهن سندس عمر آخري منزل تي پهتي يعني پاڻ پوڙهائپ ۾ پير پاتائون تہ سندس عشقِ رسول ڪمال جي بلندين تي اڏامڻ لڳو. پوءِ اهو وقت بہ آيو جو سندس معنوي وجود رسالت جي روشن سج جو چمڪندڙ ڪرڻو بڻجي ويو، جنهن جي روشني ڪروڙين مسلمانن جي ذهنن کي روشن ڪري ڇڏيو ۽ جنهن جي حرارت انهن جي دلين کي گداز ڪري ڇڏيو.

"ارمغانِ حجاز" علامہ صاحب جي ڪلام جو آخري مجموعو آهي، ان ۾ پاڻ سراپا عشق ۽ محبت نظر اچي ٿو. هن ڪتاب جو عنوان ئي تاجدارِ رسالت ﷺ جن سان سندس بي پناهہ محبت جو اظهار ڪري رهيو آهي. ان ۾ "حضورِ رسالت" جي عنوان سان هڪ سو اڻويهہ (119) رباعيون (قطعات) آهن. انهن مان هر هڪ رباعي ان تب و تاب ۽ سوز ۽ گداز جو ڏس ڏئي رهي آهي جيڪو شاعر جي سيني ۾ اڀري رهيو آهي ٿورڙي جهلڪ هيٺين رباعين ۾ ڏسي سگهجي ٿي:

بایں پیری رہِ یثرب گرفتم
نواخواں از سرورِ عاشقانہ
چوں آں مرغے کہ در صحرا سرِ شام
کشاید پر بہ فکرِ آشیانہ

"مون پيرسنيءَ ۾ مديني جي راهہ ورتي آهي ۽ عشق جي سرور ۾ ڳائيندو ٿو وڃان، ان پکيءَ وانگر جيڪو رڻ تي شام جي وقت، آکيري جي فڪر ۾ پنهنجا پرڙا کوليندو آهي."

مسلماں آں فقیر کج کلاہے
رمید از سینۂ او سوزِ آہے
دلش نالد! چرا نالد؟ نداند
نگاہے یا رسول اللہ نگاہے!

"اهو مسلمان جنهنجي فقيري ۾ شانِ ڪج ڪلاهي (ابتي ٽوپي) هئي يعني عزت هئي، ان جي سيني مان آهن جو سوز نڪري چڪو آهي. سندس دل روئي رهي آهي! ڇو ٿي روئي، ڪيس ڪابہ خبر نہ آهي، مٿس نگاهہ ڪريو، يارسول الله نگاهہ ڪريو."

بیا اے ہم نفس باہم بنالیم
من و تو کشتۂ شانِ جمالیم

دو حرفے بر مرادِ دل بگوئیم
بہ پائے خواجہ ﷺ چشماں را بمالیم

”اي دوست! اچ تہ گڏجي ڳوڙها ڳاڙيون. ڇو جو تون ۽ آءٌ ٻئي حضور ﷺ جن جي شانِ جمال جا ڪُٺل آهيون. پنهنجي دل جي مراد لاءِ ڪين ٻہ حرف عرض ڪيون. پنهنجي آقا ﷺ جي پيرن مبارڪن ۾ پنهنجون اکيون ملیون.

بہ کوئے تو گدازِ یک نوا بس
مرا ایں ابتدا ایں انتہا بس
خرابِ جرأتِ آں رند پاکم
خدا را گفت ما را مصطفیٰ بس

(” اي ڪريم ﷺ!) توهان جي پاڙي ۾ منهنجي لاءِ بس صرف هڪ گداز صدا ئي ڪافي آهي. اهائي منهنجي شوق جي ابتدا آهي ۽ اهائي انتها آهي. مان ان پاڪ طبيعت رند جي جرات جو شيدائي آهيان، جنهن خدا کي چيو هو تہ مون لاءِ الله جو رسول ئي ڪافي آهي.“

”ارمغانِ حجاز“ حقيقت ۾ محبت جو اهو نذرانو آهي جيڪو اقبال رح بارگاهِ رسالت ماب ﷺ ۾ روبرو پيش ڪرڻ چاهيو ٿي پر بيماريءَ ۽ ڪراڙپ کيس ان سفر جي اجازت نہ ڏني. تنهن هوندي بہ سندس روح سفر ڪندو رهيو ۽ روحاني عالم ۾ هو انهن سمورين ڪيفيتن سان سرشار ٿيندو رهيو جيڪي جسماني سفر ۾ ٿينديون آهن:

سحر باناقہ گفتم نرم تر رو
کہ راکب خستہ و بیمار پیراست
قدم مستانہ زد چنداں کہ گوئی
بپایش ریگِ ایں صحرا حریر است

”مون صبح جو ڏاچيءَ کي چيو تہ تورو آهستي آهستي هل. ڇو جو تنهنجو سوار ٿڪل، بيمار ۽ پوڙهو آهي. ان اهڙيءَ مستي مان پيرپريا جو تون ان کي ڏسي چوين تہ هن صحرا جي واري ان جي پيرن هيٺان (جڻ تہ) ريشم آهي.“

چہ خوش صحرا کہ دروے کارواں ہا
درودے خواند و محمل براند
بہ ریگِ گرمِ او آور سجودے
جبیں را سوز تا داغے بماند

”ڪيڏو نه مبارڪ آهي اهو صحرا جنهن ۾ قافلا، درود شريف پڙهندا سوارين کي (اٺن کي) اڳتي وڌائي رهيا آهن، تون ان جي تتل واريءَ تي سجدو ڪري پنهنجي نرڙ کي ساڙ ته جيئن ان تي (سجدي جو) نشان باقي رهي.“

ان صحرائي رستي ۾ هو سفر جي تڪليف محسوس ڪرڻ جي بجاءِ لطف اندوز ٿئي ٿو ۽ ساربان / جت کي چوي ٿو ته مون کي ڏکئن رستن تان وٺي هل ته جيئن جدائيءَ جو درد وڌيڪ ٿئي:

غم راہی نشاط آمیز ترکن
فغانش را جنوں انگیز ترکن
بگیر اے سارباں راہِ درازے
مرا سوزِ جدائی تیز ترکن

”اي ساربان (اوٺي!) تون هن مسافر جي غم کي اڃان وڌيڪ نشاط آميز ڪر. سندس آه وفغان کي وڌيڪ جنون انگيز ڪر. اي اوٺي! ڪو ڏکيو رستو اختيار ڪر، ۽ اهڙيءَ طرح منهنجي جدائيءَ جي سوز کي اڃان تيز تر ڪر.“

هو انهن ڪوتاهين کان چڱيءَ طرح واقف آهي جن جي ڪري مسلمانن جي قومي دٻدٻي ۽ قومي عظمت جو زوال ٿيو. انهن ڪوتاهين جو بارگاهِ رسالت ۾ وڏي ندامت سان اعتراف ٿو ڪري:

بہ آں بالے کہ بخشیدی پریدم
بہ سوزِ نغمہ ہائے خود تپیدم
مسلمانے کہ مرگ ازوے بلرزد
جہاں گر دیدم و اُو را ندیدم

”توهان مون کي جيڪي وار ۽ پر عطا ڪيا آهن مان انهن سان ئي اڏري رهيو آهيان. پنهنجي نغمن جي سوز ۾ ڏاڍو سڙيو آهيان. اهو مسلمان جنهن کي موت به ڏسي ڏڪي وڃي، مان سڄي دنيا رليو آهيان پر اهو مون کي ڪٿي به نظر نه آيو آهي.“

جبیں را پیشِ غیر اللہ سودیم
چو گبراں در حضورِ او سرودیم
ننالم از کسے می نالم از خویش
کہ ما شایانِ شانِ تو نہ بودیم

"اسان غير الله جي سامهون پنهنجي پيشاني جهڪائي، باهه جي پوڄارين وانگر ان جي سامهون ڳائيندا رهياسين. مون کي ٻئي ڪنهن کان ڏک ڪونهي بلڪ مان پاڻ کان شرمسار آهيان، ڇو جو مان تنهنجي شان جي لائق نه آهيان."

به نورِ تو بر افروزم نگه را
که بینم. اندرونِ مهرومه را
چوں می گویم مسلمانم بلرزم
که دانم مشکلاتِ لااله را

"توهان جي نور سان مان پنهنجي نگاهه کي روشن ڪري رهيو آهيان ته جيئن مان سج ۽ چنڊ (ڪائنات) جو اندر ڏسي سگهان. جڏهن چوان ٿو ته: مان مسلمان آهيان ته ڏڪي ٿو وڃان، ڇو جو مون کي لاالله جي مشڪلاتن جي خبر آهي."

عشق ۽ محبت جو ڪمال اهو آهي جو هو پنهنجو پاڻ کي ڏوهي ۽ سزا جو حقدار سمجهندي خدا تعاليٰ جي بارگاهه ۾ عرض ٿو ڪري ته "اي منهنجا مالڪ حضور ﷺ جن جي سامهون اسان جو حساب نه ڪجان. چاڪاڻ جو هڪ ته اسان رسوا ٿينداسون ٻيو ته پاڻ ڪريمن ﷺ جي ذات مبارڪ کي ڏک رسندو ۽ سندن ڏک اسان لاءِ هر سزا کان وڌيڪ هوندو:

به پایاں چوں رسد ایں عالمِ پیر
شود بے پردہ ہر پوشیدہ تقدیر
مکن رسوا حضورِ خواجہ ﷺ مارا
حسابِ من ز چشمِ اونہاں گیر

"(خدايا! قيامت جي ڏينهن) جڏهن هي پيرسن دنيا انجام کي پهچي، ۽ هر پوشيده تقدير ظاهر ٿي پوي، (اُن ڏينهن) مون کي منهنجي آقا ﷺ جي سامهون رسوا نه ڪجان ۽ منهنجو حساب پاڻ ڪريمن ﷺ جي نگاهن کان لڪائي ڪجان."

اقبال وٽ جيئن فڪر و نظر، زبان، بيان، لهجي ۽ اسلوب ۾ بلندي ۽ انفراديت آهي اهڙيءَ طرح شانِ نبوت ۽ شان محبوبيت جي باري ۾ به سندس تصورات بلند ۽ منفرد آهن. سندس ابتدائي دور جي شاعري ۾ اسان کي سندس روايتي قسم جي نعت ملي ٿي جيئن:

وہ بزم یثرب میں آکے بیٹھیں ہزار منہ کو چھپا چھپا کر
نگاہ عاشق کی دیکھ لیتی ہے پردۂ میم اٹھا اٹھا کر
جو تیرے کوچے کے ساکنوں کا فضائے جنت میں دل نہ بہلا
تسلّیاں دے رہی ہیں حوریں خوشامدوں سے منامنا کر
شہیدِ عشقِ نبی کے مرنے میں بانکپن بھی ہیں سو طرح کے
اجل بھی کہتی ہے زندہ باشی ہمارے مرنے پہ زہر کھاکر
رکھی ہوئی کام آہی جاتی ہے جنسِ عصیاں عجیب شے ہے
کوئی اسے پوچھتا پھرے ہے زرِشفاعت دکھا دکھا کر
ترے ثناگر عروسِ رحمت سے چھیڑ کرتے ہیں روزِ محشر
کہ اس کو پیچھے لگا لیا ہے گناہ اپنے دکھا دکھا کر

پر اهو بيان جو انداز ٿورڙو ئي عرصو رهيو. جيئن جيئن سندس عمر ۽ شعور جي پختگي وڌندي وئي، هو نبوت جي مقام ۽ منصب جي ڄاڻ حاصل ڪندو ويو. جيئن جيئن حضورﷺ جن جي معنوي شخصيت جا اسرار ۽ رمزون مٿس کلندا ويا تيئن تيئن سندس اندازِ بيان ۾ وسعت ۽ گهرائي ايندي وئي. آخڪار اِن لهجي ۽ اسلوب کي اختيار ڪيائين جيڪو خاص ان جو پنهنجو آهي. جنهن کي اهلِ نظر ۽ اهلِ فڪر جي سماعت، سجاڻ ۾ ڪا تڪليف محسوس نٿي ڪري.

وہ دانائے سبل، ختم الرسل، مولائے کل جس نے
غبارِ راہ کو بخشا فروغِ وادیٔ سینا
نگاہِ عشق و مستی میں وہی اول وہی آخر
وہی قرآں وہی فرقاں وہی یٰس وہی طٰہٰ

يا

لوح بھی تو قلم بھی تو تیرا وجود الکتاب
گنبدِ آبگینہ رنگ تیرے محیط میں حباب

علامہ اقبال جو تصورِ خاتم الانبياءُ، عام عالمن ۽ دانشورن کان تمام مٿانهون آهي. ان جي باري ۾ فضل ڪريم دراني، جنهن جون ملاقاتون علامہ صاحب سان ٿينديون رهنديون هيون، اهو ساڻس ٿيل هڪ ملاقات جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو:

"اقبال مقامِ نبوت تي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪندي حضرت ابوبڪر صديقؓ رضہ جي سيرت مان هڪ واقعو بيان ڪندي چيو ته،

حضرت ابوبڪر صديق رضہ کان ڪنهن پڇيو تہ "توهان کي الله تعاليٰ سان وڌيڪ محبت آهي يا الله جي رسول ﷺ سان"؟ هڪ عام ملان مولوي تہ عام طورتي اهوئي جواب ڏئي ها تہ مون کي الله سان وڌيڪ محبت آهي ڇو جو رسول الله سان زياده محبت ان جي نظر ۾ شرڪ ٿيندو. پر حضرت ابوبڪر صديق رضہ فرمايو تہ "مون کي الله جي رسول سان زياده محبت آهي. وڌيڪ چيائين تہ رسول الله جي رسالت کان اڳ اسان بہ اتي هئاسين ۽ الله بہ اتي ئي هو. نہ ان اسان کان پڇيو ۽ نہ اسان ئي ان کي سڃاتو. هاڻي جو الله جو رسول آيو آهي تہ اسان الله کي سڃاتو ۽ الله بہ اسان کي سڃاتو."

علامہ چيو تہ مون اهو واقعو شعر ۾ بيان ڪيو آهي پوءِ پاڻ بہ شعر ٻڌاياڻون. علامہ کي پاڻ ڪريم ﷺ جن سان عشق هيو ۽ منهنجو ايمان آهي تہ حضور ڪريم ﷺ جن سان عشق هڪ انسان جي ڇوٽڪاري لاءِ ڪافي آهي. پاڻ پهريون شعر تہ صاف ۽ صحيح نموني پڙهياڻون پر ٻئين مصرع تي مٿن سڪتو طاري ٿي ويو ۽ گلو بند ٿي ويس. اکين مان بي اختيارڳوڙها وهي پيس ۽ وڏي مشڪل سان شعرپورو ڪيائين اهو شعر "رموزبي خودي" ۾ آهي:

معنیِ حرفم کنی تحقیق اگر
بنگری بادیدۂ صدیق اگر
قوتِ قلب و جگر گردد نبی ﷺ
از خدا محبوب تر گردد نبی ﷺ

"جيڪڏهن تون منهنجي ڳالهہ جي تحقيق ڪرين ۽ جيڪڏهن تون سيد ناصديق رضہ جي اک سان ڏسين، تہ نبي اڪرم ﷺ جن قلب ۽ جگر جي قوت بنجي ويندا آهن ۽ نبي ﷺ جن الله تعاليٰ کان بہ وڌيڪ محبوب ٿي ويند آهن."

"جاويد نامہ" جيڪو علامہ جي روحاني تجربن جو تت آهي ان ۾ جتي "رمز و ايما" جي پردي ۾ گهڻا مابعد الطبعياتي مسئلا بيان ڪيا اٿائين ۽ گهڻن رازن کي شاعري جي فن جي آگرين سان کوليو اٿائين اتي "مقامِ عبديت رسول ﷺ بابت منصور حلاج جي زباني چوي ٿو تہ:

عبدۂ از فہم تو بالاتر است
زانکہ اوہم آدم وہم جوہر است

عبدهٔ صورت گرِ تقدیرہا
اندرو ویرانہ ہا تعمیر ہا!
عبدهٔ دہراست ودہر از عبدهٔ است
ماہمہ رنگیم و اوبے رنگ و بو است
کس ز سر عبدهٔ آگاہ نیست
عبدهٔ جز سرّ الا اللّٰہ نیست
لاالہٰ تیغ و دم او عبدهٔ
فاش تر خواہی بگو ہو عبدهٔ
مدّعا پیدا نہ گردد زیں دوبیت
تانہ بینی از مقام ما رمیت

"عبدهٔ تنهنجي سمجهہ کان مٿانهون آهي، ڇو جو هو آدم بہ آهي ۽ جوهر بہ. عبده تقدیرن جو بنائیندڙ آهي ۽ ان ۾ ویرانا بہ آهن ۽ تعمیرون بہ. عبده زمانو آهي ۽ زمانو عبده مان پیدا ٿئي ٿو. اسین سڀ مختلف رنگن ۾ رنگیل آهیون ۽ هو بي رنگ و بو آهي. عبده جي رازکان کوبہ آگاهہ ناهي ۽ صرف عبده ئي الا الله جو راز آهي. لااله تلوار آهي ۽ عبده ان تلوار جي ڌار آهي. کولي ٻڌائڻ ٿو چاهین تہ هو پاڻ ئي (الله) عبده آهي. انهن ٻن بیتن مان ڳالهہ واضح نہ ٿیندي جیسیتائين تون مقام "مارمیت" کي نہ سمجهندين." سوره انفال جي هن آیت ڏانهن اشارو آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ فرمایو آهي تہ:

(وَمَا رَمَيْتَ اِذْ رَمَيْتَ وَلٰكِنَّ اللهَ رَمٰى.( سورة الانفال آیت:۱۷)

"اي رسول الله ﷺ) جڏهن تو اُڇلي تہ تو نہ اڇلي پر الله اڇلي."

هتي عبده جي وضاحت جي بیان ۾ جیکو کجهہ رمز ۽ استعاري جي صورت ۾ چیو ویو آهي، ان ۾ وڏیون باریکیون ۽ نزاکتون آهن، جن کي کلیل نموني بیان نٿو کري سگهجي. چاکاڻ تہ هتي نہ صرف "عرض و جوهر"، "همه اوست" ۽ "همہ از اوست" جا نکتا لکل آهن پر "حلول" ۽ "ثنویت" جون جهلکیون بہ ان ۾ نظر اچي رهیون آهن ۽ جتي "حلول" ۽ "ثنویت" جي جهلک نظر اچي اتي شریعت جي تلوار سر جي مٿان هوندي آهي. پر هي عشق جي زبان آهي جیکا ظاهر بین عقل جي سطح کان مٿي هوندي آهي ۽ جڏهن عشق جي زبان سخن سرا ٿیندي آهي تہ اها کنهن خنجر یا تلوار جي پرواهہ نہ کندي آهي.

پروفيسر عبدالقيوم/ بشير احمد مهر

# اقبال جو ختمِ نبوت بابت تصور

اقبال مطابق وحي زندگيءَ جي هڪ اهڙي خاصيت آهي جيڪا صرف انسانن سان ئي مخصوص نه آهي پر حيوانن ۾ ٻوٽن ۾ به موجود آهي. انهن ئي خاصيتن ۽ خصوصيتن مطابق سلو زمين جي اونهائين مان آزادانه ڦٽي پنهنجو وجود مڃرائي ٿو. جيئن حيوانن ۾ به هڪ نئين ماحول مطابق ڪو نئون عضوو نشوونما حاصل ڪندو آهي تيئن انسان پنهنجي ذات ۽ وجود ۾ زندگي جي گهرائين مان هڪ نور ۽ روشني حاصل ڪري ٿو. هن نظرئي جي جيئن علامه چوي ٿو ته قرآن مجيد مان به بجا طور تصديق ٿئي ٿي. سوره طٰه ۾ آهي ته "اسان جو پالڻهار اهو آهي جنهن هر شي کي ان جي صورت بخشي ۽ ان کي هدايت ڏني." (5-20) سورت نحل ۾ آهي ته "توهان جي پروردگار ماکيءَ جي مک کي وحي ڪئي ته جبلن، وڻن ۽ پيهن ۾ گهر ٺاهي (16-68).

اهڙيءَ طرح وحي زندگيءَ جو هڪ اهڙو شعور آهي جنهن جي روشني ۾ هر جيوت سرگرم آهي. هي شعور انهن جي جبلت ۽ طبيعت ۾ رکيو ويو آهي. ان مطابق هر جيوت کي اها ڄاڻ آهي ته هن کي ڇا ڪرڻو آهي ۽ ڇا ناهي ڪرڻو. اهي مقصد ڪهڙا آهن جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هن کي جدوجهد ڪرڻي آهي ۽ اهي وسيلا ۽ ذريعا ڪهڙا آهن جن جي استعمال سان انهن جو حصول ممڪن آهي. جيئن، جڏهن ۽ حيوانن جا افعال انهن جي جبلتن جا تابع هوندا آهن جن بابت عام طور تي اهو سمجهيو ويندو آهي ته اهي شعور کان خالي هوندا آهن. پر حقيقت ۾ اهو خيال صحيح ڪونهي. انهن جي افعالن جي سائنسي مطالعي کانپوءِ ماهران نتيجي تي پهتا آهن ته جانورن جي جبلي فعلن ۾ به شعور جو عنصر

موجود هوندو آهي. ٿيندو هينئن آهي تہ ڪنهن بہ جبلي فعل جي تصور کانپوءِ، فعل پنهنجو پاڻ ايترو جلد واقع ٿيندو آهي جو تصور ۽ فعل جي وچ ۾ ڪو بہ وقفو نہ هوندو آهي. شعور جو انحصار ان وقفي تي آهي جيڪو تصور ۽ فعل جي وچ ۾ ٿئي ٿو. جبلي ڪردار خواه ڪيترو ئي لاشعوري چو نہ هجي، وقوفي عنصر جو حامل ضرور ٿئي ٿو، جيڪو وقوف جبلي فعلن سان وابستہ ٿئي ٿو اهو شعور، باطن ۾ منعڪس ٿيڻ بجاءِ خارجي حرڪتن ۾ ظاهر ٿئي ٿو. جبلت سان وابستہ شعور فطري ۽ پيدائشي ٿئي ٿو نہ ڪي تربيتي انهيءَ ڪري اسين بجا طور تي اهو چئي سگهون ٿا تہ حيوانن جي جبلي فعلن جو ٿيڻ جنهن صحت ۽ نظم سان ٿئي ٿو ان مان اهو نتيجو اخذ ڪرڻ غلط نہ ٿيندو تہ حيوان بہ پنهنجي حرڪتن جو ارتڪاب ائين ئي ڪري ٿو جيئن انسان. اهڙيءَ طرح انسان جو اهو شعور جنهن جي ڪري هو پنهنجي زندگيءَ جي نصب العين (خاص مقصد) جو تعين ڪري ٿو ۽ ان جي حاصلات لاءِ ڪوبہ واضح لائحۂ عمل تجويز ڪري ٿو جيئتوڻيڪ ڏاهپ، دليل يا تجربي مان حاصل ڪري سگهجي ٿو، پر جڏهن اهڙي شعور جي ڪيفيت وجداني هجي تہ اهو حيوانن جي شعور کان، نوعيت جي لحاظ کان مختلف نہ ٿو ٿئي. هي لڪل شعور جيڪو حيوانن ۾ انهن جي فعلن سان گڏ غير واضح شڪل ۾ موجود هجي ٿو ۽ اهو شعور جيڪو انسان کي وجدان ذريعي حاصل ٿئي ٿو، اقبال جي نظر ۾ وحي آهي.

هاڻ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ انسان جي وجداني شعور جي سرچشمي جي نوعيت ڪهڙي آهي؟ هن سوال جو سڌو سنئون جواب اهوئي ٿي سگهي ٿو تہ جهڙيءَ طرح حيوان ۾ اُن جو شعور، ان جي جبلت جو حصو هوندو آهي اهڙيءَ طرح انسان جو وجداني شعور بہ ان جي جبلت ۽ فطرت جو هڪ حصو هوندو آهي، وحي انسان تي خدا جي طرف کان نازل ٿئي ٿي. ٻين لفظن ۾ علم بالوحي جو ماخذ خارجي آهي داخلي نہ، ان جو سرچشمو ڪا مافوق الفطرت ذات آهي. اقبال نبوت جي تعريف هيٺين لفظن ۾ ڪري ٿو تہ "هي شعور ولايت جي اها شڪل آهي جنهن ۾ وارادات اتحاد پنهنجي حدن کان تجاوز ڪري ٿي وڃي ۽ انهن قوتن جي ٻيهر رهنمائي يا نئين سر تشڪيل جا وسيلا ڳولي ٿي، جيڪي اجتماعي زندگيءَ جي صورت ناهيندڙ آهن. جڻ تہ نبين جي ذات ۾

زندگيءَ جو محدود مرڪز پنهنجي لامحدود اعماق (گهرائي) ۾ پڌي وڃي ٿو تہ جيئن هڪ دفعو ٻيهر هڪ تازي قوت ۽ زور سان اڀري سگهي."

هتي اقبال علم بالوحي جو سرچشمو انسان جي پنهنجي ذات کي قرار ڏئي ٿو نہ ڪي ڪنهن خارجي ذات کي. هن ڏس ۾ هيءَ ڳالهہ ذڪر ڪرڻ جي قابل آهي تہ اقبال، infinite لامحدود جا لفظ وڏي "I" سان نٿو لکي. جيڪڏهن هو ايئن ڪري ها تہ اهو چئي سگهجي ها تہ هن نہ ختم ٿيندڙ سلسلي مان مُراد ڪا خارجي قوت يا خدا هئي. اقبال هن تضاد کي اهو چئي رد ڪري سگهي ٿو تہ جڏهن اسين اهو چئون ٿا تہ ڪائنات جي هر شي وحيءَ سان لاڳاپيل آهي ۽ انسان ۽ حيوان بہ هن فطرت جو هڪ حصو آهن جيڪا خدا جي خلقيل آهي تہ حيوان جو جبلي شعور ۽ انسان جو وجداني شعور ٻيئي خدا جي ٺاهيل فطرت جي تقاضا هئڻ ڪري الله تعاليٰ جا عطا ڪيل آهن. اهڙيءَ طرح اسين جائز طور تي اهو بہ چئي ٿا سگهون تہ انسان جي علم جو سرچشمو خدا آهي. انهيءَ تي اهو اعتراض ٿي سگهي ٿو تہ جهڙيءَ ريت هن شعور کي جنهن کي اقبال وحي چوي ٿو، حيوانن جي باري ۾، خدا جو نالو وچ ۾ آڻڻ کانسواءِ، فطرتي اصطلاح ۾ بيان ڪريون ٿا، اهڙيءَ طرح ڇا هي وڌيڪ مناسب نہ ٿيندو جو علم بالوحيءَ کي خدا جي ٺاهيل فطرت جي اعتبار کان خدا ڏانهن منسوب ڪرڻ ۽ ان کي خدا طرفان نازل سمجهڻ بجاءِ اسين اهو چئون تہ انسان جو علم بالوحي بہ فطرت جوئي هڪ حصو آهي. پر مٿي جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي اهو شايد وحيءَ جي باري ۾ نہ چيو وڃي. ان کانسواءِ جيڪڏهن اسين خدا کي عالمگير وحي جو سرچشمو انهيءَ ڪري بہ مڃون ٿا جو حيوان جي جبلت ۽ انسان جو وجدان ٻئي خدا جي ٺاهيل فطرت جا تقاضا آهن تہ پوءِ ڇا اسين اهو چوڻ ۾ حق بجانب نہ ٿينداسون تہ انسان جي سوچڻ ۽ سمجهڻ جي سگهہ ۽ مشاهدي جي طاقت بہ خدا تعاليٰ جون ئي عطا ڪيل آهن. انهي ڪري جهڙيءَ طرح وحيءَ جو سرچشمو خدا آهي اهڙيءَ طرح عقل ۽ مشاهدي مان حاصل ڪيل علم بہ خدا جو ڏنل آهي. ٻئي مصدر ۽ سرچشمن جي لحاظ کان برابر آهن.

اقبال چوي ٿو تہ زندگي جيئن جيئن مختلف ارتقائي مرحلا طئي ڪري ٿي، وحيءَ جي ماهيت ۽ نوعيت بہ مٽبي رهي ٿي. هتي اقبال جن

معنائن ۾ وحيءَ جو لفظ استعمال ڪيو آهي انهيءَ مطابق هيءَ هڪ صلاحيت آهي جيڪا (جنس) نوع جي سيني افراد ۾ موجود هوندي آهي. پوءِ اها نوع يا جنس انسانن جي هجي يا حيوانن جي. جيئن ته حيوانن ۾ اها جبلت، نوع حيوانيءَ جي هر هڪ فرد ۾ موجود آهي. جڏهن انساني زندگي جبلي حالت ۾ هئي ته هيءَ صلاحيت گهٽ وڌ نوع انساني جي هر هڪ فرد ۾ موجود هئي. پر جڏهن انسان ارتقائي منزلون طئي ڪيون ۽ هن جي زندگي جبلي حالت مان، جنهن ۾ بقول هابزجي ته هيءَ خود غرض ۽ درندي وارين خصوصيتن سان ڀريل هئي هن حالت ۾ آئي جتي هڪٻئي سان تعاون ۽ اشتراڪ، خود ايثاري ۽ همدرديءَ جهڙن جذبن جي پرورش ٿي ۽ هڪ اجتماعي زندگي جي ابتدا ٿي ته ان وقت وحيءَ جي شڪل مختلف ٿي وئي. تڏهن اها وحي هر ڪنهن کي الڳ الڳ ڪونه ملندي هئي. بلڪ نوع انسانيءَ مان صرف چونڊيل ماڻهن کي ئي ملي. اهو انهن ماڻهن جو فرض هو ته اهي پنهنجي جنس (نوع) جي ماڻهن تائين ان کي پهچائين. وحي جي اها شڪل انسان جي معاشرتي ۽ تمدني زندگيءَ جي گهرجن جي پوراءِ لاءِ هئي يا ائين ڪٿي چئجي ته جيستائين خالص طبعي زندگي جو تعلق هو، جيڪا انسان ۽ حيوان ۾ مشترڪ آهي ۽ جيڪو جبلت جي تابع آهي يعني کائڻ، پيئڻ، سمهڻ جاڳڻ ۽ جنسي خواهشون، هن زندگيءَ جي تقاضائن کي پورو ڪرڻ لاءِ جهڙي قسم جي شعور جي ضرورت هئي اهو ته هر نوع جي فرد لاءِ گهٽائي ۾ هن کي ڏنو ويو پر اهو علم جنهن جي روشنيءَ ۾ اجتماعي زندگيءَ جي تشڪيل ۽ تنظيم ڪرڻي هئي اها هر فرد جي وس جي ڳالهه نه هئي. اها صرف انهن مخصوص ماڻهن لاءِ مقدر هئي جيڪي ٻين ماڻهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ذهين، ڏگهي نگاهه، حساس، پختي عزم ۽ عمل جي اعليٰ صلاحيتن جي طاقت رکڻ جي ڪري نه صرف قانون، هدايتن، ضابطن ۽ قاعدن کان باخبر هئا ۽ جن تي عمل ڪري هر فرد هميشه لاءِ اجتماعي بقا، تحفظ، امن، انفرادي بهبود ۽ سربلندي و ڪامراني حاصل ڪري ٿي سگهيو بلڪ اهي خود به عمل ڪرڻ ۽ ٻين فردن کي پنهنجي عمل جي دائري ۾ داخل ڪرڻ جي اهليت رکندا هئا. اهو سمورو عمل انهن کي باطني واردات تي مشتمل وجداني شڪل ۾ ملندو هو. هن باطني مشاهدي ۾ انهن کي اهو مڪمل يقين هو ته انهن جو اهو عمل

اڪتسابي نہ بلڪ وهبي يعني خدا جي طرفان عطا ٿيل آهي. اهڙن چونڊيل فردن کي نبي سڏيو ويو ۽ سندن علم کي وحي، جيڪا خدا جي طرفان نازل ٿيندي آهي ۽ انهن ٿي ماڻهن لاءِ خاص آهي. انهيءَ وحي جي ضرورت اقبال چوي ٿو تہ بني نوع انسان جي ابتدائي زندگيءَ ۾ هئي. ارتقائي منزلون طئي ڪرڻ لاءِ ضروري هو تہ نبيءَ جي حڪم جي اطاعت ڪجي. افراد پاڻ ڪنهن شيءِ تي حڪم نہ لڳائيندا هئا ۽ نہ ئي انهن جي سامهون اهو سوال هو تہ انهن جي پسند ڇا آهي ۽ ناپسند ڇا آهي؟ انهن کي اهو بہ سوچڻ جي ضرورت نہ هئي تہ پنهنجي لاءِ عمل جي ڪهڙي راهہ اختيار ڪن. اهي سڀ ڳالهيون ٻرين کان ئي طئي ٿيل هيون. اهو ڪونہ هو تہ انهن جي باري ۾ ڪين پنهنجي فڪري چونڊ کان ڪم ورتو پوي. ٻين لفظ ۾ اوامر ونواهيءَ جو هڪ طئي ٿيل طريقو سندن سامهون هو جنهن کي نافذ ڪرڻ لاءِ نبي جو حڪم ۽ ان نبيءَ کي مڃڻ وارن جو ان تي بنان ڪجهہ ڪڇڻ جي اطاعت ڪرڻ هو. ان اوامر و نواهيءَ جي حڪمن جي اهميت ۽ ان جي صحت ۽ عدم صحت جي باري ۾ ڪوبہ بحث مباحثو نہ هو. انهيءَ ڪري نبوت جي شعورکي، اقبال ڪفايتِ فڪرو انتخاب تو چوي. ڇوتہ نبوت جي موجودگيءَ ۾ فرد کي اوامر ونواهيءَ جي باري ۾ نہ ئي ڪجهہ سوچڻ جي ضرورت هئي ۽ نہ ئي ڪنهن فيصلي ڪرڻ جي. اهو ڪم صرف نبي کي ئي ڪرڻو هوندو هو. فردن جو ڪم صرف ان جي اطاعت ڪرڻ هو. انسان جڏهن ابتدائي مرحلن کان گذري اڳتي وڌيو ۽ سندس تنقيدي فڪر بہ وڌڻ ويجهڻ لڳو تہ انهن ۾ اهو شعور پيدا ٿيڻ لڳو جيڪو عقلِ استقرائي جي ڪري پيدا ٿئي ٿو ۽ جيڪو صرف ڪجهہ خاص فردن کي ئي عنايت ٿيل نہ هو پر اهو هر ان شخص جي پهچ ۾ هو ۽ انساني زندگي ارتقا جي ان سطح تي پهچي وئي جتي هاڻي ڪفايتِ فڪر ۽ انتخاب جي ايتري ضرورت نہ هئي جيتري اها اڳ ۾ هئي. جڏهن فردن تي خواهشن ۽ اشارن جو غلبو هو تہ پوءِ زندگيءَ جو مفاد بہ انهيءَ ۾ هو تہ انساني ارتقا جي ابتدائي مرحلن ۾ نفسي توانائي جو اظهار جن عقل کان مٿانهين طريقن يعني وحي ۽ الهام ۾ ٿيو هو ان جو ظهور ۽ نشونما رڪجي وڃي يعني نبوت جو سلسلو بند ٿي وڃي. ڇوتہ اسلام ۾ اهو عقيدو بنيادي حيثيت رکي ٿو تہ جيئن تہ اها وحي جيڪا پيغمبرِ اسلام تي نازل ٿي هئي اها مڪمل هئي

تنهن ڪري انهيءَ کان پوءِ وڌيڪ ڪنهن بہ وحيءَ جي ضرورت نہ آهي. پاڻ سڳورا خاتم النبيين ۽ نبي آخرالزمان آهن. هن عقيدي جي حڪمت بيان ڪندي اقبال چوي ٿو تہ پاڻ سڳورن جي ڪري زندگيءَ کي علم ۽ حڪمت جا اهي نوان سرچشما مليا جيڪي ان جي آئنده رخ جي عين مطابق هئا. اهوئي سبب آهي جو اقبال جي نظر ۾ عقلِ استقرائيءَ جو ظهور دراصل اسلام جي ظهور سان گڏ ٿيو هو. پوءِ ان مرڪزي نقطي کي بيان ڪندي چوي ٿو تہ "اسلام ۾ نبوت، پنهنجي ئي خاتمي جي ضرورت کي ڄاڻڻ ۾، پنهنجي ڪمال جي معراج کي پهتي آهي. جنهن جو مطلب اهو آهي تہ انسان هميشہ سهارن تي زندگي بسر نٿو ڪري سگهي. ضروري آهي تہ انسان پوري خود شعوريءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن وسيلن ۽ صلاحيتن کان ڪم وٺي. اقبال جي خيال ۾ اسلام جو مذهبي پيشوايت کي تسليم نہ ڪرڻ، قرآن حڪيم جو عقل ۽ تجربي تي بار بار زور ڏيڻ، ڪائنات ۽ عالمي تاريخ کي انساني علم جو سرچشمو قرار ڏيڻ، اهي سڀ تصور، نبوت جي خاتميت جا مختلف پاسا آهن. اقبال وڌيڪ چوي ٿو تہ ختم نُبوت جو مطلب باطني وردات جو خاتمو ناهي بلڪ نبوت جي خاتمّيت جي تصور جي اهميت اها آهي تہ هن يقين کي فروغ ڏجي تہ انساني تاريخ ۾ هر ان شخصي اختيار جو خاتمو ٿي ويو آهي جيڪو اهو دعويٰ ڪري تہ ان جي علم جو سرچشمو ڪا مافوق الفطرت هستي آهي. ان سان باطني وارداتن جي آزادانہ تنقيدُ جو رويو پيدا ٿئي ٿو. اسلامي ڪلمي جي پهرين حصي ۾ ڪائنات جي قوتن کي الوهيت جو رنگ ڏيڻ کان باز رکي، انسان اندر مظاهرِ فطرت جو تنقيدي مشاهدو ڪرڻ واري روح کي نہ صرف جنم ڏنو پر ان کي ترقي بہ ڏياري ۽ ڪائنات جو مطالعو خالص سائنسي انداز ۾ ٿيڻ لڳو. اقبال جي نظر ۾ ختم نبوت جو عقيدو اهو آهي تہ هاڻي ڪنهن بہ فرد کي اها دعويٰ ڪرڻ جو حق نٿو پهچي تہ هو چوي تہ سندس علم جو سرچشمو ڪا مثاهين قوت يا مافوق الفطرت هستي آهي تنهنڪري منهنجي اطاعت ڪئي وڃي. اقبال ختم نبوت جي باري ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار جن لفظن ۾ ڪيو آهي ان مان اهو مطلب ڪڍي سگهجي ٿو تہ ختم نبوت جي معنيٰ اها آهي تہ هاڻ انساني زندگي ارتقا جي ان سطح تي پهچي چڪي آهي جتي انسان پنهنجي عقلي مشاهدي مان حاصل ڪيل علم

۾ شعور جي روشنيءَ ۾ پنهنجي زندگيءَ جو نصب العين متعين ڪري سگهي ٿو ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ئي عقل ۽ مشاهدي کي استعمال ڪري رهنما اصول بہ ٺاهي سگهي ٿو. هاڻ ان کي ٻاهر کان ڪنهن ٻاهرين مافوق الفطرت هستي جو محتاج نہ ٿيڻو پوندو، هاڻي ان کي اهڙو علم قبول ڪرڻ ۽ ان علم جي ضابطن ۽ قاعدن تي عمل ڪرڻ جي ضرورت ناهي جنهن جو سرچشمو ڪا مافوق الفطرت قوت هجي. ٻين لفظن ۾ انساني زندگي جي هدايت لاءِ وحيءَ جي جاءِ انساني عقل ۽ مشاهدي والاري آهي.

مان سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن ڪوبہ شخص اقبال ۽ عام مسلمانن جي ان عقيدي کان صرفِ نظر ڪري تہ مسلمانن جي زندگي قرآن تي عمل ڪرڻ کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونهي، تعصب کي ڇڏي جيڪڏهن اقبال جي ختم نبوت جي ان تصور جي، جيئن هن تشڪيلِ جديد الاهياتِ اسلاميہ ۾ بيان ڪيو آهي، مطالعو ڪرڻ کان پوءِ ان نتيجي تي پهچندو تہ اقبال جي خيال ۾ ختم نبوت جي معنيٰ هيءَ آهي تہ هن جديد دور ۾ انسان جي هدايت لاءِ وحيءَ جي جاءِ عقل ورتي آهي تہ ان ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو. جڏهن اقبال اهو چوي ٿو تہ زندگي لاءِ اهو انڪشاف تہ. سندس نئين رخ لاءِ، وحيءَ کان سواءِ علم جا ٻيا ذريعا بہ موزون آهن. رسول اڪرم ﷺ جن جي ڪري ئي ٿيو ۽ اسلام جو ظهور عقلِ استقرائي جو ئي ظهور آهي. ان جو سڌو سنئون مطلب هي آهي تہ هاڻ زندگي جون جيڪي گهرجون آهن انهن لاءِ جنهن علم جي ضرورت آهي اهو وحي جو علم نہ بلڪ عقلِ استقرائيءَ مان حاصل ٿيل علم آهي. اقبال جو نظريہ حقيقت ۾ اهو آهي تہ حقيقتِ مطلق هڪ بابصر ۽ خلاق مشيّت آهي ۽ حقيقت جو اظهار مسلسل خلاقي ۾ ئي ٿيندو آهي. هن ڪائنات ۾ حرڪت ۽ رواني آهي. زندگي جيئن جيئن اڳتي وڌي ٿي ۽ نوان روپ ۽ نوان رخ اختيار ڪندي ويندي آهي، جن کي منهن ڏيڻ لاءِ وسيلا ۽ ذريعا بہ نوان هجڻ گهرجن ۽ وحيءَ جي ماهيت ۽ نوعيت بہ جيئن جيئن زندگي ارتقا جي ڪنهن مرحلي تي فڪر جي ڪفايت ۽ انتخاب جي ضرورت هئي تہ زندگي جڏهن جديد دور ۾ داخل ٿئي ٿي تہ هيءَ هڪ اهڙي هيئت اختيار ڪري ٿي جو ان کي ارتقائي منزلون طئي ڪرڻ لاءِ علم بالوحيءَ جي جاءِ تي سائنسي علم درڪار هوندو. جيڪڏهن انسان جي

ابتدائي دور لاءِ ان وقت وحيءَ جو علم موزون هو تہ ان جي سنِ بلوغ ۾ ان لاءِ سائنسي علم مناسب رهندو. جڏهن اقبال اهو چوي ٿو تہ انسان هميشہ سهارن تي زندگي بسر نٿو ڪري سگهي ۽ هاڻي علم جي حصول لاءِ انسان کي پنهنجيءَ ذات ڪانسواءِ ڪنهن ٻيءَ ذات جو محتاج ناهي ٿيڻو يعني هاڻي هو وحيءَ جو محتاج ناهي رهيو تہ پوءِ جيڪڏهن وحيءَ جي روشني ۾ زندگي گزارڻي آهي تہ اسلام اقبال جي بقول، مذهبي پيشوائيت کي تسليم چوندہ ڪيو. وحيءَ جو تحفظ ۽ ان کي رائج ڪرڻ جو ڪم تہ مذهبي پيشوا ئي ڪري سگهن ٿا. جڏهن اقبال اهو چوي ٿو تہ جيڪڏهن اسان ختم نبوت جي عقيدي تي ايمان آڻيون ٿا تہ پوءِ هاڻي ڪنهن بہ شخص کي اها دعويٰ ڪرڻ جو حق نٿو پهچي تہ هو چوي تہ سندس علم جو تعلق جيئن تہ مافوق الفطرت سرچشمي سان آهي تنهن ڪري سندس اطاعت ڪئي وڃي تہ ڇا ان جو مطلب اهو ناهي تہ هاڻي وحي جنهن جو تعلق بہ مافوق الفطرت سرچشمي سان آهي ان جي پيروي ڪرڻ بہ لازم نہ رهيو آهي ۽ ان جي جاءِ عقل والاري آهي؟

ظاهر آهي تہ اقبال پنهنجن خيالن جو اظهار جن لفظن ۾ ڪيو آهي تہ جديد دور ۾ انسان جي هدايت لاءِ وحي جي جاءِ عقل والاري آهي، ڪنهن بہ مسلمان لاءِ قابل قبول نہ هوندو. معلوم ٿئي ٿو تہ اقبال جڏهن پنهنجا خطبا تيار ڪري رهيو هو تہ کيس ان ڳالهہ جو قطعاً اندازو نہ هوندو تہ سندس خيالن جي تعبير اها بہ ڪئي ويندي. سٽن سالن ڪانپوءِ 1935ع ۾ جڏهن لاهور جي هڪ هفت روزہ اخبار "لائٽ" جي مدير لکيو تہ اقبال عقل کي نبوت تي ترجيح ٿو ڏئي تہ ان سلسلي ۾ اقبال جو هڪ وضاحتي بيان "طلوعِ اسلام" رسالي ۾ شايع ٿيو جنهن ۾ اقبال واضح لفظن ۾ ان تعبير جي ترديد ڪئي. اقبال هن بيان ۾ چوي ٿو تہ "ليڊنگ اسٽرنگس (Leading strings) مان مراد Leading strings of religion نہ پر ليڊنگ اسٽرنگس آف فيوچر پرافتس آف اسلام Leading strings of future prophets of Islam آهي. يا ائين ڪٺي چئجي تہ هڪ ڪامل الهام ۽ وحي جي غلامي قبول ڪرڻ ڪانپوءِ ڪنهن بہ ٻئي الهام ۽ وحيءَ جي غلامي حرام آهي. اهو سڄو سودو آهي جو هڪ غلامي ڪانسواءِ باقي ٻين سمورين غلامين کان نجات حاصل ٿي وڃي ۽ لطف اهو آهي تہ نبيءِ آخر الزمان ﷺ جن جي غلامي، غلامي نہ پر آزادي آهي. ڇو جو پاڻ

سڳورن ﷺ جي نبوت جا احڪام، دين فطرت آهن يعني صحيح فطرت انهن کي خودبخود قبول ڪري ٿي. صحيح فطرت جو انهن کي خودبخود قبول ڪرڻ ان جو دليل آهي تہ اهي حڪم زندگي جي گهرائين مان پيدا ٿيا .آهن تنهن ڪري اهي عين دين فطرت آهن. اهي اهڙا احڪام ڪونهن جن کي، ڪنهن مطلق العنان ۽ جابر حڪومت اسان تي مڙهيو هجي ۽ جن تي اسين صرف خوف جي ڪري مجبوراً عمل ڪندا آهيون. هو وڌيڪ چوي ٿو تہ منهنجي عقيدي مطابق وحي محمدي ﷺ جن ڪانپوءِ ڪنهن بہ الهام جي حيثيت ثانوي آهي. الهام جو سلسلو تہ جاري آهي پر وحي محمدي کان پوءِ ڪنهن جو بہ الهام حجت نہ آهي يا ٻين لفظن ۾ وحي محمدي ﷺ کان پوءِ الهام هڪ پرائيوٽ Fact آهي. ان جو ڪو سوشل مفهوم يا وقعت ڪونهي. مان پهرين خطبي ۾ لکيو هو تہ نبوت جي ٻي حيثيت هڪ Political institution جي آهي ۽ وحي محمدي کان پوءِ ڪنهن بہ شخص جو الهام حجت نہ ٿو ٿي سگهي. مناسب ٿيندو تہ هن وضاحتي بيان تي ڪجهہ تبصرو ڪيو وڃي. Leading strings جي وضاحت ڪندي اقبال چوي ٿو تہ انهن لفظن مان مراد Leading strings of religion ڪونهي، بلڪ Leading strings of future prophets of Islam آهي.

انهيءَ وضاحت ڪانپوءِ پورو جملو هينئن ٿيندو: Life cannot for ever be kept in leading strings, not of religion, but of the future prophets of Islam. منهنجي خيال ۾ تہ انهيءَ جملي جي ڪا مربوط معنيٰ نٿي نڪري. اسين ڪنهن اهڙي شيءِ جي باري ۾ اهو تہ چئي سگهون ٿا تہ اها هميشه بطور سهاري جي ڪم نہ ڏيندي جيڪا زمانہ حال ۾ بطور سهاري جي ڪم ڏئي رهي آهي پر مستقبل ۾ ڪنهن ظاهر ٿيندڙ شيءِ لاءِ اهو نٿا چئي سگهون تہ اها بطور سهاري جي ڪم نہ ڏيندي. تنهن ڪانسواءِ Future prophets of Islam جو مطلب اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ مستقبل ۾ مسلمانن مان ڪو بہ فرد نبوت جي دعويٰ نٿو ڪري سگهي ٻين غير مسلم قومن ۾ نبوت جو سلسلو جاري رهي سگهي ٿو.

اقبال چوي ٿو تہ الهام جو سلسلو جاري رهندو، پر اهو الهام -Socio Political Institution جو بنياد نٿو بڻجي سگهي. ستين خطبي ۾ هو مذهب جا ٽي دور ايمان، فڪر ۽ معرفت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ ٽئين

دور ۾ انسان جي اها خواهش هوندي آهي تہ حقيقت مطلق سان هو سڌو سنئون اتحاد ۽ اتصال قائم ڪري. سندس اها آرزو تڏهن پوري ٿيندي آهي جڏهن هو باطني تجربن جا مختلف مرحلا طئي ڪري انهيءَ آخري منزل تي رسي ٿو جتي سندس مقصد اهو نہ هوندو آهي تہ ڪجهہ ڏسي، پر اهو تہ هو ڪجهہ بڻجي وڃي. سندس آخري عمل فڪر جو عمل ڪونهي پر هڪ حياتي عمل آهي، جيڪو ان ۾ گهرائي ۽ پختگي پيدا ڪندو آهي ۽ ان جي ارادن کي تقويت ڏيئي هڪ شانِ خلاقي سان گڏ ان يقين جو باعث بہ بڻبو آهي تہ دنيا صرف ڏسڻ پسڻ يا نظر ۽ تصورات جي شڪل ۾ سمجهڻ جي شيءِ ڪونهي پر اها هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪا لڳاتار عمل سان ٺاهجي ٿي ۽ بار بار بنائجي ٿي، جيڪو انساني زندگي جي تعمير ۽ ترقي لاءِ هميشہ سرگرم عمل رهي ٿو اهوئي سبب آهي جو اقبال هن باطني تجربي کي Mysticism چوڻ کان گريز ڪري ٿو جنهن مان مراد اها ذهني روش آهي جنهن سان زندگيءَ جي نفي ۽ چشم پوشي ٿئي ٿي ۽ جيڪا اسان جي دور ۾ استخباري رجحان جي خلاف آهي. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا انسان جي ارادي کي پختو ڪرڻ ۽ ان ۾ استعدادِ عمل پيدا ڪرڻ ۾ حقيقتِ مطلقہ يعني خدا جو ڪو عمل دخل بہ آهي يا نہ جنهن سان هو اتحاد ۽اتصال ڪري ٿو ۽ دنيا کي ٺاهڻ ۽ بار بار ٺاهڻ لاءِ ان کي هدايت ۽ اصول ڪٿان ٿا ملن؟ ظاهر آهي تہ انهن جو مصدر ۽ سرچشمو بہ هن اتحاد ۽ اتصال جي مطابق خدا آهي. وڌيڪ اهو تہ دنيا کي ٺاهڻ ۽ بار بار ٺاهڻ لاءِ نوس شڪل اها ناهي تہ Socio Political In-stitution قائم ڪيو وڃي ۽ انهيءَ کي مسلسل جدوجهد ۽ ترقي سان فروغ ڏنو وڃي ۽ اهو باطني تجربو هن طرح سوشل مفهوم اختيار ڪيو وڃي جنهن الهام جي باري ۾ اقبال چوي ٿو تہ اهو رهندو هن جي نوعيت ڇا اها ڪونهي جيڪا صوفيانہ وارداتن جي آهي؟ جنهن جي باري ۾ هو چوي ٿو تہ ختم نبوت کان پوءِ بہ جاري رهنديون. جنهن تي آزادانہ تنقيد سان علم جا نوان نوان رستا کلن ٿا. اهو علم معاشرتي علم بہ ٿي سگهي ٿو، جيڪو Social اهميت جو حامل آهي. هڪ طرف الهام جو ڪو سوشل مفهوم ڪونهي ۽ ٻئي طرف باطني وارداتون آهن جن جو سوشل مفهوم آهي ۽ تيون باطني تجربو آهي. منهنجي خيال ۾ اهي ٽئي صوفيانہ وارداتون آهن ۽ انهن ٽنهي جي نوعيت هڪ جهڙي آهي. ستين

خطبي ۾ علامہ جنهن باطني تجربي جو ذڪر ڪري ٿو ۽ جنهن جي تشريح مٿي ڪئي وئي آهي اهو شعورِ نبوت سان هڪ جهڙائي رکي ٿو. هن مماثلت کي اقبال جي هن نظرئي مان تقويت ملي ٿي تہ باطني وارداتون، اعتبار جي لحاظ کان، نبين جي احوالنِ ۽ واقعن کان مختلف ڪونهن.

اقبال جيڪي وضاحتون پنهنجي ختم نبوت جي تصور جي صحيح مفهوم کي پيش ڪرڻ لاءِ ڪيون آهن جيڪڏهن اسين انهن کي پنهنجي سامهون رکون ۽ انهن وضاحتن تي نظر وجهون جيڪي علامہ نظريہ ختم نبوت جي فلسفي ۽ ان جي ثقافتي اهميت ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ پيش ڪيون آهن تہ انهن مان اهو صاف نظر ايندو تہ هو وحي محمدي ﷺ کان پوءِ ڪنهن بہ ہي وحيءَ ۽ الهام جو انڪار انتهائي باڪمال ۽ فلسفيانہ دليلن سان ٿو ڪري. هڪ ڪشادو ذهن ان کي قبول ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندو. پر جيستائين ان دعويٰ جو تعلق آهي تہ محمدي وحي نہ صرف رسول ﷺ جن جي دور ۾ انسانن لاءِ حجت هئي بلڪ بعد ۾ بہ هميشہ لاءِ حجت رهندي خواهہ انساني عقل ڪيترو ئي ترقي ڇو نہ ڪري وڃي تہ هو ان دعويٰ جي حق ۾ ڪو مضبوط ۽ منطقي دليل پيش ناهي ڪري سگهيو. اها صرف دعويٰ آهي علامہ صرف اهو ٿو چوي تہ جيڪو قانون رسول ڪريم ﷺ جن کي وحيءَ ذريعي مليو اهو مڪمل ۽ ابدي آهي. پر ڪيئن ۽ ڇو ابدي ۽ مڪمل آهي. هو انهي تي بلڪل ڪو بحث نٿو ڪري. هو اهو تہ چوي ٿو تہ رسول ڪريم ﷺ جن جا حڪم دينِ فطرت آهن جو فطرتِ صحيحہ انهن کي خود بخود قبول ڪري ٿي جيڪو ان ڳالهہ جو دليل آهي تہ اهي احڪام، زندگي جي اونهائين مان پيدا ٿيا آهن، انهي ڪري عين دين فطرت آهن. پر هو انهن سوالن تي بحث نہ ٿو ڪري تہ اهي احڪام زندگي جي گهراين مان ڪيئن پيدا ٿيا آهن. دين فطرتِ مان ڇا مراد آهي ۽ فطرتِ صحيحہ جو مفهوم ڇا آهي؟ فطرت صحيحہ انهن کي ڇو ۽ ڪيئن قبول ڪندي آهي. سوال اهو آهي تہ اسلام سان گڏ عقلِ استقرائي جو ظهور سول ڪريم ﷺ جن جي ڪري زندگي تي وحي کان سواءِ انساني علم جي ٻين سرچشمن جو انڪشاف ۽ پوءِ ان شخصي اختيار جو خاتمو، جنهن جي اها دعويٰ هجي تہ ان جو سرچشمو ڪا مٿانهين قوت آهي انهن سيني جي هوندي محمدي وحي کي

مجڻ ۾ ان مان حاصل ڪيل هدايت تي عمل ڪرڻ جو ڪهڙو جواز آهي؟ منهنجي خيال ۾ جيتوڻيڪ اقبال جي تہ ختم نبوت جي مٿي ذڪر ڪيل تعبير جائز آهي پر جيڪڏهن ان جي ڪا ٻي تعبير ٿي سگهي تہ اها ڪرڻ گهرجي جيڪا اقبال ۾ عام مسلمانن جي عقيدي سان ٽڪرائيندي نہ هجي. صرف مٿي ذڪر ڪيل تعبير تي ئي زور پرڻ ۾ ٻي ڪنهن تعبير لاءِ ڪوشش نہ ڪرڻ نہ صرف اقبال سان وڏي ناانصافي ٿيندي بلڪ اها هڪ وڏي ذهني بدديانتي پڻ ٿيندي.

هاڻ آئون هڪ ٻي تعبير پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس جيڪا مٿي ذڪر ڪيل سوالن جا جواب ڏيڻ جي ڪوشش تي مشتمل آهي. پر ان ڪان اڳ جو مان اها ڪوشش ڪريان هڪ ٻي وضاحت جو، جيڪا اقبال ختم نبوت جي حوالي سان پيش ڪئي آهي، ان جو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان. اقبال چوي ٿو تہ "نبوت جا ٻہ جزا آهن: هڪ خاص حالتون ۾ وارداتون ٻيو هڪ معاشرتي سياسي ادارو قائم ڪرڻ. جيڪڏهن ڪنهن نبوت ۾ اهي ٻئي جزا هجن تہ اها نبوت آهي. ختم نبوت جو مطلب اهو آهي تہ ڪوبہ شخص جيڪڏهن قرآن کان پوءِ بہ اها دعوٰي ڪري تہ مون تي الهام وغيره ٿئي ٿو ۽ منهنجي جماعت ۾ داخل نہ ٿيڻ وارو ڪافر آهي تہ اهو شخص وڏو ڪوڙو آهي. هتي خاص حالتن ۾ وارداتن مان مراد اهي باطني وارداتون آهن جن جي ذريعي اهو علم حاصل ٿيندو آهي جنهن کي وحي جو علم چئبو آهي. رسول ڪريم ﷺ جن کي وحي جو جيڪو علم مليو اهو قرآن ۾ آهي. معاشرتي سياسي اداري جي قيام مان مراد اهو نظام آهي جيڪو رسول ڪريم ﷺ پاڻ ۾ پنهنجن اصحابن سان گڏجي قائم ڪيو. هن نظام جي واضح ۾ نوس شڪل زمين تي خدا جي حڪومت جو قيام هو. جنهن جا سربراهہ رسول ڪريم ﷺ جن پاڻ هئا. اهڙيءَ طرح اسين چئي سگهون ٿا تہ نبوت جي جن جزن جو اقبال ذڪر ڪيو آهي اهي آهن: علمي جزو ۽ عملي جزو. علمي جزي کي جيئن تہ اقبال خود ئي چوي ٿو تہ اسين ولايت جو نالو ڏيئي سگهون ٿا ۽ عملي جزي کي خلافت جي قيام جو نالو ڏئي سگهون ٿا. رسول ڪريم ﷺ جن کان پوءِ جيڪڏهن ڪوبہ شخص اها دعوٰي ڪري تہ کيس وحي حاصل ٿئي ٿي ۽ هو اها ڪوشش ڪري تہ ماڻهو ان جي وحي کي سچو مڃي ان جي اطاعت ڪن تہ پوءِ اهڙو شخص ڪوڙو

آهي. پر جيڪڏهن ان علم کي، جيڪو ڪيس قرآن کان مليو آهي، هو پاڻ به عمل ڪري ۽ ٻين ماڻهن کي به ان تي عمل ڪرائڻ لاءِ هڪ معاشرتي سياسي ادارو منظم تو ڪري يا ٻين لفظن ۾ هو خلافت جو نظام قائم تو ڪري ته اهو صحيح آهي. اهڙيءَ طرح رسول اڪرم ﷺ جن جي خاتم الانبياء هجڻ جي معنيٰ اها ٿيندي ته جيستائين سندن ولايت جو تعلق آهي يعني وحي جي ان علم جو جيڪو قرآن ۾ موجود آهي ته اها مڪمل ٿي ويئي ۽ هاڻي اهڙي ولايت جي ظهور جو ڪو به امڪان نه آهي ۽ نه ٿي ڪو جواڳ پر جيستائين رسول ڪريم ﷺ جن جي قائم ڪيل خلافت جو تعلق آهي ته اهو خلافت جو قيام خود اهڙو مقصد آهي جيڪو نه صرف رسول ڪريم ﷺ جن جي حياتيءَ ۾ سندن ۽ سندن پيروڪارن جي پيش نظر هو ۽ جنهن جي حاصلات لاءِ هو ڪوشان رهيا بلڪ جيڪو رسول ڪريم ﷺ جن جي وصال کانپوءِ هميشه لاءِ مسلمانن جي پيش نظر رهڻ گهرجي. يا ڪٿي ائين چئجي ته نبوت جو دروازو ته بند ٿي ويو پر خلافت جو دروازو هميشه لاءِ کليل رهندو. رسول ڪريم ﷺ جن جي نبوت جي سلسلي ۾ سندن ٻي حيثيت کي مدنظر رکڻ ضروري آهي. هو هڪ ته خدا تعاليٰ ج جا پيغمبر هئا يعني خدا طرفان هڪ قانون (وحي) کڻي آيا جنهن تي هلي سندن پيروڪارن هڪ نظام ۽ هڪ خلافت قائم ڪئي ۽ ٻيو اهو ته پاڻ انهن ماڻهن جا جن خدا تعاليٰ جي قانون کي تسليم ڪيو ۽ ان تي سرگرمِ عمل هئا انهن جا زنده امير هئا ۽ ماڻهن کان خدا جي قانون تي عمل ڪرائيندا هئا. سندن زنده امير جي حيثيت، اسلامي حڪومت جي سربراهه جي حيثيت سان هئي. مان ان ڳالهه جي ٿوري وڌيڪ وضاحت ڪريان ته رسول جي اطاعت جو مطلب نه صرف خدا جي حڪمن جي تعميل هئي، پر رسولِ ڪريم ﷺ جي حڪومت جي سربراهه ۽ مومنن جي سردار هئڻ جي ڪري زنده امير جي حيثيت سان ڏنل وقتي، زماني، مصلحتي ۽ هنگامي حڪمن جي تعميل پڻ هئي. هاڻي جڏهن نبوت تي مهر لڳي چڪي آهي ۽ رسالت ختم ٿي چڪي آهي پوءِ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته هاڻي نوع انساني ۾ جماعت جو قيام ڪيئن ٿئي؟ هاڻي حڪومت ڪيئن قائم ڪجي؟ خلافت جو قيام ڪيئن ٿئي؟ معاشرتي سياسي ادارو، جنهن کي اقبال ختم نبوت جو جزو قرار ڏنو آهي، ڪهڙيءَ طرح عملاً ۽ واقعي قائم ٿئي؟

اهي سوال نهايت اهم آهن. قرآن حڪيم ۾ آهي تہ "۽ ناهي محمد مگر رسول، گذريا آهن ا نکان اڳ بہ ڪئي رسول، ڇا پوءِ جيڪڏهن هي مري وڃي يا قتل ٿئي تہ (ڇا) توهان وري ڦري ويندو پنهنجن ڪڙين تي."
(144_3)

هن آيت جو صاف مطلب اهو آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن جيڪو نظام ڏنو، جيڪا جماعت منظم ڪئي ۽ جيڪا خلافت قائم ڪئي ان کي قائم رکڻ هر مسلمان تي فرض آهي. هن سوال جو جواب اهو ئي آهي. جهڙيءَ طرح رسول ڪريم جن پنهنجي وقت ۾ پنهنجي پيروڪارن جا زنده امير هئا اهڙيءَ طرح بعد ۾ بہ هڪ زنده امير هر وقت موجود رهڻ گهرجي، جنهن جي اطاعت ڪانسواءِ نہ ڪو نظام قائم رهي سگهي ٿو ۽ نہ ئي ڪا جماعت منظم ٿي سگهي ٿي ۽ نہ ئي ڪا خلافت. اهوئي سبب آهي جو پاڻ ڪريمن ﷺ کان پوءِ مسلمانن جي امير کي خليفتہ النبي سڏيو ويو اهي پاڻ ﷺ جن جا جانشين هئا. اهڙيءَ طرح ختمِ نبوت جي معنيٰ اها ٿيندي تہ هاڻي ڪنهن بہ انسان کي خدا جي طرفان وحي نئين ملي سگهي ٿو جو انسان کي پنهنجي زندگي، انفرادي يا اجتماعي، پنهنجي طرح سان گذارڻ لاءِ جنهن علم جي ضرورت هئي اهو قرآن ۾ محفوظ آهي. پر جيستائين خلافت جو قيام يا اقبال جي لفظن ۾ معاشرتي سياسي اداري جي قيام جو تعلق آهي تہ اهو ڪم هميشہ جاري رهندو.

هاڻ آءُ ان تعبير طرف اچان ٿو، جنهن جو مون مٿي اشارو ڪيو آهي. رسول ﷺ جن جي باري ۾ اقبال چوي ٿو تہ "وحي جي سرچشمي جي اعتبار کان سندن تعلق قديم دنيا سان آهي پر ان جي روح جي اعتبار کان سندن تعلق جديد دنيا سان آهي. اهو جملو منهنجي خيال ۾ معنيٰ خيز آهي. هن ۾ اهڙا راز سمايل آهن جو انهن کي کولي بيان ڪرڻ سان ختم نبوت جو هڪ اهڙو تصور سامهون ايندو جنهن کي شايد اوهين اقبال کان بہ اڳتي فڪري پيش قدمي چئي سگهو. محمدي وحي جي روح جي باري ۾ اقبال چوي ٿو تہ "ان جي قدر ۽ قيمت جو فيصلو اهو ڏسي بہ ڪري سگهون ٿا تہ انهيءَ جي زير اثر ڪهڙي قسم جا انسان پيدا ٿيا ۽ تهذيب ۽ تمدن جي اها ڪهڙي دنيا هئي جيڪا ان روح جي ڪري پيدا ٿي؟ اقبال جي نظر ۾ اهو ان روح جوئي اثر هو جو مسلمانن کي ڪائنات جو مشاهدو ڪرڻ ۽ ان تي غور ۽ فڪر ڪرڻ جي ترغيب ملي. هيءَ قرآن جي

تجربيت پسندي ٿي هئي جنهن جي ڪري مسلمانن جديد علمن جو بنياد وڌو. اهو ٺيڪ آهي تہ اسين هڪ لحاظ کان اهو چئي سگهون ٿا تہ رسول ﷺ جن جي پيغام جو روح اهڙو هو جو مسلمانن پنهنجي عقل کي استعمال ڪري علم ۽ حڪمت جي نون سرچشمن جو انڪشاف ڪيو. پر جڏهن اسين اهو چئون ٿا تہ وحي جي روح جي لحا ظ کان رسول ﷺ جن جو تعلق جديد زماني سان آهي تہ ان جو هڪ ٻيو مطلب بہ ٿي سگهي ٿو تہ رسول ﷺ جن جو پيغام خود هڪ سائنسي پيغام آهي. نہ صرف اهو جو ان جي ڪري مسلمانن ۾ طبعي علمن کي حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو بلڪ وحي خود بہ هڪ اهڙو علم آهي جئين ٻيا علم آهن. رسول اڪرم ﷺ جن جي پيغام جي سائنسي هجڻ جو مطلب اهو آهي تہ اهو پيغام انهن قانونن، حڪمن ۽ انهن قاعدن ۽ ضابطن تي مشتمل آهي جن جي مُاهيت ۽ نوعيت بہ اهڙي ٿي آهي جهڙي انهن قانونن جي جيڪي ڪائنات متعلق آهن. يعني قرآن جا ڏنل قانون اهڙا ٿي سائنسي آهن جهڙا افطرت جا قانون، يا ڪُي ائين چئجي تہ محمدي وحي جي ڏنل قانون جو تعلق بہ ڪائنات سان آهي، جي فطرت جي قانونن وانگر عالمگير، لازمي ۽ ابدي آهن يعني اسلام هڪ سائنسي ضابطءِ حيات آهي.

رسول ڪريم ﷺ جن جي پيغام جي سائنسي ماهيت کي واضح ڪرڻ لاءِ قرآن ڪريم جي هن آيت جو ذڪر ڪرڻ نهايت اهم آهي جنهن ۾ رسول اڪرم ﷺ جن کي خطاب ڪندي چيو ويو آهي تہ "پوءِ تون سڌو ڪر پنهنجو منهن ۽ دين حنيف لاءِ هڪ طرفو ٿي الله جي دين تي جنهن تي پيدا ڪيائين انسان کي. ناهي ڪا تبديلي الله جي تخليق ۾. اهوئي دين سڌو آهي پر گهڻا ماڻهو نہ ٿا ڄاڻين. (30-30)

هن آيت مان بہ ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون:

1- الله جو دين، اسلام الله جي ٺاهيل فطرت آهي جنهن ۾ ڪابہ تبديلي ۽ ردوبدل ڪونهي.

2- الله انهيءَ فطرت تي انسان کي پيدا ڪيو آهي.

دين اسلام کي الله جي ٺاهيل فطرت چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ الله جي مخلوق ۽ فطرت بہ اهڙي ٿي آهي جهڙيءَ طرح خارجي ڪائنات جي ۽ ان کي بہ الله ٿي خلقيو آهي. انهيءَ مماثلت ۽ هڪ جهڙائيءَ جو مطلب

اهو آهي تہ ڪائنات جي فطرت ۾ جاري وساري قانون جي اهم خاصيتن جو تعلق ٿوس ۽ محسوس شين ۽ انهن واقعن ۽ حادثن سان آهي جيڪي ان دنيا ۾ ظاهر ٿين ٿا. ٻيو تہ اهي فطرت جا قانون عالمگير لازمي ۽ ابدي آهن. اهڙيءَ طرح ديني قانونن ۽ حڪمن جو تعلق بہ انسان جي انهيءَ زندگيءَ سان آهي جيڪا هو هن ٿوس ۽ محسوس دنيا ۾ گذاري ٿو. دينِ اسلام کي دينِ فطرت چوڻ جو مطلب اهو ٿيو تہ انهي دين تي هلڻ وارن جي زندگيءَ جو نصب العين جو تعلق هن دنيا سان آهي ۽ ان نصب العين جو حصول بہ ان دنيا ۾ ٿي ممڪن آهي. هي نصب العينْ زميني ۽ فطري آهي. اهوئي سبب آهي جو قرآن ۾ چيو ويو آهي تہ "دنيا ۾ گهمو، ڦرو ۽ ڏسو تہ انهن قومن جو ڪهڙو حشر ٿيو جن خدائي حڪمن جي نافرماني ڪئي" تہ انهن جو حشر يا عاقبت بہ هن دنيا ۾ ٿي هئي. ٻين لفظن ۾ نافرمان قومن کي پنهنجين نافرمانين جو نتيجو بہ هن ئي دنيا ۾ ڀوڳڻو پوندو آهي ۽ انهن جي عاقبت بہ هن ئي دنيا ۾ ٿيندي آهي. اسلامي قانون بہ فطرت جي قانونن وانگر عالمگير لازمي ۽ ابدي آهن. ڪائنات ۽ دينِ اسلام ٻنهي ۾ هڪ جهڙائيءَ جو مطلب اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪائنات تي غور و فڪر ڪرڻ سان بہ انساني زندگيءَ جي رهنمائي لاءِ قانون ۽ هدايتون ملي سگهن ٿيون. جيڪڏهن اقبال جي ان نظرئي کي سامهون رکجي تہ ڪائنات الله تعاليٰ جي سيرت ۽ ڪردار آهي تہ ان سيرت ۽ ڪردار جي مطالعي مان انهن اصولن ۽ ضابطن جي پروڙ پوندي جن تي ذاتِ الاهيہ سرگرمِ عمل آهي. جيڪڏهن دينِ اسلام جو اتباع اهو آهي تہ انسان الله جي ڏنل ضابطن ۽ قاعدن تي عمل ڪري تہ اهي ضابطا ۽ قانون انهن قانونن کان ڪيئن ٿا مختلف ٿي سگهن جن تحت خدائي سيرت ۽ ڪردار جو اظهار فطرت جي جهان جي تشڪيل ۾ ٿيندو آهي. اهڙي ريت اهي قانون جن تي دينِ اسلام مشتمل آهي جيڪڏهن هڪ طرف قرآن حڪيم ۾ موجود آهن تي ٻئي طرف انهن جو علم ڪائنات جي مطالعي مان بہ ٿي سگهي ٿو. انهي قرآني آيت مطابق جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ "الله انسان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو" انساني ڪردار جو روح اهوئي هئڻ گهرجي جيڪو الله جي ڪردار جو آهي.

هاڻ آئون آيت جي ان حصي طرف اچان ٿو جنهن ۾ اهو چيو ويو آهي تہ جنهن فطرت جو اتباع لازمي آهي اها الله تعاليٰ جي ٺاهيل اها

فطرت آهي جنهن تي انسان کي پيدا ڪيو ويو آهي. ڪنهن شيءِ جي فطرت مان مراد اهو سيڪجهه ٿئي ٿو جنهن تي ڪنهن شيءِ جي وجود جو انحصار آهي. اهڙيءَ طرح اها فطرت جنهن تي انسان جي تخليق ٿي آهي انهن قانونن ۽ قاعدن تي مشتمل آهي جن تحت انساني زندگيءَ جو وجود قائم آهي. اهڙي فطرت جو دينِ اسلام ۾ مترادف هئڻ جي معني آهي تہ دينِ اسلام انهن قانونن تي متشمل آهي جن تحت انساني زندگي کي هميشہ لاءِ بقا ملي سگهي ٿي. جنهن کي نظرانداز ڪري يا جن کان هٽي ڪري انساني زندگي لاءِ فنا ۽ موت آهي.

انسان اهڙيءَ طرح پيدا ڪيو ويو آهي يا ان جي فطرت ان قسم جي آهي جو ان کي پنهنجي وجود کي قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ ۽ ارتقائي منزلن کي ڪاميابيءَ سان طئي ڪرڻ لاءِ انهن قانونن تي لازما عمل ڪرڻو پوندو، جيڪي اسلام پيش ڪيا آهن. هن ڪائنات ۾ هر شيءِ جنهن جو چلن ۽ ڍنگ فطرت جي قانون تحت ڪيو ويو آهي، ان وقت تائين باقي ۽ زنده رهندي جيسين هو انهن قانونن جي تابع هجي. جيڪڏهن فطرت جا قانون ختم ٿي وڃن يا عمل ۾ نہ رهن تہ لازم آهي تہ ڪائنات جون سموريون شيون ختم ٿي وينديون. ڇو جو انهن جي زندگيءَ ۽ وجود جو انحصار انهن قانونن جي تابع رهڻ تي ٿئي آهي. ان اعتبار سان ڏٺو وڃي تہ انسان جي ان فطرت جا، جنهن تي ان کي تخليق ڪيو ويو آهي بہ درجا آهن هڪ ادنيٰ ۽ ٻيو اعليٰ.

ادنيٰ درجو اهو آهي جنهن ۾ انسان صرف پنهنجي ذات جو تحفظ ۽ نسل جي افزائش خاطر انهن جبلي خواهشن کي پورو ڪندو آهي جيڪي کائڻ، پيئڻ، سمهڻ ۽ جنس بابت آهن. ان درجي جا افعال ان جي ادنيٰ فطرت ۾ داخل آهن. هي ان جون فطري تقاضائون آهن جن کي پورو ڪري هو فقط زنده رهندو ۽ نسل وڌائيندو. هيءَ سطح انسان ۽ حيوان ۾ هڪ جهڙي آهي. پر انساني زندگي جبلي خواهشن جي ادنيٰ فطرت تائين محدود ڪونهي. فطرت جي ادنيٰ سطح کان وڌي پر انهيءَ ئي فطرت جي بنياد تي، انساني فطرت جي اعليٰ سطح نمي ٿي، جنهن ۾ ذات جي تحفظ ۽ نسل جي افزائش سان گڏوگڏ سندس سماجي زندگي بہ جڙي ٿي. اهڙي زندگي جيڪا نہ صرف اجتماعي طورتي منظم ۽ منضبط، محفوظ ۽ پر امن هوندي آهي بلڪ جيڪا انفرادي طورتي فرد جي ذات جي تڪميل

۽ اقبال جي لفظن ۾ ان جي خوديءَ جي استحڪام جي ضامن بہ هوندي آهي. پوءِ جھڙيءَ طرح انساني فطرت جي ادنيٰ سطح ان جي جسماني خواهشن جي تشفي تي مشتمل آهي، اهڙيءَ طرح ان جي اعليٰ سطح ان جي اجتماعي زندگي کي منظم ۽ منضبط ڪرڻ، ان کي محفوظ ۽ پرامن بنائڻ ۽ ان کي قائم و دائم رکڻ تي مشتمل آهي تہ پوءِ اهڙا قانون جن تحت انسان پنھنجي اجتماعي زندگي کي نہ صرف ممڪن بڻائي ٿو پر ان کي ترقي ۽ فروغ پڻ ڏيئي ٿو اهي فطرت جا ٿي قانون آهن. انهن قانونن تي ئي سندس قانونن جو انحصار آهي ۽ اهي ئي قانون دراصل اسلام جا قانون آهن انهن قانونن کان انسان ڪنھن بہ حالت ۾ فرار حاصل نٿو ڪري سگھي. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن کائڻ ۽ پيئڻ کان فرار ممڪن ڪونهي جن تي سندس جسماني زندگي جو انحصار آهي ۽ جن کي نظر انداز ڪري ڪيس تباهي کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. انهن قانونن کان سواءِ اجتماعي زندگي ممڪن ڪونهي. انهن قانونن جي پيروي انسان جي اعليٰ فطرت ۾ داخل آهي. انهيءَ معنيٰ ۾ اسلام دينِ فطرت آهي ۽ ان جي قانونن جي نوعيت بلڪل اهڙي ئي سائنسي آهي جھڙي خارجي ڪائنات جي قانونن جي.

مٿي بيان ڪيل وضاحتون جن سان مون ان ڳالھ جي وضاحت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اسين ڪھڙين معنائن ۾ دينِ اسلام کي دينِ فطرت يا ان جي قانون کي فطرت جو قانون چئي سگھون ٿا، جي روشنيءَ ۾ مونکي اهو نظريو پيش ڪرڻ ۾ ڏکيائي نہ ٿيندي. جنهن مطابق ختمِ نبوت کان پوءِ بہ وحيءَ محمدي جي پيروي ڪرڻ جو جواز باقي رهي ٿو. جيڪڏهن رسول ڪريم ﷺ جن جي پيغام جو روح سائنسي آهي جئين مٿي وضاحت ڪئي ويئي آهي يعني اهو پيغام انهن قانونن تي مشتمل آهي جيڪي اهڙيءَ طرح جا سائنسي قانون آهن جيئن فطرت جا قانون تہ پوءِ ان پيغام کي ان ڪري ئي قبول ڪيو ويندو ۽ ان تي ان ڪري ئي عمل ٿيندو جو هي پيغام سائنسي نظام جو حامل آهي ۽ هي بہ ٻين سائنسن وانگر هڪ سائنس آهي. انهن قانونن تي عمل ان لاءِ بہ هوندو جو هي اهي قانون آهن جن تي انسان کي پيدا ڪيو ويو آهي ۽ جن تي ان جي فطرت ٺهيل آهي.

دينِ اسلام جا حڪم اهڙا ناهن جن کي بقول اقبال جي ڪنھن

مطلق العنان حڪومت نافذ ڪيو هجي ۽ جن تي اسين ڪنهن خوف تحت عمل ڪريون بلڪ انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ ان ڪري مجبور آهيون جو اهي انسان جي پنهنجي فطرت جو لازمي حصو آهن. اهڙيءَ طرح اقبال جي هن خيال جو مفهوم بہ صاف ٿيو وڃي تہ هي قانون انساني زندگي جي گهرائين مان ڦٽي نڪرن ٿا. استقرائي عقل جي ظهور سان جن نون علمن جي تدوين ۽ ترقي ٿي آهي انهن منجهان هڪ علم دين اسلام جو علم بہ آهي. اسلام ۾ نبوت جي ختم ٿيڻ جو مطلب اهو آهي تہ وحي پنهنجون ارتقائي منزلون طئي ڪري ان مرحلي تي پهچي ويئي آهي جتي هاڻ اها وحي ناهي رهي بلڪ هڪ علم جو درجو حاصل ڪري ويئي آهي. هاڻ ان علم جي هوندي ڪنهن ٻي وحي ۽ الهام جي قطعاً بہ ڪا ضرورت ڪونهي. جيڪو شعور انساني زندگي کي پنهنجي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي گذارڻ لاءِ درڪار هو اهو کين ان علم جي شڪل ۾ ملي ويو آهي بلڪ انهن قانونن جي صورت ۾ مليو آهي جيڪي فطرت جي قانونن وانگر عالمگير، لازمي ۽ ابدي آهن.

مون جيڪو نظريو پيش ڪيو آهي تہ وحي محمدي بہ هڪ علم آهي ۽ هڪ سائنسي نظام جو حامل آهي تہ توهان ان باري ۾ چئي سگهو ٿا تہ ڇا مون وٽ ان جي ڪا قابل قبول سند بہ آهي يا اها صرف منهنجي پنهنجي ذهن جي پيداوار آهي؟ تہ آءٌ اهو عرض ڪندس تہ مون ڪا نئين ڳالھ پيش نہ ڪئي آهي بلڪ منهنجي ان تصور جي تصديق قرآن ڪريم جي هيٺين آيتن مان پڻ ٿئي ٿي: "۽ هرگز نہ راضي ٿيندا يهودي ۽ نہ ڪي نصارا جيسين تون تابع ٿئين انهن جي طريقي جو چئو بيشڪ ڏس الله جي ئي هدايت آهي ۽ جيڪڏهن تون پوئلڳ ٿيندين سندن خواهشن جو هن کان پوءِ جو آيو تو وٽ علم (وحي) تہ نہ هوندو تو لاءِ الله کان سواءِ ڪوئي بچائيندڙ ۽ نہ ڪي واهرو." "۽ اهڙي طرح نازل ڪيوسون ان کي حڪم ڪري عربيءَ ۾ ۽ جيڪڏهن تون هلندين انهن جي مرضيءَ تي ان کان پوءِ جو آيو تو وٽ علم تہ نہ هوندو تنهنجي لاءِ الله کان سواءِ ڪوئي مددگار ۽ نہ ڪي بچائيندڙ." آيت (13 کان 37)

"۽ جن ماڻهن کي علم عطا ٿيو آهي اهي آگاھ هجن تہ اها (وحي) توهان جي پروردگار طرفان حق آهي تہ هو ان تي ايمان آڻين ۽ انهن جون دليون خدا آڏو عاجزي ڪن" (عربي ٻوليءَ ۾ علم جي معنيٰ آهي

سائنسي علم ۽ قرآن حڪيم مطابق بہ علم اها شيءَ آهي جنهن کي اک ڏٺو هجي ڪن ٻڌو ۽ فواد (قلب) ان جي ڏوڪو نہ هجڻ جي گواهي ڏني هجي) "ان جي پويانِ نہ لڳ، ڇو جو ڪن، اک ۽ دل کان پڇا ڳاڇا ٿيندي." (17_36) ۽ لفظ قلب، قرآنِ حڪيم ۾، ذهن جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي. جيئن تہ ارشادِ رباني آهي: "انهن کي دليون آهن پر انهن سان سمجهن نٿا." (7_179)

# انسانِ ڪامل اقبال جي نگاهہ ۾

هن خوبصورت ۽ من موهيندڙ ڪائنات ۾، جيڪا پنهنجي اندر انيڪ دلچسپيون ۽ دلفريبيون رکي ٿي، ان ۾ اقبال جي متجسس نگاهہ کي صرف درندن جي دنيا ۽ جانورن جو جهنگ نظر آيو ۽ سندس متجسس نگاهن کي، هن درندن جي دنيا ۾ ڪنهن "انسان" جي تلاش آهي. پنهنجي انهيءَ تلاش جي شروعات هن پنهنجي مشهور ڪتاب "اسرارِ خودي" ۾ مولانا جلال الدين روميءَ جي هنن شعرن سان ڪئي آهي:-

دی شیخ با چراغ ہمی گشت گردِ شہر
کز دام و دد ملولم و انسانم آرزو ست
زیں ہمرہانِ سست عناصر دلم گرفت
شیرِ خدا و رستم دستانم آرزو ست
گفتم کہ یافت می نشود جستہ ایم ما
گفت آنکہ یافت می نشود آنم آرزوست

"ڪلهہ ڏٺم تہ هڪ پوڙهو شخص هٿ ۾ چراغ کنيو شهر جي گهٽين ۾ ڦري رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ هنن ظالمن ۽ ديون جهڙن ماڻهن جا منهن ڏسي بيزار ٿي پيو آهيان ۽ ڪنهن "انسان" جي آرزو اٿم. هنن ٽوٽي ۽ سست ساٿين مان منهنجي دل بيزار ٿي پئي آهي شيرِ خدا ۽ رستم جهڙا بازو رکندڙن جي آرزو اٿم. چيومانس تہ توهان جنهن شيءِ جي ڳولا ۾ آهيو اها توهان کي هٿ ڪانہ ايندي تہ وراڻيائين تہ جيڪا شيءِ اڻلڀ آهي ان کي ئي تہ ڳولهي رهيو آهيان."

سوال اهو آهي تہ ڇا علامہ اقبال ان "گمشده انسان" کي ڳولهي لهڻ ۾ ڪامياب ٿيو يا حيران ۽ پريشان ٿي هن ڪائنات ۾ ڀٽڪندو رهيو؟ اقبال جي شاعريءَ جو جيڪڏهن غور سان مطالعو ڪبو تہ ان مان صاف ظاهر ٿيندو تہ علامہ اقبال نہ صرف ان انسان کي ڳولهي لڌو، ان کي چڱيءَ

طرح سجاتائين بلڪ پنهنجي زندگي جا ڪافي ڏينهن پڻ ان سان گڏ گهاريائين. اقبال جو هي انڪشاف ڪولمبس جي نئين دنيا جي انڪشاف کان بہ تمام وڏو انڪشاف آهي بلڪ ائين چئجي تہ هڪ عظيم فتح آهي جو هڪ گم ٿيل انسان جي ڳولها لاءِ جستجو ڪجي ۽ پوءِ ان ۾ ڪاميابي ماڻڻ هن دنيا جي سڀ کان وڏي خوشقسمتي آهي، خاص طور تي اهڙي دور ۾ جڏهن "انسان" گم ٿي چڪو هجي ۽ انسانيت افسانو بڻجي وئي هجي.

اقبال جو اهو گمشده انسان جنهن کي هو ڪامل انسان چوي ٿو ڪٿي آهي؟ ۽ ڪير آهي؟ مون کي ڊپ ٿو ٿئي تہ اسان مان گهڻا هن سوال جو جواب ٻڌي ڇرڪي پوندا. جڏهن انهن جي سامهون اها حقيقت پڌري ٿيندي تہ اقبال جو "ڪامل انسان" هڪ "سچو مسلمان" آهي. انهن جو ڇرڪڻ ڪافي حد تائين صحيح بہ آهي ڇو جو انهن جي نظر ۾، لفظ مسلمان سان صرف هڪ دپيل، پوساتيل ۽ هڪ منجهيل زندگي گذارڻ واري انسان جي تصوير انهن جي اکين اڳيان اچي ٿي ۽ هو ڪڏهن بہ اقبال جو "ڪامل انسان" ڪنهن مسلمان کي تصورنتا ڪري سگهن. پر حقيقت ۾ اقبال جو مردِ مومن اصل ۾ قرآن جو ٻڌايل ڪامل انسان آهي. علامہ اقبال جي هن مردِ مومن ۾ "مثالي مسلمان" کي سندس ايمان جي قوت ۽ يقين جي دولت، دنيا جي سيني انسانن کان، جيڪي شڪ ۾ مبتلا آهن کيس الڳ ڪري ٿي بيماري. اهڙيءَ طرح هو بزدل ۽ ڪمزوردل انسانن کان پنهنجي همت، مردانگي ۽ روحاني طاقت جيٰ ڪري ممتاز رهي ٿو. ڪامل انسان جي خالص توحيد، کيس، انسانن جيَ غلامن ۽ مال وزر جي ٻانهن کان جدا ٿي ڪري. هن جي آفاقيت ۽ انسانيت، وطن پرستي رنگ ۽ نسل جا فرق بہ ختم ڪريو ڇڏي. مسلمان مثالي زندگي جو هڪ پئمانو رکي ٿو جنهن تحت هو زندگي گذاريندو آهي. زندگي پنهنجا ڪيترائي رنگ بدلائي يا وري انساني زندگي ۾ ڪيڏو بہ ڪٽي انقلاب ڇو نہ اچي وڃي پر ڪامل انسان جي اندر ۾ ڪابہ تبديلي نہ ايندي آهي نہ ئي هو پاڻ کي وقتي حالتن جي تبديليءَ سان تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ مسلمان جو مثال قرآن پاڪ پنهنجن سادن ۽ بليغ لفظن ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي:

"كَشَجَرَةٍ طَيِّبَةٍ اَصْلُهَا ثَابِتٌ وَفَرْعُهَا فِي السَّمَآءِ" "ان جو مثال اهڙي پاڪ وڻ وانگر آهي جنهن جون پاڙون زمين ۾ ڪتل هجن ۽ ان جون لامون آسمان کي ڇهنديون هجن."

اقبال چوي ٿو:

نقطۂ پرکارِ حق، مردِ خدا کا یقیں
اور یہ عالم تمام وہم و طلسم و مجاز

ڪامل انسان جي ان تصور سان اسان جي ذهن ۾ ”مسلمان“ جا ٻه وجود اڀرن ٿا. هڪ هن جو انساني وجود ۽ ٻيو ايماني وجود. پنهنجي انساني وجود ۾ هن ۾ ۽ ٻين انسانن ۾ ڪو به فرق نه آهي. هو به عام انسانن وانگر پيدا ٿي پروش پائي ٿو، هر انسان وانگر هن کي به بک ۽ اڃ لڳي ٿي، گرمي ۽ سردي جو به مٿس اثر ٿئي ٿو، بيماري، خوشي، ڏک ۽ غم به هن جي زندگي جو دروازو کڙڪائين ٿا. فقيري ۽ اميريءَ ۾ به هو عام انسانن وانگر آهي. زراعت ۽ تجارت جي شعبن ۾ دلچسپي سان گڏوگڏ هو پنهنجي اولاد سان به محبت ڪري ٿو، مطلب ته انساني وجود ۾ هو قدرت جي قانون جو اٿين ئي پابند آهي جيئن ٻيا ماڻهو هوندا آهن. زماني جون حالتون ۽ روزگار جا ذريعا به ان سان ڪا رعايت نٿا ڪن. ان جو ڪو خاص نالو نه آهي نه وري هو ڪنهن اعليٰ گهراڻي سان تعلق رکندو آهي يا هو ڪو خاص قسم جو لباس پائيندو آهي، بلڪ ان جو وجود هن ڪائنات ۾ هڪ ذري برابر آهي ۽ ڪائنات جي هن عظيم سمنڊ ۾ هو صرف هڪ لهر مثل آهي. پر جيڪڏهن هڪ مسلمان به عام ماڻهن وانگر زندگي گذارڻ تي ئي بس ڪري ويهي رهي ته پوءِ هن عظيم ڪائنات ۾ سندس ڪا به اهميت باقي نه ٿي رهي ۽ سندس موت تي نه زمين ماتم ڪندي نه ئي آسمان ڳوڙها ڳاڙهيندو ۽ نه ئي وري هن جي وڃڻ سان ڪو دنيا جي رونقن ۾ ڪا ڪمي ايندي.

پر هن جو ”ايماني وجود“ پنهنجي اندر هڪ پيغام رکي ٿو جيڪو نبين سڳورن جو پيغام آهي زندگي جي باري ۾ سندس ڪجهه اصول ۽ عقيدا آهن جن تي هو ايمان رکندو آهي ۽ سندس زندگي ڪنهن مقصد لاءِ هوندي آهي، ان حيثيت سان جيڪڏهن غور ڪيو وڃي ته هو انساني حيات جي رازن منجهان هڪ راز آهي، ڪائنات جي بقا لاءِ ان جو وجود هڪ ضروري حيثيت رکي ٿو. انساني زندگي هن کان بغير اڌوري هوندي آهي. تنهن ڪري اهو مرد مومن ۽ مثالي مسلم ان ڳالهه جو حقدار آهي ته هو هن ڪائنات ۾ زندگي گذاري، وڏي ويجهي بلڪ حقيقت اها آهي ته ڪائنات جي بقا لاءِ هن جو وجود ۽ ان جو وڌڻ ويجهڻ ۽ وڌو ٿيڻ ضروري آهي. جهڙيءَ طرح هن ڪائنات کي پاڻي، هوا ۽ روشني جي

ضرورت آهي اهڙيءَ طرح هڪ مردِ مومن جي پڻ ضرورت آهي. جهڙيءَ طرح انساني وجود هوا، پاڻي، روشني ۽ توانائي تي دارومدار رکي ٿو ته ساڳيءَ طرح هڪ اهڙي بامقصد زندگي، ايماني روح ۽ اخلاق جو وجود به ضروري آهي جنهن جي روشني نبين سڳورن جي دعوت ۽ پيغام مان حاصل ڪئي وئي هجي ۽ جنهن جو بوجهه هڪ مومن مرد پنهنجي ڪلهن تي کڻي ٿو ۽ جنهن جي قيام ۽ بقا لاءِ هو پنهنجيون سڀ قوتون ۽ طاقتون لڳائي ٿو ڇڏي. ڇو جو جيڪڏهن مومن نه هجي ته پوءِ پيامِ زندگي ۽ بلند مقاصد ضايع ٿي ويندا. ان مرد مومن جو وجود هن ڪائنات ۾ اها ئي حيثيت رکي ٿو جيڪا حيثيت هڪ روشن ۽ چمڪندڙ سج ۽ روشن ستارن جي آهي. نسل ۽ امتون پيدا ٿينديون ۽ فنا ٿينديون رهنديون، آباديون ويران ۽ ويرانيون آباد ٿينديون رهنديون، حڪومتون نمنديون ۽ ڍهنديون رهنديون، هڪ تهذيب ٻي تهذيب جي جاءِ والارينديون رهندي ۽ اهو سلسلو برابر هلندو رهندو پر اُن مثالي مسلم جو وجود هميشه هميشه لاءِ باقي رهندو. اقبال جو مردِ مومن زنده ۽ جاويد آهي، ان ڪري جو هن وٽ هڪ زنده پيغام آهي ۽ ان جي سيني ۾ هڪ زنده ۽ جاويد امانت آهي ۽ ان جي زندگي هڪ زنده مقصد لاءِ آهي:-

مٹ نہیں سکتا کبھی مردِ مسلماں کہ ہے
اس کی اذانوں سے فاش سرِّ کلیم و خلیل

پر ان ڳالهه جو اهو مطلب هرگز ڪونهي ته اسلامي ملت جو هر شخص هميشه لاءِ باقي رهندو ۽ هن جي زندگي جو ڏيئو ڪڏهن به نه وسامندو. ان جو مثال سمنڊ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ لهروانگر آهي، جيڪا پيدا ۽ فنا ٿيندي رهندي آهي پر سندس حقيقت هميشه لاءِ باقي رهندي آهي.

اقبال جي بلند نگاهه اتي ئي بس ڪري نٿي ويهي رهي پر سندس نگاهه اجا به ڪنهن ٻي جاءِ تي ٿي پهچي ۽ هو چوي ٿو ته هن ڪائنات جي وجود جو مقصد صرف مردِ مومن ئي آهي. ڪائنات جو وجود مومن لاءِ ۽ مومن جو وجود صرف الله پاڪ لاءِ آهي. محدثن ۽ عالمن وٽ هن حديث نبوي ته:

لولاك لما خلقت الا ملايو فلاك جي حيثيت ڪيتري به مشڪوڪ ڇونه هجي پر مومن جي نگاهِ حقيقت ڪجهه ٻيو ٿي ڏسي ۽ هو قرآن جي روح ۽ اُن جي حقيقت تي نظر رکي ٿو. ان جي سامهون هڪ مسلمان

۽ ان جو بلند پيغام هوندو آهي. سندس نظر وسيع انساني تاريخ تي هوندي آهي، هو ڪائنات جي قانون ۽ شين جي مزاج کي خوب سمجهي ٿو. مومن لاءِ هي حقيقت متس چڱيءَ طرح واضح آهي ته هيءَ ڪائنات صرف هڪ سچي مسلمان لاءِ وجود ۾ آئي آهي ۽ هو الله جو نائب ۽ خليفو آهي ۽ ڪائنات جي تمام شين جو وارث آهي.

عالم ہے فقط مومنِ جانباز کی میراث
مومن نہیں جو صاحبِ لولاک نہیں ہے۔

ان عقيدي ۽ فڪر کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ مسلسل جدوجهد ۽ ڪوشش ڪرڻ ان تي واجب آهي. اهوئي سبب آهي جو علامہ اقبال جو اهو عقيدو ۽ ايمان هو ته هڪ مسلمان هوا جي رخ تي هلڻ لاءِ نه پر ان لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي ته هو هوائن جا رُخ موڙي، دنيا کي پنهنجي راهه تي هلائي، تهذيب، تمدن ۽ سماج کي تبديل ڪري ان کي پنهنجي تابع ڪري.

درد جي ماريل انسانن لاءِ هن وٽ هڪ زنده پيغام آهي، هن وٽ ايمان ۽ يقين جي زندهه دولت آهي. هن دنيا جي رهنمائيءَ لاءِ هو ذميدار آهي، دنيا جي امامت ۽ قيادت ڪيس سونهين ٿي، هن دنيا ۾ هو صاحبِ امر ۽ نهي آهي. جيڪڏهن زمانو ڪيس قبول نه ڪري ۽ سندس مخالف هجي ۽ سماج غلط راهن تي هلي رهيو هجي ته ان صورتحال ۾ ان کي پنهنجا هٿيار ڦٽا نه ڪرڻ کپن. پر اهڙي زماني سان ڪيس مهاڏو اٽڪائي بيهڻ کپي ۽ تيستائين بغاوت ڪندو رهي جيستائين ڪاميابي سندس قدم نه ٿي چُمي ڇو جو دنيا جي امامت ۽ قيادت ڪرڻ جو حق صرف مومن کي ئي آهي. اقبال جي خيال ۾، "چلو تم ادھر کو ہوا ہو جدھر کی" وارو نظريو هڪ مردِ مومن کي نٿو سونهي، هو چوي ٿو:-

حدیثِ کم نظراں ہے "تو با زمانہ بساز"
زمانہ با تو نہ سازد تو با زمانہ ستیز

اقبال جو خيال آهي ته هڪ مومن ڪڏهن به زندگي ۾ غلط اصولن سان گڏ نه ٿو هلي سگهي. هن جو ڪم انساني زندگي جي غلط ڳالهين کي سڌارڻ آهي جيڪڏهن ان سلسلي ۾ ان کي تخريب کان به ڪم وٺڻو پوي ته به صحيح آهي.

ہو صداقت کے لیے جس دل میں مرنے کی تڑپ
پہلے اپنے پیکرِ خاکی میں جاں پیدا کرے

پھونک ڈالے یہ زمین و آسمانِ مستعار
اور خاکستر سے آپ اپنا جہاں پیدا کرے

اقبال جي خيال ۾ غير يقيني حالتن ۾ مصيبتن سامهون هٿيار ڦٽا ڪرڻ هڪ "مردِ مومن" کي نٿو جڳائي. اهو ڪمر ايمان ۾ دل جا ڪمزور تہ ڪري سگهن ٿا. جڏهن تہ مردِ مومن تہ پاڻ ئي الله جي تقدير هوندو آهي.

کافر ہے تو ہے تابعِ تقدیر مسلماں
مومن ہے تو وہ آپ ہے تقدیرِ الاہی
خودی کو کر بلند اتنا کہ ہر تقدیر سے پہلے
خدا بندے سے خود پوچھے بتا تیری رضا کیا ہے

علامہ اقبال دنيا جي تاريخ جي مطالعي کان پوءِ ان نتيجي تي پهچي ٿو تہ هميشہ صالح انقلاب آڻيندڙ "مردِ مومن" ئي رهيو آهي. زندگي جي ڪارين راتين لاءِ جڏهن تہ هو صبح صادق جو اعلان ڪندڙ رهيو آهي ۽ هن جو اعلان ان اونداهي کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي جيڪا پنهنجي اندر خوفناڪ سڪون ۾ موت جهڙو ڏيپ رکندي آهي. اهو اعلان ٿڪل، ٽٽل ۽ مرده دنيا کي هڪ نئين زندگي ڏئي ڇڏيندو آهي. هي اهو ئي اعلان آهي جيڪو اڄ کان چوڏهن سو سال اڳ فاران جبل جي چوٽين تي چڙهي ڪيو ويو هو. ان اعلان هن وسيع ڪائنات کي گهريءَ ننڊ مان جاڳايو هو جيڪا صدين کان ستل هئي. اڄ بہ اهو اعلان انسانيت کي زنده ڪرڻ ۽ انساني ضمير کي جاڳائڻ جي ڀرپور طاقت رکي ٿو. پر ضرورت آهي تہ صرف ان مردِ مومن جي جيڪو پنهنجي روح مان اهو اعلان بلند ڪري:۔

دنیا کی عشا ہو جس سے اشراق
مومن کی اذاں ندائے آفاق

هڪ مردِ مومن جو اعلان ئي هن سحر کي نمودار ڪندو.

یہ سحر جو کبھی فردا ہے کبھی ہے امروز
نہیں معلوم کہ ہوتی ہے کہاں سے پیدا
وہ سحر جس سے لرزتا ہو شبستانِ وجود
ہوتی ہے بندۂ مومن کی اذاں سے پیدا

علامہ اقبال ان ڳالهہ تي بہ يقين رکندو هو تہ هڪ "مردِ مومن" جي طاقت ۾ قوت هڪ معجزي مثل آهي ۽ ان طاقت سامهون عام انسان جو

عقل دنگ آهي. چو جو اها طاقت ڪنهن به معجزي کان گهٽ نه آهي.
مومن سان الله پاڪ جي قدرت، قوت ۽ طاقت ساڻ هوندي آهي. هو
پنهنجي پيغام، پنهنجي ايمان ۽ يقين سان پنهنجي اندر ۾ هڪ نئين
قوت ۽ توانائي حاصل ڪندو آهي. هن جي اڳتي وڌندڙ قدمن کي نه ئي
ڪي پهاڙ زنجير وجهي ٿا سگهن نه ئي ڪو سمنڊ سندس راهه روڪي ٿو
سگهي. اقبال اهڙي ئي ”مردِ مومن“ بابت چوي ٿو:۔

ہاتھ ہے اللہ کا بندۂ مومن کا ہاتھ
غالب و کار آفریں کار کشا کارساز
خاکی و نوری نہاد بندۂ مولا صفات
ہر دو جہاں سے غنی اس کا دلِ بے نیاز

مشهور سپه سالار ۽ اندلس جو فاتح طارق بن زياد اندلس جي ميدانِ
جنگ ۾ پنهنجي پروردگار سامهون اسلامي فوج لاءِ دعاڳو آهي. اهي اسلام جا
مجاهد اقبال جي مرد مومن جي زنده تصوير آهن جن لاءِ هو چوي ٿو:۔

یہ غازی یہ تیرے پر اسرار بندے
جنہیں تو نے بخشا ہے ذوقِ خدائی
دونیم ان کی ٹھوکر سے صحرا و دریا
سمٹ کر پہاڑ ان کی ہیبت سے رائی
دو عالم سے کرتی ہے بیگانہ دل کو
عجب چیز ہے لذتِ آشنائی
شہادت ہے مطلوب و مقصودِ مومن
نہ مالِ غنیمت نہ کشور کشائی
کیا تو نے صحرا نشینوں کو یکتا
خبر میں نظر میں اذانِ سحر میں
طلب جس کی صدیوں سے تھی زندگی کو
وہ سوز اس نے پایا، انہیں کے جگر میں

۽ صرف ايترو ئي نه پر اقبال جون تيز نظرون مومن جي پوشيده
طاقتن جو اندازو ڪن ٿيون ۽ هو چوي ٿو:

کوئی اندازہ کر سکتا ہے اس کے زورِ بازو کا
نگاہِ مردِ مومن سے بدل جاتی ہیں تقدیریں

اقبال جي ان قول تي دنيا جي تاريخ گواهه آهي ته ڪيئن نه مومن

مسلمانن جي مختصر جماعت دريائن، سمنڊن، جبلن ۽ پهاڙن کي پنهنجن گهوڙن جي سنبن ۽ قدمن هيٺ لتاڙيندي ۽ اڳتي وڌندي وئي اهڙن مسلم جوڌن جا واقعا اڄ به تاريخ ۾ سنهري لفظن سان لکيل آهن. سعد رضه بن ابي وقاص، خالد رضه بن وليد، مثنيٰ رضه بن حارث، عقبه رضه بن عامر، محمد بن قاسم رح، موسيٰ بن نصير رح ۽ طارق بن زياد رح جا زنده ۽ امر ڪارناما اقبال جي "مردِ مومن" جا عملي شاهڪار آهن.

اقبال جي نظر ۾، پوري دنيا ۾ هڪ "مسلمان" جي حيثيت هن ڪائنات وانگر آهي جنهن کي رنگ، نسل، وطن ۽ ملڪ جي جاگرافيائي حدن ۾ قيد نٿو ڪري سگهجي. هو مڪان ۽ زمان جي حدن کان مٿانهون آهي. علامه اقبال انهيءَ حقيقت کي پنهنجن لفظن ۾ هن طرح پيش ڪيو آهي:

اسکی زمیں بے حدود اسکا افق بے ثغور
اسکے سمندر کی موج دجلہ و ڈینوب و نیل
اسکے زمانے عجیب اسکے فسانے غریب
عہدِ کہن کو دیا اس نے پیامِ رحیل
ساقیِ اربابِ ذوق فارسِ میدانِ شوق
بادہ ہے اس کا رحیق، تیغ ہے اسکی اصیل

اقبال جي نظر ۾ جيئن ته سڄي ڪائنات خدا جي آهي ۽ هڪ مومن به صرف خدا جو ئي آهي تنهن ڪري هڪ مسلمان جو ڪو خاص وطن ڪونه آهي پر هي سڄو جهان ئي سندس وطن آهي ۽ هن لاءِ مشرق ۽ مغرب جي ڪابه تقسيم ڪونهي.

درویشِ خدا مست نہ شرقی ہے نہ غربی
گھر اسکا نہ دلی نہ صفاہاں نہ سمر قند
مومن کے جہاں کی حد نہیں
مومن کا مقام ہر کہیں ہے

ان سلسلي ۾ طارق بن زياد رح جو اهو واقعو جڏهن هن اندلس جي سرسبز ۽ شاداب زمين تي پنهنجي فوج سميت قدم رکيا ته هو جن ٻيڙين تي چڙهي آيا هئا انهن کي ساڙڻ جو حڪم ڏنائين. ان تي سندس ساٿين چيو ته هي توهان ڇا ٿا ڪريو؟ هتان کان اسان جو وطن تمام پري آهي ۽ اسان کي وري واپس به وڃڻو آهي؟ ان تي جواب ۾ طارق بن زياد رح جي

چپن تي هڪ مرڪ اچي ٿي ۽ تلوار هٿ ۾ ڪٽي چوي ٿو تہ هاڻي واپسي جو ڪهڙو سوال؟ هر ملڪ اسان جو ئي ملڪ آهي. هيءَ ڪائنات خدا جي آهي ۽ اسان بہ خدا جا آهيون. اقبال جي شاعرانہ ڪمال ان واقعي کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

طارق چو بر کنارۂ اُندلس سفینہ سوخت
گفتند کارِ تو بہ نگاہِ خرد خطا است
دوریم از سوادِ وطن باز چوں رسیم
ترکِ سبب زروئے شریعت کجا رواست
خندید و دستِ خویش بہ شمشیر برد و گفت
ہر ملک ملکِ ماست کہ ملکِ خدائے ماست

هڪ "مردِ مومن" مختلف، متضاد، اخلاق ۽ صفتن جو مالڪ هوندو آهي. جيڪي اصل ۾ الله پاڪ جي صفتن ۽ احوالن جو ظهور هونديون آهن. مثال طور ڪشادگي قلب، عفو ۽ درگذر، حلم ۽ بردباري ۾ هو خدا جي صفت "غفار" جو مظهر هوندو آهي تہ دين ۽ حق جي باري ۾ شدت، ڪفر ۽ باطل تي غصي ۽ غضب ۾ هو خدا پاڪ جي صفت "قهار" جو مظهر هوندو آهي. پاڪيزگي، پاڪدامني ۽ نفس جي پاڪائي ۾ هو الله جي صفت "قدوس" جو مظهر هوندو آهي. هڪ مسلمان پنهنجي دين جو هوبهو نمونو ۽ اسلام جي سچي تصوير ان وقت ٿائين نٿو ٿي سگهي جيستائين هو تمام صفتن ۽ اخلاقن ۾ پنهنجو پاڻ کي الله تعالىٰ جي انهن صفتن جو عملي نمونو نٿو بڻائي.

قہاری و غفاری و قدوّسی و جبروت
یہ چار عناصر ہوں تو بنتا ہے مسلمان

اقبال چوي ٿو تہ "مردِ مومن" جو مثال ان روشن آفتاب وانگر آهي جنهن لاءِ ڪوبہ غروب ڪونهي. جيڪڏهن اهو هڪ طرف غروب ٿيندو آهي تہ ٻئي طرف کان طلوع ٿيندو آهي.

جہاں میں اہلِ ایماں صورتِ خورشید جیتے ہیں
اِدھر ڈوبے اُدھر نکلے، اُدھر ڈوبے ادھر نکلے .

اها ڳالهہ سچ بہ آهي تاريخ جا صفحا ان تي شاهد آهن تہ جڏهن بہ عالمِ اسلام ۾ مسلمانن کي پنهنجن ئي ڪمزورين سبب ڪٿي ڪو نقصان پهتو آهي تہ انهي جو خال وري دنياءِ اسلام جي ٻئي حصي ۾ پرجي

ويو. جيڪڏهن هڪ حصي ۾ مسلمانن کي نقصان پهتو ته وري ٻئي حصي ۾ فائدو پهتو. ڪٿي مسلمانن کي جيڪڏهن شڪست نصيب ٿي ته ٻئي طرف وري ڪامراني ۽ ڪاميابي سندن قدم چميا. ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته اندلس ۾ مسلمانن جو خاتمو اسلامي ملت لاءِ تمام وڏو هاڃو ۽ حادثو هو پر ان ئي دور ۾ يورپ جي دل ۾، ترڪي جي حڪومت، هڪ نئين اسلامي سلطنت طور وجود ۾ آئي. غرناطه جو زوال ۽ ترڪيءَ جي عثماني خلافتِ جو عروج به عظيم واقعا هئا جيڪي هڪ ئي دور ۾ واقع ٿيا. تاتارين هٿان بغداد جي تباهي اسلامي تاريخ لاءِ وڏو افسوسناڪ واقعو هو پر انهيءَ ئي دور ۾ هندوستان ۾ مسلمانن جي حڪومت ترقي ۽ وسعت جي عروج تي پهتي. ويهين صديءَ جي شروعات ۾ يورپ جي هٿان عالمِ اسلام کي سخت هاڃا رسيا ۽ يورپ جي حڪومتن عثماني خلافت ۾ شامل ملڪن کي هڪ ورٽي وانگر پاڻ ۾ ورهائي ڇڏيو. پر ان سان گڏ ئي عالمِ اسلام سجاڳ ٿيو ۽ مسلمانن ۾ ذهني بيداري عام ٿي، آزادي ۽ حريت جو سياسي شعور پيدا ٿيو ۽ مختلف اسلامي تحريڪون هليون. اڄ اسين نظر اچي ٿو ته سڄو عالمِ اسلام نئون موڙ وٺي رهيو آهي. اسلامي تاريخ اهڙن واقعن سان ڀري پئي آهي ته اسلام جو سج جيڪڏهن هڪ هنڌان لهي ويو ته ٻئي هنڌان وري وڌيڪ تيز ڪرڻن سان اڀري نڪتو. اهو ان لاءِ آهي جو اسلام ئي الله پاڪ جو آخري پيغام آهي، جيڪو سڄي انسانيت لاءِ هدايت جي روشني آهي. ان ڪانپوءِ ٻيو ڪوبه هدايت جو پيغام وري نه ايندو ۽ مسلمان آخري امت آهن، جيڪڏهن مسلمان ختم يا ضايع ٿي ويا ته پوءِ اهو آخري پيغام ضايع ٿي ويندو ۽ انسانيت جي ٻيڙي هميشه لاءِ ٻڏي ويندي.

اهو ئي سبب آهي جو اسلام جو وجود هميشه لاءِ هن ڪائنات ۾ ڪفر ۽ باطل لاءِ هڪ خطرو رهيو آهي. اسلام ئي واحد نظامِ زندگي آهي جنهن جي بقا ڪفر لاءِ موت آهي. ڪافراڻو نظامِ زندگي ۽ ابليس جي خدائي ان وقت تائين جاري رهندي جيستائين اسلامي نظامِ حيات اڀري سامهون نٿو اچي. پر جنهن ڏينهن هي امت سجاڳ ٿي ان ڏينهن ڪافراڻو نظامِ زندگي، ۽ ابليس جي خدائي خاڪ ۾ ملي ويندا. علامه اقبال پنهنجي بي مثال نظم "ابلیس کی مجلسِ شوریٰ" ۾ ان حقيقت کي چڱيءَ طرح کولي بيان ڪيو آهي ۽ ان ۾ اها ڳالهه واضح ڪئي آهي ته جيڪڏهن اڄ ابليسي نظام کي خطرو آهي ته "اسلام مان ئي آهي. ابليس

چوي ٿو تہ اسلام جو آئين جيڪڏهن دنيا کان پوشيده رهي تہ ان ۾ ئي اسان جي بهتري آهي، اهو اسان جي لاءِ غنيمت آهي تہ مسلمان "يقين" کان محروم آهن. پوءِ پنهنجي ساٿين کي مشورو ڏيندي چوي ٿو تہ چڱو آهي تہ هنن کي مذهبي بحثن ۾ منجهائي رکو تہ جيئن هو هميشه زندگي جي هر شعبي ۾ ٻين جا ماتحت رهن ۽ مومن قيامت تائين غلام رهن چوجو:۔

ہر نفس ڈرتا ہوں اس امت کی بیداری سے میں
ہے حقیقت جس کے دیں کی احتسابِ کائنات

ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ باطل پرستن ۽ ابليس جي حمايتين پنهنجي "مسلم دشمني" جي ان مهم ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي آهي ۽ حقيقت ۾ اها اسلام ۽ ايندڙ نسلن خلاف هڪ گهري سازش آهي. انهن جي وڏي ۾ وڏي ڪوشش اها رهي آهي تہ مسلمانن جي نئين نسل جي سينن ۾ ايمان ۽ يقين جون جيڪي چڻنگون دکيل آهن اُنهن کي هر طريقي سان وسائي ڇڏجي ۽ عرب و عجم ۾ هر جاءِ تي ديني جرات ۽ اسلامي جذبي کي فنا ڪيو وڃي. ڇو جو اهو ئي اُهو جذبو آهي جيڪو هڪ مسلمان کي هر قسم جي قرباني ۽ جهاد في سبيل الله لاءِ آماده ڪندو آهي ۽ هو وڏي کان وڏي مصيبت کي بہ ثابت قدمي ۽ نهايت آسانيءَ سان برداشت ڪري ويندو آهي. اقبال پنهنجي نظم "ابلیس کا فرمان اپنے سیاسی فرزندوں کے نام" ۾ هن حقيقت کي چڱيءَ طرح بيان ڪيو آهي:

وہ فاقہ کش کہ موت سے ڈرتا نہیں ذرا
روحِ محمد ﷺ اس کے بدن سے نکال دو
فکرِ عرب کو دے کے فرنگی تخیّلات
اسلام کو حجاز و یمن سے نکال دو
افغانیوں کے غیرتِ دیں کا ہے یہ علاج
ملا کو ان کے کوہ و دمن سے نکال دو

۽ انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ کان آسان ۽ بهتر طريقو هڪ اهڙو تعليمي نظام قائم ڪرڻ هو جيڪو مسلمانن جي دل ۽ دماغ مان ديني جذبو، اصل روح ۽ اسلامي فڪر کي هڪدم ختم ڪري انهن ۾ ماديت پرستيءَ جو رنگ پري ڇڏي. انهن مان خود اعتمادي نڪري وڃي ۽ هو شڪ ۾ مبتلا ٿي وڃن. اڪبر الہ آباديءَ اهڙي تعليمي نظام متعلق لکيو هو:

یوں قتل سے بچوں کے وہ بدنام نہ ہوتا
افسوس کہ فرعون کو کالج کی نہ سوجھی

اقبال جي نگاهِ حقيقت شناس کي نظر ٿو اچي تہ ڪفر ۽ باطل پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ٿي رهيا آهن، ديني شعور سڄي اسلامي دنيا ۾ ڪمزور ٿي رهيو آهي، ايمان جا چراغ وسامي ويا آهن، جهاد جو جذبو موڪلائي ويو آهي، ماديت ۽ نفعي پرستي جو دور رائج ٿي چڪو آهي تنهن ڪري هو چوي ٿو:۔

ذکرِ عرب کے سوز میں فکرِ عجم کے ساز میں
نے عربی مشاہدات نے عجمی تخیلات
قافلۂ حجاز میں ایک حسینؓ بھی نہیں
گرچہ ہے تابدار ابھی گیسوئے دجلہ و فرات

اقبال جي حساس طبيعت کي جڏهن مسلمانن جي موجوده حالت جو احساس ٿئي ٿو تہ هو بي چين ٿي وڃي ٿو ۽ رت جا ڳوڙها سندس اکين مان جاري ٿا ٿين ۽ هو مسلمانن سان شڪايت ٿو ڪري تہ:

اے لاالٰہ کے وارث باقی نہیں تجھ میں
گفتارِ دلبرانہ، کردارِ قاہرانہ
تیری نگاہ سے دل سینوں میں کانپتے تھے
کھویا گیا تیرا، جذبِ قلندرانہ

اهڙي قسم جو ذڪ بيان ڪندي چوي ٿو:

وہ سجدہ روحِ زمیں جس سے کانپ جاتی تھی
اسی کو آج ترستے ہیں منبر و محراب
سنی نہ مصر و فلسطیں میں وہ اذاں میں نے
دیا تھا جس نے پہاڑوں کو رعشۂ سیماب

اقبال جي نظر ۾ انهن مڙني خرابين جو سبب مومن جو اهو قلب آهي جيڪو ايمان کان خالي ٿي چڪو آهي.

محبت کا جنوں باقی نہیں ہے
مسلمانوں میں خون باقی نہیں ہے
صفیں کج، دل پریشان، سجدے بے ذوق
کہ جذبِ اندروں باقی نہیں ہے

اقبال جي سامهون مسلمانن جي موجوده حالت ۽ ڪيفيت عيان

آهي ۽ هو ان حالت زارتي بي چين و پريشان ۽ ڏکارو پڻ آهي. پر جيئن ته اقبال مايوسيءَ جو شاعر نه آهي پر اميد ۽ آس، يقين ۽ ايمان جو شاعر آهي، ان لاءِ هو مايوس ناهي. ڪيس ان تي يقين آهي ته اسلامي دنيا کي جيڪي سياسي ڌڪ لڳا آهن انهن مسلمانن کي بيدار ڪري ڇڏيو آهي، انهن ۾ زندگيءَ جي هڪ نئين لهر پيدا ٿي چڪي آهي. پنهنجي مشهور نظم "طلوعِ اسلام" ۾ هو چوي ٿو ته:-

دلیلِ صبحِ روشن ہے ستاروں کی تنک تابی
افق سے آفتاب ابھرا، گیا دورِ گراں خوابی
عروقِ مُردۂ مشرق میں خونِ زندگی دوڑا
سمجھ سکتے نہیں اس راز کو سینا و فارابی
مسلماں کو مسلماں کر دیا طوفانِ مغرب نے
تلاطم ہائے دریا ہی سے ہے گوہر کی سیرابی
عطا مومن کو پھر درگاہِ حق سے ہونیوالا ہے
شکوہِ ترکمانی، ذہنِ ہندی نطقِ اعرابی

هڪ ٻي جاءِ تي چوي ٿو:

نہیں ہے ناامید اقبال اپنی کشتِ ویراں سے
ذرا نم ہو تو یہ مٹی بڑی زرخیز ہے ساقی

اقبال ڏسي رهيو آهي ته مغربي تهذيب پنهنجو ڪردار ادا ڪري چڪي آهي ۽ سندس زندگيءَ جا ڏينهن پورا ٿي ويا آهن. ان عالم ۾ هو پنهنجا آخري ساهه کڻي رهي آهي. ان جو مثال هڪ پڪل ميوي وانگر آهي جيڪو ستت ئي ٽٽي ڪرڻ وارو آهي. ان جي جاءِ هاڻي هڪ نئين تهذيب والارڻ واري آهي. هيءَ "پيرسن دنيا" مري رهي آهي ۽ هڪ نئون جهان پيدا ٿيڻ وارو آهي. پر اقبال کي ان ڳالهه جو به يقين آهي ته جيستائين انهيءَ نئين جهان جي امامت ۽ قيادت ڪنهن "مردِ مومن" جي هٿن ۾ نه ايندي تيستائين انسانيت، فرنگي جوارين هٿان هلاڪ ۽ برباد ٿيندي رهندي. سو ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته "مردِ مومن" اُٿي ۽ هن نئين جهان جي بانيءَ جي حيثيت ۾ موجوده بيمار انسانيت جي دکن جو درمان بنجي ان کي هڪ نئين زندگي ۽ توانائي عطا ڪري.

جہانِ نو ہو رہا ہے پیدا وہ عالمِ پیر مر رہا ہے
جسے فرنگی مقامروں نے بنا دیا ہے قمار خانہ

سڪندرعلي چنا

# علامہ اقبال جو مطلوب مسلمان

اقبال چيو آهي تہ زندگي هزارين سالن تائين ڪعبي ۽ بت خانن ۾ فرياد ڪندي رهي ٿي، تنهن ڪان پوءِ ٿي بزمِ عشق ۾ ڪو دانائے راز ظاهر ٿيندو آهي.

عمرہا در کعبہ و بت خانہ می نالد حیات
تا ز بزمِ عشق یک دانائے راز آید بروں
(زبورِ عجم)

اقبال بہ اهڙوئي دانائے راز هو جيڪو اسلامي دنيا جي افق تي تڏهن ظاهر ٿيو جڏهن عالمِ اسلام اندرني ڪمزورين ۽ بيروني سازشن جو شڪار هو. صدين جي غلاميءَ مسلمانن جي مختلف طبقن جي ذهنن مان اهو احساس ئي ختم ڪري ڇڏيو هو تہ هو ڪو غلام آهن. بلڪ جنهن طبقي وٽان آزادي جي تحريڪ هلائڻ يا ان جي رهنمائي ڪرڻ جي اميد هئي اهو پاڻ مسلمانن کي تاويل ذريعي غلامي کي جائز ۽ رضامند ڪري رهيو هو جو اهو ڏسي اقبال چيو:

شاعر بھی ہیں پیدا، علمآ بھی، حکماء بھی
خالی نہیں قوموں کی غلامی کا زمانہ
کرتے ہیں غلاموں کو غلامی پہ رضامند
تاویلِ مسائل کو بناتے ہیں بہانہ
(ضربِ کلیم)

اهڙي دور ۾ علامہ اقبال پنهنجي صدا بلند ٿو ڪري ۽ معاشري جو گهري ۽ تنقيدي نگاهہ سان جائزو ٿو وٺي تہ کيس نظر اچي ٿو تہ مسلمان، قرآن جي پيرويءَ کان دور ٿي گمراهي ۾ مبتلا ٿي چڪو آهي. تنهن ڪري اقبال مسلمانن جي مختلف طبقن تي تنقيد ٿو ڪري. ان ۾ سندس

تنقيد جو نشانو شاعر بہ بڻجن ٿا تہ اديب ۽ فلسفي بہ. شاگرد بہ تہ استاد بہ نوجوان بہ تہ پيرسن بہ، مرد بہ تہ عورتون بہ. جتي ملان، واعظ، صوفي، مست، رند، فقيهہ، منطقي ماهر، دانشور، عارف، عامي، شيخ مڪتب بہ سندس غيض ۽ غضب جو شڪار ٿيا آهن اتي بادشاهہ. سرمايہ دار، زميندار، جاگيردار ۽ سياستدان بہ سندس نشتر کان ڪونہ بچيا آهن.

علامہ اقبال جتي مشرقي سماج بالخصوص مسلمانن تي چٽتي تنقيد ڪئي آهي تہ اتي هو مغربي سماج کي بہ بخش ڪونہ ٿو ڪري. مغربي مفڪرن، دانشورن،سياستدانن، شاعرن جي فڪر ۽ فلسفي کي گهرائيءَ سان پڙهڻ کان پوءِ انهن جي خامين کي بہ آشڪار ٿو ڪري.

علامہ اقبال رح واحد شاعر آهي جنهن جي آواز ۾ اهو رعب ۽ خوداعتمادي آهي جيڪا وڏن وڏن انقلابي شاعرن جي ڪلام ۾ بہ نہ آهي. فني ڪمال ۽ خوبي تہ پنهنجي جاءِ تي آهي ئي آهي پر سندس فڪري گهرائي جنهن سوز، تڙپ، جوش، جذبي ۽ يقين سان ڳالهائي ٿي ان جو ڪو جواب ڪونهي. اقبال چوي ٿو تہ قومن جي ضمير کي يا تہ ڪو رسول پاڪ ڪندو آهي يا اهڙو شاعر جيڪو دانشور هجي.

ضمیر اُمتاں را می کند پاک
کلیمے یا حکیمے نے نوازے
(ارمغانِ حجاز)

اقبال مسلمانن جي حالت کي تبديل ڪرڻ جي ارادي سان اتي تو ۽ بارگاهہ رب العزت ۾ ٻاڏائي ٿو تہ منهنجي سوزِ دل سان. مسلمانن جي ضمير کي وري باهہ وانگر ٻڙڪاءِ ۽ کين اهو پختو ايمان ۽ يقين عطا فرماءِ جيڪو سندن دل کي روشن ۽ هميشه زنده رکي.

زِسوز ایں فقیر رہ نشینے۔ بدہ اورا ضمیر آتشینے
دلش را روشن و پائندہ گرداں زِاُمیدے کہ زاید از یقینے
(امغانِ حجاز)

اقبال اهو بہ اقرار ٿو ڪري تہ مون ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ ڪئي آهي بلڪ پنهنجن بزرگن ۽ امتِ مسلمہ جي پاڪ انسانن جي پيغام کي ئي رندانہ انداز ۾ بيان ڪيو اٿم:

نہ از ساقی نہ از پیمانہ گفتم
حدیثِ عشق بے باکانہ گفتم

شنیدم آنچہ از پاکانِ امت
ترا با شوخیٔ رندانہ گفتم
(ارمغان حجاز)

هو بلند آواز سان اهو اعلان تو ڪري تہ منهنجو انداز ۽ منهنجي لي ۽ منهنجو طرز حجازي آهي ۽ مان الست بريڪمر وارو سبق ٿي دهرائي رهيو آهيان:

بآهنگِ حجازی می سرایم
نخستین بادہ کاندر جام کردند
(ارمغان حجاز)

اقبال اهو بہ اعتراف ڪري ٿو تہ مان لغتن جو ماهر نہ آهيان.

قلندر جز دو حرف لاالہ کچھ بھی نہیں رکھتا
فقیہِ شہر قاروں ہے لغت ہائے حجازے کا

بلڪ مون وٽ رت جا ڳوڙها آهن جيڪي آءٌ سنڀاليو ويٺو آهيان. ڇو جو مان فقير آهيان ۽ مون کي خدا اها دولت عطا ڪئي آهي. جيتوڻيڪ پيرِ حرم لاآله جو ورد تہ ڪندو رهي ٿو پر ڪيس اها نگاهہ نصيب ڪونهي جيڪا تلوار کان بہ تيز هجي.

درونِ دیدہ نگہ دارم اشکِ خونیں را
کہ من فقیرم وایں دولتِ خدا داد است
اگرچہ پیرِ حرم وردِ لاالہ دارد
کجا نگاہ کہ برندہ تر ز پولاد است
(پس چہ باید کرد اے اقوام شرق)

اقبال جڏهن شاعريءَ کي مسلمانن جي بيدار ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو تہ چيائين تہ:

مرے نوائے پریشان کو شاعری نہ سمجھ
کہ میں ہوں محرمِ رازِ درونِ مے خانہ
(بالِ جبریل)

بلڪ ان شخص مان ڇوي ٿو تہ مون کي ڪاٻہ پلائي جي اميد ڪانهي جيڪو مون کي شاعر ٿو سمجهي. مان نہ ڪو ٻنان شراب جي مست شاعر آهيان جو قصہ ويهي گهڙيان يا سهڻن جا ويهي ڏک سور رئان ڇو جو نہ ڪو مون وٽ پرين جو پاڙو آهي ۽ نہ ٿي دلبر جو درد بلڪ مان تہ

جبريل جو هم داستان آهيان ۽ ڪو رقيب، قاصد ۽ دربان ڪو نه سڃاڻان.

نه پنداری که من بے باده مستم
مثالِ شاعراں افسانه بستم
نه بینی خیر ازاں مردِ فرودست
که بر من تهمتِ شعر و سخن بست
بکوئے دلبراں کارے ندارم
دلِ زارے غمِ یارے ندارم
جبریلِ امیں هم داستانم
رقیب و قاصد و دربان ندانم
(زبورِ عجم)

اقبال وڏيڪ چوي ٿو منهنجو اصل مقصد دڳ لاٿل آهي ان ڪري مان شعر ڪان پري آهيان. شعر ڪتي ۾ مان ڪتي اهو ته صرف هڪ ذريعو ۽ وسيلو آهي. منهنجو اصل مقصد ته قطار مان نڪتل ڏاچيءَ ڪي واپس قطار ۾ آڻڻ آهي.

نغمه کجا و من کجا سازِ سخن بهانه ایست
سوئے قطار می کشم، ناقهٔ بے زمام را

علامه اقبال چوي ٿو مون انسان جي غم ۾ روئندي ڪئي راتيون گذاريون ۽ ان ڪان پوءِ ئي زندگي جي رازن تان پردو کڻي سگهيو آهيان.

بهر انساں چشمِ من شبها گریست
تادریدم پردهٔ اسرارِ زیست
(اسرارِ خودی)

***

سوز و مستی نقشبندے عالمے است
شاعری بے سوز و مستی ماتمے است
شعر را مقصود اگر آدم گری است
شاعری هم وارثِ پیغمبری است
(جاویدنامه)

"سوز ۽ مستي نقشبندِ عالم آهي. بنا سوز ۽ مستيءَ جي شاعري ماتم آهي. جيڪڏهن شعر جو مقصد شخصيت سازي آهي ته پوءِ شاعري

پيغمبريءَ جي وارث آهي.“

اقبال پنهنجي شاعري لاءِ دعويٰ ٿو ڪري تہ هن جو سرچشمو ڪا ٻي دنيا آهي ۽ ان لاءِ ڪو قافلو بہ پيو ايندو.

نغمہ من از جہانِ دیگر است
ایں جرس را کاروانِ دیگر است
(اسرار خودی)

عشق ئي زندگيءَ لاءِ شريعت، قانون ۽ آئين آهي. تهذيب جو بنياد دين آهي ۽ دين ئي عشق آهي:

زندگی را شرع و آئین است عشق
اصل تہذیب است دین، دین است عشق
(جاوید نامہ)

علامہ اقبال رح مشرق ۽ مغرب جي افڪار ۽ نظامن کي قرآن ۽ سنت جي روشني ۾ پرکڻ کان پوءِ ان تي جيڪا راءِ ڏني آهي ان کي تنقيد بہ چئي سگهون ٿا تہ هڪ مومن جي فڪري گهرائي بہ. اچو تہ ڏسون تہ علامہ اقبال رح دنيا جي مختلف ڪردارن ۽ نظامن جي باري ۾ ڪهڙي راءِ ٿو رکي ۽ بالاآخر اسان کي ڇا ٿو تجويز ڪري، حل ڪهڙو ٿو ٻڌائي.

اقبال جي شاعري ۾ مشرق جو اصطلاح ٻن شين لاءِ استعمال ٿيو آهي. هڪ اهو خطو ۽ سرزمين جتي نبي ۽ رسول آيا. ٻيو مفهوم اقبال وٽ مشرق جي اصطلاح مان غلامي، انڌي تقليد ۽ زندگيءَ کان بيزاري ۽ بي عملي آهي. مغرب مان مراد مادي نظامِ حيات، تسخيرِ ڪائنات ۽ سائنسي ترقي آهي. تنهنڪري اقبال ٻنهي فڪري نظامن تي تنقيد ڪندي چوي ٿو تہ اهي ٻئي نظام الله کان دور آهن.

مشرق ہمہ افسانہ مغرب ز تو بیگانہ
وقت است کہ در عالم نقشِ دگر انگیزی

***

بہت دیکھے ہیں میں نے مشرق و مغرب کے مے خانے
یہاں ساقی نہیں پیدا وہاں بے ذوق ہے صہبا

مشرق جيئن تہ نبين جي سرزمين رهيو آهي تنهنڪري ان جا رهاڪو مذهبن جي اصل تعليم کان هٽي ڪري ملن ۽ مولوين جي ڦندن ۽ ڦيرن ۾ اچي زوال پذير ٿيا آهن. اقبال مسلمانن جي زوال جو

باعث سندن قرآن ۽ سنت کان دورهجڻ تو قرارڏي ۽ ان جو سبب مذهبي طبقن کي تو قرارڏئي. تنهن ڪري اقبال سڀ کان وڌيڪ تنقيد مذهبي طبقن تي ئي ڪئي آهي. ڇو جو اهي قرآن ۽ سنت جا پرچارڪ آهن. انهن جي غلط فهمي ۽ غلط سوچ ۽ فڪر سان مسلمانن ۽ اسلام کي نقصان تي رهيو آهي تنهن ڪري ضروري آهي تہ انهن جي سحر مان مسلمانن کي ڪيڏي قرآن ۽ سنت جي اصل روح ڏانهن ڦيرائجي. ان لاءِ اقبال مذهبي پيشوائن تي تنقيدي نگاهہ وڌي آهي. چوي ٿو تہ: منهنجي طرفان صوفي ۽ ملان کي سلام پهچي جو انهن اسان کي الله جو پيغام پڏايو پران پيغام جي (قرآن جي) انهن جي جيڪا تاويل ڪئي آهي. ان کان خدا جبريل ۽ مصطفيٰ بہ حيرت ۾ آهن:

زمن بر صوفی و ملا سلامے
کہ پیغامِ خدا گفتند مارا
ولے تاویل شاں در حیرت انداخت
خدا و جبرئیل و مصطفی را
(ارمغانِ حجاز)

مسلمانن کي چوي ٿو تہ تون ملان ۽ صوفي جي ڦندن ۾ ڦاٿل آهين جو ان ڪري قرآن مان زندگي جو پيغام حاصل نٿو ڪرين. قرآن جو تو وٽ بس رڳو اهو ڪم وڃي رهيو آهي جو مرڻ وقت سڪرات ۾ پيل تي ياسين پڙهندين تہ هو جلد مرندو.

بہ بندِ صوفی و ملا اسیری
حیات از حکمتِ قرآن نگیری
بآیاتش ترا کارے جز ایں نیست
کہ از یٰسین او آساں بمیری
(ارمغانِ حجاز)

عالمن لاءِ چوي ٿو تہ اهي قرآن پاڪ جي علم کان بي نياز آهن ۽ صوفي رڳو ڊگها وار ڇڏيو رت پياڪ بگهڙ آهن.

اقبال ڪشف، الهامن. اسرار ۽ رمزن واريون ڳالهيون ڪندڙ صوفي، کي چوي ٿو تہ رڳو حجري ۾ ويٺو ڳالهيون ڪرين. (پاهر نڪر ۽) نمرود جي سامهون لا جو نعرو هڻ. اهي جيڪي تون ڪشف ۽ الهام جا سانگ رچايو ويٺو آهين اهي ڪجهہ بہ ڪونهن. اهي تڪو بہ نہ لهن. جنهن جي

هٿ ۾ لا جي تلوار آهي اهو ئي هن ڪائنات جو فرمان روا آهي.

اے کہ اندر حجرہ ہا سازی سخن
نعرۂ لا پیشِ نمرودے بزن
این کہ می بینی نیرزد با دو جو
از جلالِ لاالٰہ آگاہ شو
ہرکہ اندر دستِ او شمشیرِ لاست
جملہ موجودات را فرمانرواست
(پس چہ باید کرد اے اقوامِ شرق)

اقبال چوي ٿو تہ ملا جي جنت، شراب، حور ۽ غلمان آهن ۽ آزاد انسان جي جنت هميشہ هلندو رهڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ آهي. ملا جي جنت صرف کائڻ، پيئڻ، سمهڻ ۽ راڳ ٻڌڻ آهي. عاشق (سچي مومن) جي جنت خدا جو ديدار آهي. ملا جي حشر جو ڏينهن صور ڦوڪجڻ ۽ قبرن مان مڙدن جو زنده ٿي نڪرڻ آهي، عشق (قرآن ۽ سنت) پاڻ قيامت آهي.

جنتِ ملا مے و حور و غلام
جنتِ آزادگاں سیرِ دوام
جنتِ ملا خور و خواب و سرود
جنتِ عاشق تماشائے وجود
حشرِ ملا شقِ قبر و بانگِ صور
عشقِ شور انگیز خود صبحِ نشور
(جاویدنامہ)

مسلمانن جي زوال جو ذميدار قرار ڏيندي ان ۾ مذهبي پيشوائن سان گڏ مسلمانن جي زوال جو باعث وياج خور، حڪمران، ملأ ۽ پيرکي ٿو قرار ڏئي تہ اهي چار مسلمان جي لاءِ آزار آهن، موت آهن:

چار مرگ اندر پے این دیر میر
سود خوار و والی و ملا و پیر
(جاویدنامہ)

علامہ اقبال رح جتي مشرقي مسلم مذهبي پيشوائيت تي تنقيد جا تير وسائي ڪيس عريان ڪيو، اهڙيءَ طرح هن مغرب يا يورپ جي پيدا ڪيل نظامن خاص طور، سرمايہ داري، قوم پرستي يا وطن پرستي،

جمهوريت، سياستدان، جاگيرداري، بادشاهت، فلسفي ۽ خشڪ دماغ منطقيءَ کي به بي حال ڪيو آهي. علامه جي ڪاوڙ بالترتيب، ملا، صوفي، فقيه، شيخ حرم، واعظ، پير، مفسر يا ٻين لفظن ۾ مذهبي پيشوائيت تي آهي. ان کا نپوءِ سندس تنقيدي تير جو نشانو سرمايه دارنه نظام ۽ سرمايه دار آهي، ان کان پوءِ جاگيردار ۽ سياستدان آهي.

سرمايه دار ۽ سرمايه دارانه نظام تي تنقيد ڪندي چوي ٿو:

تدبّر کی فسوں کاری سے محکم ہو نہیں سکتا
جہاں میں جس تمدن کی بنا سرمایہ داری ہے
(بانگِ درا)

جانتا ہوں یہ امت حاملِ قرآن نہیں
ہے وہی سرمایہ داری بندۂ مومن کا دین
(ارمغانِ حجاز)

## علامه اقبال جو مطلوب مسلمان

علامه اقبال رح جي پيغام جا متنوع ۽ مختلف پهلو آهن جن کي هڪ مضمون ۾ پوريءَ طرح سان سمائي نٿو سگهجي. هن مضمون جو بنيادي مقصد اقبال جو مطلوب مسلمان آهي ته اقبال جي خيال ۾ هڪ مسلمان ۾ ڪهڙيون خوبيون هجڻ گهرجن جو ان کي مثالي چئي سگهجي ۽ ان جو رول ماڊل ڪير هجڻ گهرجي. اها متئين پٽاڙ هن مضمون جي تياري لاءِ زمين کي هموار ڪرڻ لاءِ هئي يعني اها تمهيد هئي ورنه بقول اقبال رح ته زمين منهنجي مه خاني ۾ خاڪ آهي. آسمان منهنجي جام جي هڪ گردش آهن.منهنجي سوز ۽ ساز جي ڪهاڻي طويل آهي، هي دنيا ان جو صرف مهاڳ آهي.

زمیں خاکِ درمیخانۂ ما
فلک یک گردشِ پیمانۂ ما
حدیثِ سوز و سازِ ما دراز است
جہاں دیباچۂ افسانۂ ما

### بندهٔ مولا صفات:

اقبال جو مطلوب مسلمان بندهٔ مولا صفات آهي سندس دل الله جي اسرارن مان هڪ سر آهي. خدا جي نورکان سواءِ تون ان جي سونهن نٿو

ڏسي سگهين ٿو جو ان جو سرچشمو ضمير ڪائنات آهي:

مسلماں بندۂ مولا صفات است
دلِ او سِرّے از اسرارِ ذات است
جمالش جز بہ نورِ حق نہ بینی
کہ اصلش در ضمیرِ کائنات است
(ارمغانِ حجاز)

ہاتھ ہے اللہ کا بندۂ مومن کا ہاتھ
غالب و کار آفریں، کارکشا، کارساز
خاکی و نوری نہاد، بندۂ مولا صفات
ہر دو جہاں سے غنی اس کا دلِ بے نیاز
اس کی امیدیں قلیل، اسکے مقاصد جلیل
اس کی ادا دلفریب، اس کی نگہ دلنواز

☆☆☆☆

ہر لحظہ ہے مومن کی نئی شان نئی آن
گفتار میں کردار میں، اللہ کی برہان
قہاری و غفاری و قدوسی و جبروت
یہ چار عناصر ہوں تو بنتا ہے مسلمان

مردِ مومن الله تعاليٰ کان راضي ۽ الله ڪائنس راضي هوندو آهي، هو نوافل جي ذريعي الله جو قرب ۽ نياز حاصل ڪندو آهي. هن جو هر عمل الله جي حڪم سان هم آهنگ هوندو آهي. مردِ مومن جو هر قدم خدا جي تقدير جو خلاق هوندو آهي ۽ جنگ جي ڏينهن مومن جو هلايل تير الله تعاليٰ طرفان هلايل تير هوندو آهي. ٻين لفظن ۾ تہ مومن پاڻ ئي الله جي تقدير هوندو آهي.

معنئ تقدیر کم فہمیدۂ
نے خودی را نے خدا را دیدۂ
مردِ مومن باخدا دارد نیاز
'باتو ما سازیم توباما بساز'
عزمِ او خلاقِ تقدیرِ حق است

مومن جيئن ئي الله جي رضا سان پنهنجي رضا کي هم آهنگ ڪندو آهي تہ پوءِ ان جو هر عمل الله جي ئي قضا ۽ فيصلو هوندو آهي:

چوں فنا اندر رضائے حق شود
بندۂ مومن قضائے حق شود

☆☆☆

کافر ہے تو ہے تابعِ تقدیر مسلماں
مومن ہے تو وہ آپ ہے تقدیرِ الاہی

جڏهن اقبال جو مطلوب مسلمان مردِ مومن بڻجي پاڻ "تقديرِ يزدان" بڻجي پوندو آهي تہ پوءِ تاريخ جا رخ موڙي ڇڏيندو آهي. ظلم ۽ بي انصافي تي مبني نظامن لاءِ محتسب ۽ الله جي تلوار بڻجي باطل جي بتن کي پاش پاش ڪندو آهي. اهو مرد مومن "تقديرِ يزدان" بڻجي ڪڏهن حمزه اسد الله تہ ڪڏهن خالد سيف الله تہ ڪڏهن قوتِ پروردگار بڻجي فاتح خيبر علي المرتضيٰ بڻجي پوندو آهي تہ ڪڏهن طارق بن زياد بڻجي يورپ کي فتح ڪندو ويندو آهي. اقبال جو مطلوب مسلمان يا مردِ مومن ڪوانگ اگهاڙو مجذوب يا چريو فقير نہ آهي يا ڪو صوفي يا عام مسلمان نہ بلڪ هڪ بهادر ۽ عقلمندي ۽ عشق جو امتزاج مومن آهي جيڪو زمين تي خدا جي تقدير بنجي باطل کي ختم ڪري حق جو، دين اسلام جو پرچم بلند ڪندو آهي. اقبال جو مطلوب مسلمان اهو مردِ مجاهد ۽ اهو آزاد انسان آهي جيڪو بين الاقوامي مجاهد آهي. جيڪو ظلم خلاف خدا جي ننگي تلوار هوندو آهي. اهو ڪٿي عمر رضہ بن العاص آهي تہ ڪٿي سعد رضہ بن ابي وقاص. اهو ڪٿي محمد بن قاسم رح آهي تہ ڪٿي موسيٰ بن نصير رح تہ ڪٿي صلاح الدين ايوبي رح تہ ڪٿي سليمان رح عالي شان. اقبال جو مطلوب مردِ مومن ڪٿي بت شڪن ۽ فاتح سومنات محمود غزنوي رح آهي تہ ڪٿي محي الدين اورنگزيب عالمگير رح . اقبال جو مطلوب مسلمان مردِ ميدان ۽ مرد جنگ آهي ڪوگو سفند صوفي نہ.

اقبال جو مطلوب مسلمان رضي الله عنهم و رضواعنہ وارو مسلمان آهي ۽ اهڙن مسلمانن ذريعي ئي دنيا جون تقديرون متبيون آهن. اهڙا مجاهد مرد ئي باطل جي نظامن کي، قرلت جي نظامن کي ختم ڪري، حق جو نظام، امن عدل ۽ انصاف تي مبني نظام دنيا ۾ قائم ڪندا آهن اهڙن ئي مردن لاءِ اقبال چيو آهي:

کوئی اندازہ کر سکتا ہے اس کے زورِ بازو کا
نگاہِ مردِ مومن سے بدل جاتی ہیں تقدیریں

## عزم ۽ توڪل

اقبال جو مطلوب مسلمان صرف الله کان ڊڄندو آهي، منجهس جذبِ درون انتها تائين هوندو آهي، هڪ دفعي حسن بصري رح کان صحابہ رضہ جي باري ۾ ڪنهن پڇيو تہ توهان انهن سان گڏ وقت گذاريو آهي ٻڌايو تہ اهي ڪيئن هئا؟ حسن بصري رح جواب ۾ چيس تہ صحابہ رضہ جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، تون جيڪڏهن انهن سان ملين ها تہ چوين ها تہ اهي چريا آهن ۽ اهي جيڪڏهن توهان جي اڄوڪي حالت ڏسن ها تہ چون ها تہ اهي ڪافر آهن اڇو تہ جهاد ڪريون انهن جي خلاف. اقبال بہ ساڳي ڳالهہ ٻئي انداز سان بيان ڪندي چوي ٿو تہ قومن جي زندگي اندروني جوش ۽ جذبي سان هوندي آهي جنهن کي ڪم نظر ماڻهو چرياڻپ ۽ جنون سڏيندا آهن. جنهن قوم ۾ جذبہ ٔ جنون ناهي اها ڪڏهن بہ ڪو اعليٰ ڪارنامو سرانجام نٿي ڏئي سگهي ۽ اهو جذبہ ٔ جنون الله جي ذات تي توڪل ۽ پختي ارادي سان پيدا ٿيندو آهي ۽ اقبال جي مطلوب مردِ مومن ۾ جيڪڏهن اهي ٻئي خاصيتون يعني عزم ۽ توڪل ناهن تہ پوءِ هو ڪافر آهي:

مومن از عزم و توکل قاہر است
گر ندارد ایں دو جوہر کافر است

اقبال جي مطلوب مردِ مومن جي نظر ۾ هي مال ۽ ملڪيت، مٽيون ۽ مائٽيون صرف وهم يعني عارضي ۽ بت آهن:

یہ مال و دولتِ دنیا، یہ رشتہ و پیوند
بتانِ وہم و گماں لاالٰہ الااللہ

## صاحبِ قوتِ تخليق

حضورﷺ جن جي حديث آهي تہ: "جنهن شخص جا ٻہ ڏينهن هڪ جهڙا گذريا اهو قرجي ويو." يعني مومن جو هر نئون سج نئين سوچ، نئين فڪر ۽ تخليق سان ٿيڻ گهرجي. اقبال جو مطلوب مسلمان مردِ مومن بہ صاحبِ قوتِ تخليق آهي.

انسان ۽ حيوان، افزائش نسل لاءِ قوتِ توليد ۾ تہ برابر آهن پر جيڪا شيءِ انسان کي حيوان کان الڳ، ممتاز ۽ برتر ڪري ٿي اها سندس قوتِ تخليق آهي جيڪا حيوان ۾ ڪانهي. تخليق ارتقائي ۽ توليد تقليدي هوندي آهي. تخليق لاءِ نئون فڪر، نوان خيال، نوان لاڙا، رجحان، نوان

مقصد ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جي سيني ۾ تڙپ ۽ تمنا ضروري آهي. اقبال جو مطلوب مسلمان اهو آهي جنهن جي سيني ۾ ڪو مقصد هجي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري. اقبال، ان کي ڪٿي مدعا تہ ڪٿي تمنا تہ ڪٿي آرزو سڏيو آهي. چوي ٿو تہ زندگيءَ کي بقا ئي آرزوءَ سان ٿئي ٿي ۽ انساني قافلي جي ڪاروان لاءِ رهنما مدعا مقصد آهي:

زندگانی را بقا از مدعا است
کاروانش را درا از مدعا است

بلڪ اقبال تہ چوي ٿو تہ جنهن مردِ مومن ۾ قوتِ تخليق ناهي اهو ڪافر آهي.

هر کہ اورا لذتِ تخلیق نیست
نزدِ ماجز کافر و زندیق نیست

## صاحبِ يقين:

اها لذتِ تخليق ۽ ندرت فڪر و عمل يقين سان پيدا ٿئي ٿي:

یقیں افراد کا سرمایۂ تعمیر ملت ہے
یہی قوت ہے جو صورت گرِ تقدیر ملت ہے

☆☆☆

یقیں، مثلِ خلیل آتش نشینی
یقیں، اللہ مستی، خود گزینی
سُن! اے تہذیبِ حاضر کے گرفتار،
غلامی سے بتر ہے بے یقینی

جيڪڏهن مومن ۾ پنهنجي مقصد ۽ منزل تي پهچڻ جو يقين ناهي تہ پوءِ اهو لذتِ تخليق ۽ قوتِ تخليق کان بہ عاري آهي. چو جو بي يقين ۾ لذتِ تحقيق ۽ قوتِ تخليق نہ هوندي آهي:

بے یقیں را لذّتِ تحقیق نیست
بے یقین را لذّتِ تخلیق نیست

☆☆☆

خدائے لم یزل کا دستِ قدرت تو، زباں تو ہے
یقیں پیدا کر اے غافل کہ مغلوبِ گماں تو ہے
(بانگِ درا)

## حسنِ اخلاق

اقبال جو مطلوب مسلمان حسنِ اخلاق جو بہ نمونو ۽ مثال آهي:

نگہ بلند، سخن دلنواز، جاں پرسوز
یہی ہے رختِ سفر، میرِ کارواں کیلیے
ہو حلقۂ یاراں تو بریشم کی طرح نرم
رزمِ حق و باطل ہو تو فولاد ہے مومن

اقبال پنهنجي مطلوب مسلمان کي پيغام ڏيندي چوي ٿو:

مصارفِ زندگی میں سیرتِ فولاد پیدا کر
شبستانِ محبت میں حریر و پرنیاں ہوجا

## ذوقِ قيام و سجود

اقبال جو مطلوب مسلمان سراپا سوز قيام وسجود آهي، جيڪو پنهنجي
وجود جي سوز سان سڙندو رهي ٿو، هر سربستو راز ان جي هٿان ٿي کلي ٿو، ان
جي قيام ۾ جلالِ ڪبريائي ۽ ان جي سجود ۾ ڪمالِ بندگي سمايل آهي:

بسوزد مومن از سوزِ وجودش
کشود ہر گرہ بستہ از کشودش
جلالِ کبریائی در قیامش
جمالِ بندگی اندر سجودش
(ارمغانِ حجاز)

اقبال جي مطلوب مسلمان جي نماز ۾ قرات بنهي جهانن لاءِ دعوت
آهي، سندس هڪ رڪعت کيس زنده جاويد ڪري ڇڏي ٿي، هن بي سو
دور جي ماريل ۽ ڪٺل انسان کي ڪهڙي خبر تہ مومن جي اقامت ۾
ڪهڙي قيامت لڪل آهي.

دو گیتی را صلا از قرأتِ اوست
مسلماں لایموت از رکعتِ اوست
نداند کشتۂ ایں عصرِ بے سوز
قیامت ہا کہ در قد قامتِ اوست
(ارمغانِ حجاز)

اقبال جي مطلوب مردِ مومن جون صفتون اهي ئي آهن جيڪ
قرآن ۽ سنت بيان ڪيون آهن. اقبال مرد مومن جون صفات بيا
ڪندي چوي ٿو:

اس کی نفرت بھی عمیق، اس کی محبت بھی عمیق
قہر بھی اس کا ہے اللہ کے بندوں پر شفیق
پرورش پاتا ہے تقلید کی تاریکی میں
ہے مگر اس کی طبیعت کا تقاضا تخلیق
انجمن میں بھی میسر رہی خلوت اس کو
شمعِ محفل کی طرح سب سے جدا، سب کا رفیق
مثلِ خورشیدِ سحر فکر کی تابانی میں
بات میں سادہ و آزاد، معانی میں دقیق
(ضربِ کلیم)

## رزقِ حلال:

اقبال جو مطلوب مسلمان رزقِ حرام کان پرهيز ڪندڙ ۽ رزقِ حلال ڪائيندڙ آهي. اقبال چوي ٿو تہ جيستائين رزقِ حلال جي اهميت کان تون واقف نہ ٿو ٿئين تيستائين تنهنجي زندگي سماج لاءِ مصيبت ۽ وبال آهي. افسوس جو يورپ رزقِ حلال جي اهميت کان آگاه ناهي ڇو جو کيس قرآن جو علم ناهي. يورپ حلال ۽ حرام ۾ ڪو فرق نٿو ڪري ان ڪري انهن جا سڀ فڪر ۽ فلسفہ خام ۽ انهن جا ڪم نامڪمل آهن. هڪ قوم ٻي قوم جي ڪمائي تي گذرڻي ڪري. داتا هڪڙا پيدا ڪن ۽ ڪٽي وري ٻيا ٿا وڃن. غريبن کان ڦيو ڇنڊ ۽ انهن جي جسم مان روح ۽ ساهہ ڪيڏڻ انهن جي ڊپلوميسي آهي، جديد تهذيب جو مقصد انسانن جي چير ڦاڙ ڪرڻ آهي ۽ اهو ڪم هو سوداگريءَ ۽ واپار جي روپ ۾ ٿا ڪن. اهي بينڪون جيڪي يهودين جي مڪاريءَ جي پيداوار آهن. اهي انسان مان خدائي نور کي ٻاهر ڪڍي ٽيون ڇڏين. جيستائين اهو ڏرلت تي مبني وياجي نظام ختم نٿو ٿئي تيستائين تهذيب ۽ دين جون ڳالهيون بيڪار آهن. انسان کي پنهنجي نفع ۽ نقصان جي خبر نٿي پوي. ڪنهن کي بہ خير و شر ۽ سڌي ۽ اٽسڌي راهہ جي خبر ڪانهي. شريعت زندگي جي گهراين مان ڦٽي ٿي نڪري ۽ ان جي روشنيءَ سان ڪائنات مان اونده ختم ٿئي ٿي. جيڪڏهن ماڻهو شريعت ڇي حرام ڪيل شين کي حرام سمجهن تہ هي نظام قيامت تائين باقي رهندو. پٽ! شريعت جي روح کي سمجهڻ فقيهن جو ڪم ڪونهي. تون شريعت جي روح ۽ گهرائي ۾ داخل ٿي:

تا ندانی نکتۂ اکلِ حلال
بر جماعت زیستن گردد وبال
آہ یورپ زیں مقام آگاہ نیست
چشم او ینظر بنور اللہ نیست
او نداند از حلال و از حرام
حکمتش خام است و کارش نا تمام
امتے بر امتے دیگر چرد
دانہ ایں می کارد آں حاصل برد
از ضعیفاں ناں ربودن حکمت است
از تنِ شاں جان ربودن حکمت است
شیوۂ تہذیبِ نو آدم دری است
پردۂ آدم دری سوداگری است
ایں بنوک ایں فکر چالاکِ یہود
نورِ حق از سینۂ آدم ربود

علامہ اقبال رح جي شاهڪار ڪتاب "جاويد نامہ" جو آخري باب "خطاب بہ جاويد۔ سخني بہ نژادِ نو" ۾ بہ علامہ پنهنجي مطلوب مسلمان جون صفتون بيان ڪندي، ان کي نصيحت ڪندي چوي ٿو تہ جيڪڏهن تون لااله چوڻ چاهين ٿو تہ دل جي گهرائين سان ايئن چئو جو تنهن جي بدن مان بہ روح جي خوشبو اچي. مومن ڪڏهن بہ ڪنهن جو غلام نٿو ٿي سگهي. مومن کي غداري، نفاق ۽ بدحالي نٿي جڳائي. صاحب قرآن بي ذوق و طلب نٿو ٿي سگهي. ٿورو کاءُ، ٿورو سمهہ ۽ ٿورو ڳالهاءِ. اخلاص جو دامن جهل ۽ سلطان ۽ امير جي خوف کان پاڪ ٿي، ديني مسئلو ڏکيو هجي تہ ان کان جان بچائڻ لاءِ ان جي تاويل نہ ڪر. روح جي غذا ۽ حفاظت ڪثرت سان الله جي ذڪر ڪرڻ ۾ آهي ۽ بدن جي حفاظت ضبطِ نفس سان. ڪثرت ذڪر ۽ ضبطِ نفس کان سواءِ تون ڪامياب نہ ٿي سگهندين. دين جو راز سچ ڳالهائڻ ۽ رزق حلال کائڻ ۽ خلوت ۽ جلوت ۾ الله جي حڪمن جي پابندي ۾ آهي. دين الله جي رضا جو نالو آهي جنهن جي ابتدا ادب ۽ انتها عشق آهي. مان جڏهن ڪنهن نوجوان کي بي ادب ٿو ڏسان تہ مون کي ڏک ٿو ٿئي. ادب، نادان ۽ داناءَ ٻنهي لاءِ لباس مثل آهي. مبارڪ آهي اهو شخص جيڪو باادب آهي،

مان اهڙي مسلم نوجوان کي پسند نٿو ڪريان جيڪو علم ۾ ته وڏيل هجي پر ادب ۾ صفا ٻڙي هجي.

ادب پیرایه نادان و دانا است
خوش آں کو از ادب خود را بیار است
ندارم آں مسلماں زادہ را دوست
کہ در دانش فزود و در ادب کاست
(ارمغانِ حجاز)

ڪڏهن به ۽ ڪنهن به گهٽ وڌ نه ڳالهاءِ، ڪافر هجي يا مومن، سڀ خدا جي مخلوق آهن، سڀني جو احترام ڪبو ڇو جو انسانيت نالو ئي انسان جي احترام ڪرڻ جو آهي. پاڻ ۾ ٻڌي قائم رکو. ڪافر ۽ مومن تي الله وانگر يڪسان شفيق ٿي. پلي ڪيڏي به تووٽ زمين ۽ جاگير هجي فقر کي هٿان نه ڇڏجان. دنيا ۾ دردِ دل ڪان سواءِ ٻي ڪا نعمت نه طلب. جيڪو ڪجهه کپئي الله کان گهر، ڪنهن دنياوي بادشاهه کان نه گهر. درويشانه زندگي بسر ڪر ۽ خدا کان غافل نه ٿي. اهل دينِ ۽ اهل ڪين ملا (ڪينو ۽ حسد) ۾ فرق ڪر، ڪنهن مردِ حق جي تلاش ڪر ۽ ان جي صحبت ۾ رهه، مردِ حق نبين ۽ رسولن وانگر آهي. هو آسمان تان ڪنوڻ وانگر ڪرندو آهي ۽ مشرق و مغرب کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندو آهي. مردِ حق ئي موسيٰ، عيسيٰ، ابراهيم، محمد، قرآن ۽ جبرئيل آهي. غير الله کان لالچ ۽ ڪجهه نه ملڻ جي غم کان آزاد ٿي. ڇو جو اها پريشاني ايمان جي ڪمزوري آهي. پاڻ تي ضبط رک. دينِ مصطفيٰ ﷺ جو راز اهوئي آهي ۽ مان ان مردِ مسلمان جو غلام آهيان جنهن ۾ اهي خاصيتون هجن:

لاالٰہ گوئی؟ بگو از روئے جاں
تا ز اندام تو آید بوئے جاں
مومن و پیشِ کساں بستن نطاق
مومن و غداری و فقر و نفاق

## فقر

علامه اقبال رح جو مطلوب مسلمان مردِ فقير آهي. عام طور تي فقر مان مراد تنگدستي ۽ افلاس ورتي ويندي آهي ۽ فقيران کي ڇيو ويندو

آهي جيڪو بين جي سامهون سوال ڪندو آهي يا خيرات پنندو آهي، پر حضورﷺ جن جنهن فقر کي پنهنجو فخر سڏيو آهي اهو ان کان الڳ آهي. علامہ اقبال رح بہ قول رسول ﷺ جي روشنيءَ ۾ ان فقر جي ڳالھ ٿو ڪري جيڪو پينو فقير نہ بلڪ خود بادشاھ آهي. فقر بہ اقبال جي مطلوب مسلمان جي هڪ اهم صفت آهي، اقبال چوي ٿو تہ:

دارا و سکندر سے وہ مردِ فقیر اولیٰ
ہو جس کی فقیری میں بوئے اسد اللّٰہی
(بالِ جبرئیل)

فقر پنهنجو احتساب ڪرڻ آهي ۽ لاالہ الاالله کي پنهنجو مرڪز بنائڻو آهي. فقر جون جي ماني کائي خيبر جي قلعي کي فتح ڪرڻ آهي. بادشاھ ۽ امير سڀ فقر جي رسيءَ ۾ ٻڌل آهن. فقر، ذوق، شوق ۽ الله جي رضا تي راضي رهڻ جو نالو آهي. فقر متاعِ مصطفيٰ ﷺ آهي ۽ مسلمان ان جو امين آهي. فقر ملائڪن کان بہ سجدو ٿو ڪرائي تہ ڪائنات جي پوشيده قوتن جو بہ مالڪ آهي. فقر فرش تان عرش تي ٿو کڻي وڃي، فقر پٿر کي هيرو ٿو بڻائي، فقر جو سامان قرآن عظيم آهي. فقر جي دلنوازي دين جي حڪمت ۽ ڏاهپ مان پيدا ٿئي ٿي ۽ ان جي بي نيازي دين لاءِ طاقت آهي، قرآن جو فقر پوري دنيا جو احتساب ڪرڻ آهي.

فقرِ عریاں گرمئ بدرو و حنین
فقرِ عریاں بانگِ تکبیرِ حسین رضہ
(پس چہ باید کرد اے اقوامِ شرق)

## غيرت

اقبال جو مطلوب مسلمان باغيرت ۽ خوددار آهي. غيرت ۽ خودداري سان ئي انسان دنيا ۾ عزت سان زنده رهي سگهي ٿو. غيرت کان سواءِ مسلمان جي زندگي موت آهي. ديني حميت ۽ غيرت ناهي تہ پوءِ اهڙو جئين ۽ مرڻ برابر آهي.

تاکجا بے غیرتِ دیں زیستن
اے مسلماں مردن ست ایں زیستن
(پس چہ باید کرد اے اقوامِ شرق)

غیرت ہے بڑی چیز جہانِ تگ و دو میں
پہناتی ہے درویش کو تاجِ سردار
(ارمغانِ حجاز)

علامہ اقبال رح جي سموري فڪر ۽ فلسفي جو بنياد ئي غيرت ۽ خودداري آهي. غيرت کي علامہ خودي چيو آهي. انسان ۾ جيڪڏهن غيرت هوندي تہ هو اهڙو ڪوبہ ڪم نہ ڪندو جنهن سان کيس شرمسار ٿيڻو پوي. غيرت هوندي تہ ظلم کي محسوس ڪندو ۽ ان خلاف وڙهندو. غيرت جي جذبي تحت ئي انسان پنهنجي زندگيءَ کي موت جي دا وتي لڳائي ڇڏيندو آهي. اقبال جو مطلوب مسلمان هڪ غيرت مند مسلمان آهي. سندس ذڪر، سندس فڪر، سندس ڏاهپ، مراقبہ غرض تہ هر شيءِ سندس غيرت جا نگهبان هجن، جي نہ تہ پوءِ انهن سيني جي ڪا ضرورت ڪانهي، غيرت کان سواءِ اهي سڀ بيڪار آهن:

یہ حکمتِ ملکوتی، یہ علم لاہوتی
حرم کے درد کا درماں نہیں تو کچھ بھی نہیں
یہ ذکرِ نیم شبی یہ مراقبے یہ سرور
تری خودی کے نگہباں نہیں تو کچھ بھی نہیں
(ضربِ کلیم)

هيءَ سڄي ڪائنات پنهنجي مان، مرتبي، مقام، عزت ۽ آبرو جو احساس هجڻ سان ئي آهي. انسان کي جڏهن پنهنجي عزتِ نفس جو احساس ٿئي ٿو تہ مان مسجودِ ملائڪ آهيان، سڄي ڪائنات مون لاءِ مسخر ڪئي وئي آهي تہ ان احساس سان ان ۾ خودداري ۽ غيرت جو جذبو پيدا ٿئي ٿو. حقيقت ۾ غيرت ئي دين ۽ ايمان جي اساس آهي. پر اها غيرت نہ جيڪا اسين نام نهاد ڪاروڪاري جي نالي ۾ استعمال ڪريون. اقبال جي نظر ۾ غيرت هڪ انسان کي پنهنجو اشرف المخلوقات هجڻ جو احساس ۽ ان مطابق عمل ڪرڻ آهي، غيرت ئي خودي آهي.

خودی کی جلوتوں میں مصطفائی
خودی کی خلوتوں میں کبریائی
زمین و آسمان و کرسی و عرش
خودی کی زد میں ہے ساری خدائی

غيرت ۽ فقر لازم ۽ ملزوم آهن. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ "پلي بک پرم جي پرشل ۾ وڃي شان". مرسون پر ڏيپ نہ چرسون. هڪ غيرت مند مسلمان بک مرڻ پسند ڪندو پر ڪنهن جي اڳيان هٿ نہ ٽنگيندو. هڪ غيرتمند سپاهي پوري لشڪر لاءِ ڪافي آهي.

چڑھتی ہے جب فقر کی سان پہ تیغِ خودی
ایک سپاہی کی ضرب کرتی ہے کارِ سپاہ
(بالِ جبرئیل)

## مسلسل جدوجهد

اقبال رح جو مطلوب مسلمان هر وقت مصروفِ ڪار آهي. اقبال جي نظر ۾ فرصت صرف غلامن لاءِ هوندي آهي، آزاد انسان هن ڪائنات ۾ فارغ ٿي نہ ٿو سگهي.

میسر آتی ہے فرصت فقط غلاموں کو
نہیں ہے بندۂ حر کے لئے جہاں میں فراغ
(ضربِ کلیم)

پختہ تر ہے گردشِ پیہم سے جامِ زندگی
ہے یہی اے بے خبر رازِ دوامِ زندگی
(بانگِ درا)

## اقبال جي مطلوب مسلمان لاءِ مثالي نمونو:

علامہ اقبال رح اسلام جي عظمتِ رفتہ کي وري واپس ڏسڻ ٿو چاهي تنهن ڪري سندس مطلوب مسلمان لاءِ مثالي نمونو بہ اسلام جي دورِ اول جا مسلمان ۽ اسلاف آهن. مطلوب مسلمان کي چوي ٿو تہ تون فاروقي ۽ ڪراري دلِ بيدار پيدا ڪر:

دلِ بیدار فاروقی، دلِ بیدار کراری
مسِ آدم کے حق میں کیمیا ہے دل کی بیداری
(بالِ جبرئیل)

علامہ اقبال رح پنهنجي مطلوب مسلمان لاءِ مثالي نموني طور حضرت عمر فاروق رضہ ۽ حضرت علي المرتضيٰ رضہ کان پوءِ امام حسين رضہ جو ڪردار ٿو پيش ڪري. چوي ٿو تہ زندگيءَ ۾ بہ ٿي قوتون آهن: هڪ موسيٰ ۽ ٻي فرعون، هڪ شبير رضہ (امام حسين رضہ) تہ ٻي يزيد. حق شبيري قوت سان ئي زنده رهي ٿو ۽ باطل جو انجام حسرت

ناڪ موت آهي. امام حسين رضہ جو عزم جبلن وانگر مضبوط، پائيدار، محڪم، آماده بہ عمل ۽ ڪامياب هو. مون قرآن جو فهم امام حسين رضہ کان ئي سکيو آهي. ان جي روشن ڪيل باهہ. مان ئي اسان پنهنجي آزاديءَ لاءِ شعلا حاصل ڪيا آهن.

موسیٰ و فرعون و شبیر و یزید
این دو قوت ازحیات آمد پدید
زنده حق از قوتِ شبیری است
باطل آخر داغِ حسرت میری است
(رموزِ بے خودی)

علامہ اقبال جو مخاطب صرف مسلمان مرد ئي نہ آهي بلڪ مسلمان عورت بہ آهي. علامہ عورت کي نصيحت ڪندي چوي ٿو تہ ڏيءَ! دلبريءَ جا انداز، ميڪ اپ ۽ حسن جي نمائش ڪرڻ ڇڏ، تنهنجي نگاهہ شمشيرِ خداداد آهي، ان جي ڌسڻ سان ئي خدا اسان کي جان عطا ڪئي آهي. اها عورت ئي ڪامل آهي جنهن جي نگاهہ حياجي پاٽيءَ سان پريل آهي. دنيا جي پائداري مائرن جي دم قدم سان آهي. جيڪا قوم اها ڳالهہ نٿي سمجهي سا برباد ٿي ويندي. مون کي هي خرد پرور جنون پنهنجي ماءُ جي نگاهہ کان ئي مليو آهي. مڪتب ۽ درسگاه مان نگاهِ بصيرت ۽ دل آگاهہ حاصل نٿا ڪري سگهجن. چو جو اهي سواءِ جادوگريءَ جي ٻيو ڪجهہ بہ ناهن. مبارڪ آهي اها قوم جنهن جي ڪارنامن جي ڪري هن ڪائنات انقلاب ڏٺا. ڪنهن قوم سان ڇا ٿيو آهي ۽ ڇا ٿيڻ وارو آهي اهو سڀ ڪجهہ انهن جي مائرن جي پيشانين مان ڏسي سگهجي ٿو. جيڪڏهن تون هن درويش (اقبال) جي نصيحت مڃين تہ هزارين قومون مرنديون پر تون هميشہ زنده رهندين. سيده فاطمه الزهرا رضي الله تعاليٰ عنها جي نقشِ قدم تي هل ۽ هن بي حيا ۽ نمائشي دور کان پردو ڪر تہ جيئن تون بہ ڪنهن شبير رضہ (امام حسين رضہ) کي جنم ڏئي سگهين. قرآن جي تلاوت کي لازم ڪر، توکي خبر آهي تہ تنهنجي قرات جي سوز حضرت عمر رضہ جي قسمت ڦيرائي ڇڏي هئي. (ڪافر مان مسلمان ٿيو هو).

بهل اے دخترک این دلبری را
مسلمان را نہ زیبد کافری ها
منہ دل بر جمالِ غازه پرورد

بیا موز از نگہ غارت گری ہا
جہاں را محکمی از امہات است
نہادِ شاں امینِ ممکنات است
(ارمغانِ حجاز)

"رموز بي خوديءَ" ۾ نظم بعنوان "در معني اين كہ بقائي نوع از امومت است و حفظ و احترام امومت اسلام است" يعني انسانذات جي بقا مامتا سان آهي ۽ ماءُ جي مامتا جي حفاظت ۽ احترام اسلام آهي. ان ۾ عورت لاءِ مثالي نمونو وري بہ حضرت فاطمہ الزهرا رضہ كي قرار ڏيندي عجيب نكتہ آفريني كندي فرمائي ٿو تہ: ماءُ جي مامتا رحمت آهي ۽ ان كي نبوت سان نسبت آهي ماءُ جي شفقت پيغمبرن جي شفقت آهي ڇو جو ماءُ بہ قوم جي سيرت سازي ٿي كري. ماءُ جي مامتا سان اسان جو كردار پختو ٿو ٿئي. ماءُ جي پيشاني جي ليكن ۾ اسان جي تقدير پوشيده آهي. جيكڏهن تو كي سمجهہ هجي تہ ان لفظ امت ۾ توكي كيترا راز سربستہ نظر ايندا. باعثِ تكوين كائنات ﷺ جن فرمايو آهي جنتِ مائرن جي پيرن هيٺان آهي. كنهن قوم جو وجود مائرن جي احترام كرڻ سان ئي باقي رهي ٿو. مائرن جو احترام كرڻ كانسواءِ كاروبارِ حيات نٿو هلي سگهي. ماءُ جي ممتا سان ئي زندگي جاري آهي. مامتا سان ئي زندگي جا اسرار كلي رهيا آهن. مائرن جي مامتا جي كري ئي اسان جي رڳن ۾ زندگي ڊوڙي رهي آهي. مائرن جي مامتا سان ئي قومن جا عروج و زوال وابستہ آهن.

نیک اگر بینی امومت رحمت است
زانکہ اورا . بانبوت نسبت است
شفقتِ او شفقتِ پیغمبر است
سیرتِ اقوام را صورتر گرِ است

ان كان پوءِ هڪ ڳنوار ۽ ڳوناٺي عورت جنهن سوين سور سهي امت لاءِ هڪ غيرتمند، خوددار ۽ حق پرست مسلمان كي جنم ڏنو ان كي ان عورت سان پيٽ ڏئي ٿو جيكا نازڪ اندام ۽ اولاد ڄڻڻ كان نفرت ٿي كري، جيكا فيشن زده ۽ مغربي فكر و نظر جي ماريل آهي. پيٽ ڏيڻ كان پوءِ اقبال ان ڳوناٺي عورت كي ان شهري ۽ نازڪ بدن عورت كان بهتر ٿو قرار ڏئي ڇو جو هن ماءُ جي ممتا جو اظهار كيو. عورت ۽ ماءُ جي ممتا

ڪان پري رهي، عورت ۾ اولاد نہ چاهي، اها عورت ئي ڪانهي. اهڙي قسم جي عورت مسلم معاشري ۾ نہ هجي تہ بهتر آهي. اهڙي عورت دامنِ اسلام تي هڪ داغ آهي. هي جهان مائرن سان آهي. قومن جي دولت، نقدي، سون ۽ چاندي نہ بلڪ قوم جي دولت تندرست، روشن دماغ، محنتي ۽ چاڪ وچوبند فرزند هوندا آهن. آخرت جي راز جون محافظ بہ مائرون آهن ۽ قرآن ۽ ملتِ اسلاميہ جي طاقت ۽ قوت بہ مائرن سان آهي.

آں دخِ رستاق زادے جاہلے
پست بالائے سطبرے بد گلے
ناتراشئے پرورش ناداد ۂ
کم نگاہے کم زبانے، سادۂ
دل ز آلامِ امومت کردہ خوں
گردِ چشمش حلقہ ہائے نیلگوں
ملت ار گیرد ز آغوشش بدست
یک مسلمانِ غیورِ حق پرست
(رموزِ بے خودی)

ان ڪانپوءِ علامہ مسلمان عورت لاءِ اسوۂ ڪاملہ سيده النساء فاطمه الزهرا رضي الله عنها جن کي قرار ڏيندي ٻڌائن ٿا تہ چو مسلمان عورت سيده النساء جي نقشِ قدم تي هلي. اها علامہ جي مشهور نظم آهي جنهن جو عنوان آهي "درمعني اين کہ سيده النساءَ فاطمه الزهرا رضہ اسوه ڪاملہ ايست برائي نساءِ اسلام" ان ۾ ٻڌائي ٿو تہ فاطمه ۽ مريم هڪ ۽ ٽن نسبتن جي فرق سان اسان کي عزيز آهن. بيبي مريم عليها السلام جي هڪ ئي نسبت اها آهي تہ هو پاڪيزه خاتون عيسيٰ عليہ السلام جن جي والده آهي. جڏهن تہ فاطمه، رحمه للعالمين جيڪي امامِ اولين و آخرين آهن انهن جي نور چشم آهي. حضورﷺ جن قرآن آندو جيڪو انسانيت لاءِ قيامت تائين آخري هدايت ۽ رهنمائي آهي. ٻي نسبت فاطمه رضہ سان اسان جي اها آهي جو پاڻ مرتضيٰ مشڪل ڪشا شيرِ خدا جي زوجہ محترمہ آهن. علي رضہ بادشاهہ هو پر سندس حجرو ئي ان لاءِ محل هو. سندس سموري ملڪيت صرف هڪ تلوار ۽ هڪ زره هئي. بيبي فاطمه رضہ سان مسلمانن جي ٽين نسبت اها آهي جو پاڻ سيدنا حسين رضہ ۽ سيدنا حسن رضہ جن جي والده محترمه آهن. حسين رضہ

ميدانِ جنگ جو مرڪز ۽ ڪاروانِ عشق جو سالار آهي ۾ حسن رض
حڪومت ڪي امت جي اتحاد خاطر ٺڪرائي ڇڏيو. مائرون پٽن جو
سيرت ۽ ڪردار بنائيندڙيون آهن ۽ انهن ڪي صدق ۽ صفا جو جوهر عط
ڪنديون آهن. سيده النسا فاطمه الزهرا رضه تسليم ۽ رضا جو سرچشم
۽ مائرن لاءِ اسوهٔ ڪامل آهن.

مریم از یک نسبتِ عیسیٰ عزیز
از سہ نسبت حضرتِ زہراؓ عزیز
نور چشم رحمة للعالمین ﷺ
آں امامِ اولین و آخرین
آں کہ جاں در پیکرِ گیتی دمید
روزگارِ تازہ آئیں آفرید
بانوے آں تاجدارِ ھل اتیٰ
مرتضیٰ، مشکل کشا، شیر خدا
بادشاہ و کلبہ ایوانِ او
یک حسام و یک زرہ سامانِ او
مادر آں مرکزِ پرکارِ عشق
مادر آں کارواں سالارِ عشق
(رموزِ بے خودی)

ان ڪانپوءِ علامہ اقبال رح بيان تو ڪري تہ سيده النساء فاطمه الزه
رضہ جو درجو تمام بلند هو. نوري ۽ ناري مخلوق سندس فرمانبردار هئي ۽
پاڻ پنهنجي رضا کي مڙس جي رضا ۾ گم ڪري ڇڏيو هئائين. پاڻ صب
۽ رضا جي ادب گاهہ ۾ پرورش پاتي هئائون. هٿن سان جنڊ ۾ ان پ
پيهنديون هيون پر سندن لبن تي قرآن پاڪ جي تلاوت رهندي هئي
ڪڏهن بہ تنگدستيءَ جي ڪري ڳوڙها ڪونہ ڳاڙهيائون پر نماز دورا
سندس اکين مان ڳوڙهن جا موتي ڪري پوندا هئا ۽ جبرئيل امين ا
ڳوڙها چونڊي عرش برين تي وڃي وسائيندو هو. شريعت جا احڪا
منهنجي پيرن جي زنجير بڻيل آهن ۽ مون کي جنابِ مصطفيٰ ﷺ ج
جي فرمان جو لحاظ آهي (تہ قبرن کي سجدو نہ ڪريو) نہ تہ مان سي
النسا فاطمه الزهرا رضه جي تربت جو طواف ڪريان ها ۽ سندن قبر
سجده ريزٿيان ها.

نوری و ہم آتشی فرمانبرش
گم رضایش در رضائے شوہرش
آں ادب پروردۂ صبر و رضا
آسیا گرداں و لب قرآں سرا
گریہ ہائے او ز بالیں بے نیاز
گوہر افشاندے بدامانِ نماز
اشک او برچید جبرئیل از زمیں
ہمچو شبنم ریخت بر عرشِ بریں
رشتۂ آئین حق زنجیر پاست
پاس فرمانِ جنابِ مصطفی ﷺ است
ورنہ گردِ تربتش گردیدے
سجدہ ہا بر خاکِ او پاشیدے
(رموزِ بے خودی)

”رموز بے خوديءَ“ جي نظم ”خطاب بہ مخدراتِ اسلام“ ۾ بہ علامہ اقبال مسلمان خاتون کي اهوئي درس ڏنو ڏئي تہ تون اسان جي ناموس جي چادر آهين، تنهنجيءَ ئي روشنيءَ سان اسان جو فانوس روشن آهي. تنهنجي پاڪ طبيعت اسان لاءِ رحمت، اسان جي دين لاءِ قوت ۽ اسان جي ملت لاءِ بنياد آهي. جڏهن اسان جي ٻار تنهنجي ٿڃ سان پنهنجا لب ترڪيا تہ توئي انکي سڀ کان پهريون درس لااله الا الله جو ڏنو. تنهنجي صحبت اسان جي ڪردار، اسان جي گفتار ۽ اسان جي افڪار جي تربيت ڪري. تون آئينِ حق يعني شرع محمدي جي امين آهين. تنهنجي ساهہ ۾ دين حق جو سوز مليل آهي. اي مسلمان خاتون تون ئي اسان جي جمعيت جي درخت جي آبياري ڪندڙ ۽ ملت جي سرمائي جي محافظ آهين. تنهنجي فطرت ۾ بلند جذبات موجود آهن. تون پنهنجي هوشمندي جي اک سيده فاطمہ الزهرا رضہ جي طريقي تي رک تہ جيئن تنهنجي لام تي ۾ حسين رضہ جهڙو ميوو لڳي ۽ اسلام جو دوروري ڀيهر موٽي اچي:

اے ردایت پردۂ ناموسِ ما تابِ تو سرمایۂ فانوسِ ما
طینت پاك تو مارا رحمت است قوتِ دین واساسِ ملتِ است
کودی ماچوں لب ازشیرِ تو شست لااله آموختی اورا نخست
(پیامِ مشرق)

خالد حسين وسير

# اقبال جي نظر ۾ انسان جي اهميت ۽ مقام

شيخ نور محمد جو اهو خواب سچو ثابت ٿيو جنهن ۾ ڪيس اقبال جي پيدا ٿيڻ جي بشارت ملي هئي. پاڻ ڏٺائين ته آسمان ۾ هڪ خوبصورت ڪبوتر اڏامي رهيو آهي. ماڻهو ان ڪبوتر کي پڪڙڻ لاءِ ان جي پويان آهن، پر اهو ڪبوتر پاڻ اچي شيخ صاحب جي جهوليءَ ۾ ڪري ٿو. اها خوشخبري اقبال جي جمڻ جي هئي.

علامه اقبال ننڍي کنڊ جي مسلمانن ۾ نئون روح ڦوڪيو. انهن کي گهري ننڊ مان جاڳائي نئين دنيا جي خوشخبري ٻڌائي ۽ عمل جي راهه تي آڻي بيهاريو. اقبال مسلمانن کي دنيا جي وسعتن ۽ قدرت جي ڪرشمن کي پرکڻ ۽ انهن تي غور و فڪر ڪرڻ جو درس ڏنو.

کھول آنکھ زمیں دیکھ فلک دیکھ فضا دیکھ
مشرق سے ابھرتے ہوئے سورج کو ذرا دیکھ

علامه اقبال ننڍپڻ کان ئي نهايت ذهين ۽ مائيٽي طبيعت جو مالڪ هو. فطرت ۾ سندس دلچسپي غير معمولي هوندي هئي. سيالڪوٽ جي اسڪاچ مشن ڪالج ۾ پهچڻ وقت سيد مير حسن جهڙي عربي ۽ فارسيءَ جي ماهر استاد جي ڪيس رهنمائي نصيب ٿي. ان وقت عربي ۽ فارسي زبان تي سيد مير حسن جي عبور کي سند سمجهيو ويندو هو ۽ هو زبان جو صحيح ڏانءُ پيدا ڪرڻ ۾ ڪمال جي مهارت رکندو هو، جنهن ڪري اقبال جي ٻوليءَ ۾ وسعت ۽ شاعري ۾ تغزل پيدا ٿيو. اقبال پنهنجو ڪلام داغ دهلويءَ ڏانهن به اصلاح لاءِ موڪليندو هو.

گورنمينٽ ڪالج لاهور ۾ اقبال کي آرنلڊ جهڙو استاد مليو جنهن سندس سرشت ۾ مخفي فيلسوف کي ڳولهي لڌو ۽ سندس ذات کي اهڙو ڏانءُ مليو جنهن مان اميد جون نيون نيون راهون برصغير جي مسلمانن

ڪي مليون.

اقبال جي انهيءَ ابتدائي دور جنهن ۾ سندس سوچ مختلف تجرباتي مرحلن مان گذري، ان دور ۾ ننڍي کنڊ ۾ آزاديءَ جي تحريڪ زورن تي هئي. ان ڪري سندس فڪر تي وطنيت جو غلبو نظر اچي ٿو جنهن جو مثال جڳنو، نيا شوالہ ۽ قومي گيت جهڙن نظمن ۾ ملي ٿو. اقبال انهيءَ دور ۾ وسيع مطالعو ڪيو ۽ انگريزيءَ جي تمام سٺن شاعرن، جن ۾ شيڪسپيئر، ايمرسن، ملٽن ۽ ورڊز ورٿ شامل آهن ڪي پڙهيو ۽ سندن شاعريءَ جي تضمين بہ ڪئي.

اقبال جي زندگيءَ جو اهم موڙ جنهن سندس زندگيءَ جو رخ بدلائي ڇڏيو اهو يورپ جو سفر هيو. جتي کيس مختلف نظرين کي پڙهڻ ۽ پرکڻ جو موقعو مليو. اقبال اعليٰ تعليم لاءِ جڏهن يورپ روانو ٿيو تہ کيس اها خبر نہ هئي تہ پروفيسر سورلي، ڊاڪٽر ميڪ ٽگرٽ، براڻون ۽ پروفيسر نڪلسن جهڙن استادن جي صحبت کيس نصيب ٿيندي.

ڪيمبرج ۾ ڊاڪٽر ميڪ ٽگرٽ جي رهنمائي حاصل ٿيس جيڪو فلسفي جو تمام وڏو عالم هو. پروفيسر سورلي جو خاص موضوع الاهيات ۽ پروفيسر نڪلسن جيڪو يورپ ۾ ان وقت اسلامي تصوف، فلسفي ۽ خاص طور تي مولانا روميءَ جي شاعريءَ تي سند سمجهيو ويندو هو ڪان علاوه ويگي ناسٽ ۽ سيني شل جهڙيون ذهين رهبر عورتون پڻ مليس. اقبال يورپ ۾ رهڻ دوران يورپي فلسفي جو تمام گهرائيءَ سان مطالعو ڪيو. هن انهي فلسفي کي اتان جي استادن جي دليلن ۽ پنهنجي مطالعي جي آڌار تي پرکيو. نٽشي، برگسان ۽ هيگل جي تحريرن کي ڪافي دلچسپيءَ سان پڙهيائين. يورپ ان وقت ماديت پرستي ۽ سرمائيداريءَ واري دور مان گذري رهيو هو. اقبال مغرب جي خشڪ ۽ ويران عقليت پرستيءَ جي کوکلي پڻ کي انهيءَ وقت ئي سمجهي چڪو هو. اقبال عقل نہ پر عشق جي ڳولها ۾ رهيو.

خرد کی گتھیاں سلجھا چکا میں
میرے مولا مجھے صاحبِ جنوں کر۔

اقبال جڏهن يورپ کان واپس وطن موٽي آيو تہ هندستان ۾ ان وقت آزاديءَ جي تحريڪ زورن تي هئي. ان وقت مسلمان معاشي ۽ فڪري طور تي پاڻ کي تمام ڪمزور محسوس ڪري رهيا هئا. سندن معاشرتي طرز

عمل ۽ سياسي بصيرت ۾ اها پختگي نہ هئي جيڪا ڪين عمل ڏانهن اياري. اقبال جي سامهون مسلمان قوم جي پوري تاريخ هئي جنهن ۾ انهن دنيا کي نئون فڪري شعور عطا ڪيو، جنهن سان سائنس، فلسفي، معاشيات، اقتصاديات، نفسيات ۽ لسانيات جون نيون راهون کليون. مسلمان پنهنجي انهيءَ ڪامياب ڪردار کي وساري غلاميءَ جي زندگي گذاري رهيا هئا. جيئن تہ غلاميءَ ۾ قومن جون سڀ صلاحيتون ختم ٿي وينديون آهن، سندن مادي ۽ روحاني ترقي رڪجي ويندي آهي ۽ انهيءَ قوم مان اعتماد جي سگهہ ختم ٿي ويندي آهي. ان ڪري پوءِ سڀ تدبيرون رائگان وينديون آهن.

کیا گیا ہے غلامی میں مبتلا تجھ کو،
کہ تجھ سے نہ ہو سکی فکر کی نگہبانی

علامہ اقبال يورپ کان واپس اچڻ کانپوءِ مسلمانن جي غلاميءَ واري پيڙا کي سمجهي چڪو هو، ان ڪري معاشري جي نفسياتي ڪمزورين کي ختم ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهريائين انهن جي نشاندهي ڪيائين. پنهنجي علي ڳڙهہ واري ليڪچر ۾ ان تي تفصيل سان بحث ڪيو اٿائين.

اقبال جي نظر ان وقت صرف هندستان جي مسلمانن تي نہ هئي، پر هو پوري دنيا جي مسلمانن جي حالتِ زار ڏسي رهيو هو. پاڻ اسلامي فڪر ۽ فلسفي کي نئين سر جيارڻ چاهيائين ٿي، جنهن کان مسلمان غافل ٿي چڪا هئا. پاڻ فرد جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ کي خاص موضوع بڻايائين. چوتہ فرد جي حيثيت هن جي نظر ۾ ڪائنات جي مرڪز طور هئي. سڀني آسماني ڪتابن جو موضوع بہ اهوئي انسان رهيو آهي، جيڪڏهن هو چاهي تہ هن ڪائنات کي فتح ڪري سگهي ٿو، پر جيڪڏهن هن جو پاڻ تان اعتماد ڪوڪلو ٿي پوي تہ مايوسي سندس سڀ صلاحيتون ڪسي ڪيس ناڪاره ۽ فضول بڻائي سگهيس ٿي. ان ڪري اقبال پنهنجي فلسفي جو بنياد "خوديءَ" تي رکيو جيڪا انسان جي اهميت جو تعين ڪري ٿي. اقبال هندستان جي بيٺل معاشري ۾ حرڪت پيدا ڪرڻ چاهي ۽ شين جي باقي رهڻ جو بنياد بہ حرڪت کي ڄاڻايائين:

سکوں محال ہے قدرت کے کارخانے میں
ثبات ایک تغیّر کو ہے زمانے میں۔

علامہ اقبال جنهن دور ۾ خوديءَ جو فلسفو پيش ڪيو انهيءَ دور ۾ مسلمانن ۾ تصوف جي غلط تشريح تي عمل ٿي رهيو هو ۽ تصوف جي چادر ۾ مسلمان پنهنجي بي اعتمادي ۽ ڪمزورين کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا ۽ خلوت جو سهارو وٺي پنهنجي جسماني ۽ ذهني جوت کي وساري محدود ٿي رهيا هئا. ان وقت خوديءَ جي عام ۽ خاص ۾ جيڪا معنيٰ مقبول ٿيل هئي اها انانيت، خودسري، خودپرستي، غرور ۽ تڪبر هئي. پر اقبال انهي لفظ کي نئين معنيٰ ڏئي، لفظ جي فطرت ئي تبديل ڪري ڇڏي، جيڪا بالِ جبريل، ضربِ ڪليم ۽ اسرارِ خودي ۾ هن طرح بڌائي ٿو:

”خودي خود حيات جو ٻيو نالو آهي، خودي عشق آهي، خودي ايمان جي طاقت آهي، خوديءَ مان مراد خود آگاهي آهي، خودي تسخير جو نالو آهي، خودي جدت ۽ ندرت جو سرچشمو ۽ سوزِ حيات آهي.“

تصوف جي حوالي سان خوديءَ جي معنيٰ نفي آهي، پر اقبال جون سيئي معنائون اثبات ۾ آهن. اقبال خوديءَ جي ذريعي انسان کي ياد ڏيارڻ ٿو چاهي ته اهوئي ڪائنات جو محور ۽ مرڪز آهي. الله تعاليٰ ان کي ئي ڪيس پنهنجو زمين تي خليفو بڻايو. هو ڪائنات جي هر شيءَ کي پنهنجي تخيل جي نواڻ ۽ عملي جدوجهد سان تسخير ڪري سگهي ٿو.

تو رازِ کن فکاں ہے اپنی آنکھوں پر عیاں ہو جا
خودی کا رازداں ہو جا خدا کا ترجماں ہو جا

سندس جسماني ۽ روحاني سگهه ايتري آهي جو هو طوفانن سان مقابلو ڪري سگهي ٿو، سندس ذهن جي وسعت ۾ اهڙيون هزارين دنيائون سمائجي سگهن ٿيون. پر انسان اهڙي عمل جو سبب تڏهن بڻجي سگهي ٿو، جڏهن هو پنهنجي خوديءَ تائين رسائي حاصل ڪري وٺي. ان لاءِ هو انسان کي پنهنجو پاڻ کي ئي ذريعو بڻائڻ جو درس ڏئي ٿو:

چمک سورج میں کیا خاک رہے گی،
اگر بیزار ہو اپنی کرن سے

اقبال خوديءَ کي شخصيت جو مرڪزي نڪتو قرار ڏئي ٿو ڇو ته ان

تائين رسائي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ئي انسان ۾ مٿين قوت پيدا ٿي سگهي ٿي. پاڻ دنيا جي موجودات ڪي خوديءَ جي منزل تائين پهچڻ ۾ نهايت اهم سمجهي ٿو. ان ڪري هو موجودات ڪان منقطع ٿيڻ بدران زندگيءَ جي مختلف تجربن ۾ سرگرمين کي خوديءَ جي ادراڪ جو ذريعو سمجهي ٿو.

یہ ہے مقصدِ گردشِ روزگار،
کہ تری خودی تجھ پہ ہو آشکار
موجِ نفس کیا ہے تلوار ہے
خودی کیا ہے تلوار کی دھار ہے

اقبال چئي ٿو تہ جيستائين انسان انهيءَ نهايت سنهين ۾ تيزتلوار جي ڌارتان نہ گذرندو تيستائين انهيءَ مقام تائين نہ پهچي سگهندو:

حادثاتِ غم سے ہے انساں کی فطرت کو کمال
غازہ ہے آئینہ دل کے لئے گرد و ملال

اقبال خوديءَ جي ارتقا ۾ غم، خوشي، مايوسي، اميد، احساس، جذبي، عزم، ارادي ۾ جرئت کي مددگار سمجهي ٿو.

اقبال چوي ٿو:

یہ کائنات ابھی نا تمام ہے شاید،
کہ آرہی ہے دما دم صدائے کُن فیکوں

ان ڪري هن ڪائنات جي تڪميل ۾ انسان کي اهم ڪردار ادا ڪرڻو آهي، جنهن جي ڪري کيس خليفو بڻايو ويو.

نائبِ حق در جہاں بودن خوش است،
بر عناصر حکمراں بودن خوش است۔

خدا جي نائب ٿيڻ جو مقصد فطرت تي حڪمراني ڪرڻ آهي جنهن مان مراد ڪائنات جي تڪميل سان گڏ پنهنجي تعمير ۾ تڪميل ذات سڀ کان اول ۾ اهم آهي، جنهن کان پوءِ ئي مٿيون فريضو سرانجام ڏئي سگهجي ٿو. ان ڪري هن ڪائنات جو راز خوديءَ جي راز ۾ سمايل آهي ۾ خودي ڇا آهي، اقبال هن ريت بيان ڪري ٿو:

خودی کیا ہے رازِ درونِ حیات
خودی کیا ہے بیداریِ کائنات
ازل اس کے پیچھے ابد سامنے
نہ حد اس کی پیچھے، نہ حد سامنے

خوديءَ جي تڪميل لاءِ انسان کي مختلف ڪيفيتن مان گذرڻو پوي ٿو جن کي علامہ اقبال اسرارِ خودي ۾ ڪجھہ هن طرح بيان ڪيو آهي:

”هوءَ اٿي ٿي، اٿاري ٿي، ڊوڙائي ٿي، اڏائي ٿي، جلي ٿي، روشن ڪري ٿي، ماري ٿي، مري ٿي ۽ جيئرو ڪري ٿي.“

اقبال عقل جي مقابلي ۾ عشق ۽ وجدان کي تمام گهڻي اهميت ڏني آهي ۽ وجدان کي حقيقت تائين رسائي جو ذريعو سمجهي ٿو. اقبال بہ عقل کي ڪانٽ، برڪلي، شوپنهر وانگر محدود سمجهي وجدان جو سهارو وٺي ٿو. برگسان انسان اندر هڪڙي مسلسل وهڪري جو پتو لڳائي ٿو، جنهن کي هو زمان خالص سڏي ٿو. اقبال پڻ اهڙي ئي حرڪت ۽ تغير جي نشاندهي ڪري ٿو.

جنبش سے ہے زندگی جہاں کی
یہ رسم قدیم ہے یہاں کی

برگسان وٽ انهيءَ تغير ۽ حرڪت جو ڪو مقصد ناهي، پر اقبال انهي تغير کي بہ مقصد نہ پر بامقصد سمجهي ٿو. انهيءَ کي ڪائنات ۽ انساني خوديءَ جي تڪميل جو سفر سڏي ٿو، جنهن جون مختلف منزلون ڪجھہ هن طرح آهن:

کبھی دریا سے مثلِ موج ابھر کر
کبھی دریا کے سینے میں اتر کر
کبھی دریا کے ساحل سے اتر کر
مقام اپنی خودی کا فاش کر

اقبال عقل ۽ عشق جي اها تارجوڙڻ پئي چاهي جيڪا مغرب توڙي ڇڏي هئي. هن مشرقي نظريۂ حيات ۽ مغربي معاشري جي حرڪت ۽ تغير کي ملائڻ ۽ انسان کي جسماني ۽ روحاني بلندين تي پهچائڻ پئي چاهيو ۽ اها خوديءَ جي انتها هئي جيڪا ڪنهن بہ معاشري جي زنده هجڻ جو ثبوت فراهم ڪري ٿي.

# اقبال ۽ قرآن

علامہ مرحوم جي حيثيت حقيقت ۾ قرآن ڪريم جي ترجمان جي آهي ۽ جيئن تہ خود سندس دعويٰ آهي تہ سندس فڪر جو بنياد قرآن پاڪ تي آهي تہ سندس پيغام بہ قرآن پاڪ مان ئي ورتل آهي.

## 1. قرآن جي عظمت جو نشان

ان سلسلي ۾ سڀ کان پهرين ۽ سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ منهنجي خيال ۾ هن دور ۾ علامہ مرحوم جي شخصيت عظمت قرآن جي هڪ عظيم عَلَمَ ۽ نشان (Symbol) جي حثييت رکي ٿي، ان ڪري جو هڪ عام ماڻهو جو صرف ورثي ۾ مليل عقيدي طور قرآن مجيد کي الله جو ڪتاب مڃڻ هڪ ڳالهہ آهي ۽ هڪ اهڙي شخص جو قرآن تي پختو يقين، اعتماد ۽ ايمان جيڪو انساني فڪر جي سيني وادين ۾ گهمي ڦري چڪو هجي ۽ اوير ۽ اولهہ جي تمام فلسفن کي پڙهي چڪو هجي بلڪل ٻي ڳالهہ آهي.

سيني کي خبر آهي تہ نبي اڪرم ﷺ جن جو اصل ۽ عظيم ترين معجزو قرآن حڪيم ئي آهي. خود قرآني اعجاز جا پهلو بي شمار ۽ بي حد و حساب آهن جن جو احاطو يا شمار ڪرڻ ڪنهن بہ انسان لاءِ ممڪن ئي ناهي. منهنجي خيال ۾ تہ هن دور ۾ قرآن پاڪ جو عظيم ترين مظهر هيءُ آهي تہ اهو ڪتاب جنهن کي دنيا جي سامهون اڄ کان چوڏنهن سو سال اڳ، عرب جي هڪ اُمي شخص (ﷺ جنهن تان منهنجا ماءُ ۽ پيءُ قربان وڃن) پيش ڪيو هو اهو اڄ بہ، جڏهن تہ دنيا ڪٿان کان ڪٿي پهچي چڪي آهي ۽ مادي علم انتهائي بلندي تي پهچي چڪا آهن، علم ۽ هنر جي دنيا ۾ هڪ انقلاب اچي چڪو آهي، انسان جي هدايت

۽ رهنمائي جي مڙني ضرورتن کي پورو ڪري سگهي ٿو.

ان جي هڪ شاهدي ۽ ثبوت اسان کي علامہ مرحوم جي زندگي مان ملي ٿو تہ اهو شخص جنهن اڻويهين صدي جي آخر ۾ شعور جي اک کولي، ان پوري زندگي رڳو "بسم الله جي گنبد" ۾ ئي نہ گذاري ڇڏي هئي بلڪ وقت جي اعليٰ ترين سطح جو علم حاصل ڪيو هو. آخرڪار ان جي ذهن کي جيڪڏهن سڪون مليو تہ صرف قرآن حڪيم مان ئي ۽ ان جي علم جي اڃ جيڪڏهن پوري ٿي تہ صرف الله تعاليٰ جي ڪتاب مان ئي. جڻ تہ بقول سندس:.

نہ کہیں جہاں میں اماں ملی جو اماں ملی تو کہاں ملی
مرے جرمِ خانہ خراب کو ترے عفوِ بندہ نواز میں

ڇا اڄ جي دور ۾ قرآن حڪيم جي "هدي للناس" هجڻ جي لاءِ ڪنهن ٻئي دليل جي ڪا ضرورت باقي رهي سگهي ٿي؟ ۽ ڇا اهو ڪافي ثبوت ناهي تہ قرآن هر دور ۾ ۽ هر ذهني سطح جي انسان جي فڪري رهنمائي ڪري سگهي ٿو.

## 2۔ قرآن جي مقام ۽ مرتبي جو ڄاڻو

ان جو ٻيو هڪ عڪس سمجهجي جو ان دور ۾ قرآن جي عظمت، مرتبي ۽ مقام جو انڪشاف بہ جنهن شدت سان ۽ جنهن درجي ۾ علامہ اقبال تي ٿيو، شايد ئي ڪنهن ٻئي تي ٿيو هجي. ان ڪري جو قرآن جي عظمت جو انڪشاف، ڪنهن شخص تي سندس ذهني وسعت ۽ گهرائي مطابق ئي ٿيندو آهي. حقيقت اها آهي تہ علامہ اقبال جڏهن قرآن جو ذڪر تو ڪري تہ ائين تو محسوس ٿئي جڻ

"قلندر هرچہ گوید دیدہ گوید"

مطابق قرآن پاڪ جي جلال ۽ جمال جو مشاهدو پنهنجي دل جي گهراين سان ڪري رهيو آهي ۽ جيڪي ڪجھ چئي رهيو آهي اها ڪا ٻڌل سڌل ڳالھ نہ آهي بلڪ سندس مشاهدي تي'مشتمل آهي. ائين تو لڳي جڻ تہ سندس سمورو وجود، ڪلام پاڪ جي عظمت جي عظيم بار هيٺ "خاشِعاً مُتَصدِعًا" ٿي رهيو آهي. قرآن جي عظمت جو احساس سندس رڳ رڳ ۾ سمائجي ويو آهي ۽ سندس وارو وار قرآن جي جلال ۽ بلند شان جا ترانا ڳائي رهيو آهي.

تورو غور سان پڙهو:

آں کتابِ زنده قرآنِ حکیم
حکمت او لا یزال است و قدیم
نسخهٔ اسرارِ تکوینِ حیات
بے ثبات از قوتش گیرد ثبات
حرفِ اُو را ریب نے تبدیل نے
آیه اش شرمندهٔ تاویل نے
نوعِ انساں را پیامِ آخریں
حاملِ او رحمة للعالمین
رهزناں از حفظِ او رهبر شدند
از کتابے صاحبِ دفتر شدند
آنکه دوش کوه بارش بر نتافت
سطوت او زهره گردوں شگافت

"اهو زنده ڪتاب قرآن حڪيم جنهن جي حڪمت لازوال به آهي ۽ قديم به، زندگيءَ کي وجود ۾ آڻڻ جي رازن جو خزانو، جنهن جي قوت سان بي ثبات به ثبات حاصل ڪن ٿا. ان جي لفظن ۾ نه ڪو شڪ آهي نه شبهو ۽ نه ڪا تبديلي ۽ جنهن جون آيتون تاويل جون محتاج نه آهن. انسان ذات لاءِ خدا جو آخري پيغام آهي ۽ جنهن جو آڻيندڙ رحمتہ للعالمين آهي، ان جي حفاظت ۾ اچي رهزن رهبر بنجي ويا ۽ ان ڪتاب (قرآن) جي ڪري ڪتابن جا مصنف بنجي ويا. اهو (ڪتاب) جنهن جو بار جبل به نه کڻي سگهيا ۽ جنهن جي رعب ۽ دبدبي سان آسمان به ڦاٽي پيو." سوچيو ته ڇا ان ڪلام ۾ ڪو پري پري تائين به ڪنهن تُڪ بندي جو ڪو نشان ملي ٿو. حقيقت اها آهي ته هي آمد ئي آمد آهي. واقعو اهو آهي ته هي قائل جو قول ناهي بلڪ حال آهي ۽ ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته "ازدل خيزد بردل ريزد" جو اعليٰ مثال آهي. انهي تي ئي بس ڪونهي، اڳتي وڌو ۽ پڙهو:-

فاش گویم آنچه در دل مضمر است
ایں کتابے نیست چیزے دیگر است
مثلِ حق پنہاں و ہم پیداست او
زنده و پائنده و گویا ست او

صد جہاں تازہ درْ آیاتِ اوست
عصر ہا پیچیدہ در آناتِ اوست

ڳالھ ڪيڏي نہ سڌي ۽ سادي ٿي معلوم ٿئي قرآن تہ عام معنيٰ ۾ ڪتاب ناهي، بلڪ هي الله جو ڪلام آهي. ڪلام پاڻ متڪلم جي صفت ۽ سندس جملي صفتن جو مظهر هوندو آهي. تنهن ڪري قرآن الله تعاليٰ وانگر ظاهربہ آهي تہ باطن بہ ۽ زنده بہ آهي تہ قائم ۽ دائم بہ. الله تعاليٰ جي ذات زمان ۽ مڪان ۾ قيد نہ آهي ۽ نہ الله تعاليٰ جو ڪلام ان جو پابند آهي بلڪ جيئن الله تعاليٰ خود اول بہ آهي ۽ آخر بہ. زمان ۽ مڪان سڀ جا سڀ الله تعاليٰ جي وجود ۾ گم آهن. اهڙيءَ طرح الله جي ڪلام جا اسرار بہ صيدزبون جو درجو رکن ٿا جهڙي طرح الله تعاليٰ جو شان هيءُ آهي تہ "كُلَّ يَومٍ هُوَ فِي شَان". ساڳيءَ طرح قرآن حڪيم بہ هر دور جي اُفق تي هڪ نئين سج وانگر اُڀرندو رهندو. پر حقيقت اها آهي تہ. گهٽ ۾ گهٽ منهنجي محدود علم ۽ مطالعي مطابق قرآن ڪريم جي ان ڪان وڌيڪ مدح ۽ تعريف اسان جي پوري تاريخ ۾ موجود ناهي جيتري علامہ اقبال جي ڪلام ۾ آهي:

تعريف، معرفت جي مناسبت سان ٿئي ڪري ٿي سگهجي بس ان مان ٿي اندازو لڳايو تہ علامہ اقبال قرآن جي عظمت جو ڪيترو نہ وڏو عارف هو ۽ ان سان ٿي اها ڳالھ سمجھ ۾ اچي ٿي تہ چو علامہ اقبال کي ايتري قدران ڳالھ جو ڏک ۽ رنج هو تہ مسلمان قرآن کان غافل آهن جنهن جا مرثيا سندس ڪلام ۾ هرجاءِ تي موجود آهن ۽ چو سندس حساس دل قرآن کان عام ۽ خاص مسلمانن جي عدم دلچسپيءَ تي رت جا ڳوڙها ڳاڙهيندي هئي.

غور ڪريو تہ ڪيتري نہ تلخي آهي علامہ جي هن شعر ۾ جڏهن هو مسلمانن تي تنقيد ڪندي چوي ٿو تہ:

با یاتش ترا کارے جز ایں نیست
کہ از یاسینِ او آساں بمیری

"توکي هن (قرآن) جي آيتن مان ان کان سواءِ ٻيو ڪم ڪونهي (جو تون سمجهين ٿوتہ سڪرات ۾ ڦاٿل ماڻهوتي) ان جي سوره ياسين پڙهڻ سان ان جو موت آسان ٿيندو." ۽ ڪيترو نہ صحيح منظر ڪشي ڪئي آهي علامہ اقبال مسلمانن جي مختلف طبقن جي:

صوفیٔ پشمینہ پوش حال مست
از شرابِ نغمۂ قوال مست
آتش از شعر عراقی در دلش
در نمی سازد بقرآں محفلش
واعظِ دستاں زنِ افسانہ بند
معنیٔ او پست و حرفِ و بلند
از خطیب و دیلمی گفتارِ او
باضعیف و شاذ و مرسل کارِ او

"ان جو لباس پاتل صوفي پنهنجي حال ۾ مست آهي ۽ قوال جي نغمي جي شراب سان مست آهي، ان جي دل ۾ عراقي جي ڪنهن شعر سان باهہ تہ ٻري اٿي ٿي پر سندس محفل ۾ قرآن جو گذر ڪونهي (۽ ٻئي پاسي واعظ جو اهو حال آهي جو) واعظ هٿ بہ هلائي ٿو، افسانہ بہ گهڙي ٿو سندس لفظ بہ ڏاڍا بلند ۽ (شاندار) آهن پر معنيٰ جي لحاظ کان نهايت ئي پست آهن، ان (واعظ) جي سڄي گفتگو (قرآن جي بجاءِ) يا تہ خطيب بغدادي کان ورتل هوندي يا ديلميءَ کان ۽ سندس سڄو (ذهن) ڪم صرف ضعيف ،شاذ ۽ مرسل محدثين بيان ڪرڻ وٽي رهيو آهي،" ۽ رهيا فقيهہ تہ. سندن اڪثريت جو حال بہ اهو آهي:

خود بدلتے نہیں قرآں کو بدل دیتے ہیں
ہوئے کس درجہ فقیہانِ حرم بے توفیق

تنهن ڪري عوام جي لاءِ چا چئجي جو اهي غريب تہ آهن "ئی کشتۂ مُلاّئی و سلطانی وپیری" ۽ انهن جي عظيم اڪثريت بي ذوق بہ آهي تہ بي طلب بہ ۽ بقول علامہ اقبال جي:

صاحبِ قرآں و بے ذوقِ طلب!
العجب، ثم العجب، ثم العجب!

"ڪو صاحب قرآن بہ هجي ۽ پوءِ بہ ان ۾ ذوق ۽ طلب نہ هجي ،عجب آ، عجب آ، عجب آ." ۽ ظاهر آهي تہ هتي طلب مان مراد خوديءَ جي تعمير بہ آهي تہ غلبۂ حق جي آرزو بہ. ان ڪري جو موجوده دور ۾ اهي ٻئي شيون اڻ لڀ آهن ۽ انهن جو حال اهو آهي جو:

آرزو اوّل تو پیدا ہو نہیں سکتی کہیں
اور ہو جائے تو مر جاتی ہے یا رہتی ہے خام

رهيو دنياوي خواهشن ۽ تمنائن جو چارت ان ۾ تہ هر شخص ئي ”کہ ہمتم اسیر کمندِ ہوا“ وانگر بريءَ طرح جڪڙيل آهي. ملت اسلاميہ جي ان زبون حالي جي باري ۾ علامہ فرمائي ٿو:

پیش ما عالم فرسوده است
ملّت اندر خاکِ اُو آسوده است
رفت سوزِ سینۂ تاتار و کُرد
یا مُسلمان مُرد یا قرآن بمُرد

”منهنجي سامهون صرف مسلمانن جي هڪ فرسوده ۽ پراڻي دنيا آهي جنهن جي خاڪ ۾ مسلم ملت آسوده آهي. مسلمان قوم. مثلاً مغلن ۽ ڪردن جي سينن مان سوز ۽ حرارت چو نڪري وئي آهي؟ چا مسلمان مري ويا آهن يا قرآن مري ويو آهي.“

## 3۔ داعي اِلي القرآن:

علامہ اقبال جي خيال ۾ قرآن پاڪ کان هيءَ دوري ۽ الله جي ڪتاب کان پري ٿيڻ ئي اصل سبب آهي مسلمانن جي زوال ۽ ڪمزوري جو، مسلم امت جي غربت ۽ افلاس، سندن ذلت ۽ خواري جو. جوابِ شڪوه ۾ جيڪا ڳالهہ هن نهايت ئي ساده لفظن ۾ بيان ڪئي آهي تہ:

وہ زمانے میں معزز تھے مسلماں ہوکر
اور تم خوار ہوئے تارکِ قرآں ہوکر

ساڳي ڳالهہ نهايت ئي شاندار لفظن ۾ هيئن ورجائي اٿس تہ:

خوار از مہجوریٔ قرآں شدی
شکوہ سنج گردشِ دوراں شدی
اے چو شبنم برزمیں افتندۂ
دربغل داری کتابِ زندۂ

”(اي مسلمان) تون قرآن کان دورتي خوار ٿي ويو آهين ۽ شڪايت وري زماني ۽ حالتن جي ٿو ڪرين. اي (اها قوم) جيڪا زمين تي ماڪ ڦڙن وانگر وڪريل آهين (۽ پيرن هيٺان لتاڙجي رهي آهين) اتي ڪڙوٽي جو تو وٽ (تنهن جي بغل ۾) هڪ زنده ڪتاب (قرآن) موجود آهي. (جنهن جي ذريعي تون وري بلندين جي عروج تي پهچي سگهين ٿو.)

سندس خيال ۾ مسلمانن جي ٻيهر زنده ٿيڻ ۽ بيدار ٿيڻ جو ذريعو

ٻه اهوئي زنده ڪتاب قرآنِ پاڪ آهي. جڏهن ته مسلمانن جي نئين زندگي جو انحصار سندن ٻيهر حقيقت ۾ مسلمان ٿيڻ تي ۽ سندن ملسمان ٿيڻ جو دارو مدار آهي قرآن حڪيم تي؛ يا ائين ڪٿي چئجي ته اسلامي امت جو نئون اُڀار لاڳاپيل آهي اسلام جي ٻيهر جياپي سان ۽ اسلام جو ٻيهر جياپو لاڳاپيل آهي قرآن کي ٻيهر زنده ڪرڻ سان، يعني قرآن پاڪ سان مسلمانن جي تعلق کي ٻيهر قائم ڪرڻ سان. علامه فرمائي ٿو:

اے گرفتارِ رسوم ایمانِ تو
شیوہ ہاے کافری زندانِ تو
قطع کردی امرِ خود را در زبرُ
جادہ پیمائی اِلٰی شیءِ نُکرُ
گر تو می خواہی مسلماں زیستن
نیست ممکن جز بہ قراں زیستن
از تلاوت بر تو حق دارد کتاب
تو ازو کامے کہ می خواہی بیاب

”اي (مسلمان) تون رسمن ۾ گرفتار آهين ۽ ڪفر جي طور طريقن جي زندان ۾ قيد آهين، تو پنهنجي وحدت کي ڀاڱن ڪپي ڇڏيو آهي ۽ هڪ خوفناڪ انجام ڏانهن وڌي رهيو آهين. جيڪڏهن تون ٻيهر مسلمان ٿي زندگي گذارڻ چاهين ٿو ته اها زندگي قرآن تي عمل ڪرڻ کان سواءِ ممڪن ڪونهي. هي ڪتاب توتي تلاوت جو حق ٿو رکي (تون ان کي پڙهه ۽ پوءِ) جيڪو مقصد چاهين حاصل ڪري سگهين ٿو.“

علامه جي خيال ۾ علم صرف قرآن جو علم آهي ۽ حڪمت صرف قرآني حڪمت آهي. اهوئي علم ۽ قرآن جي حڪمت آهي جيڪا جيڪڏهن ڪنهن جي ذهن ۾ داخل ٿي وڃي ۽ قلب ۾ رچي وڃي ته اُن جي باطن ۾هڪ انقلاب پيدا ٿي ويندو آهي، جنهن جو نتيجو هوندو آهي ظاهري انقلاب. اهوئي اهو عمل آهي جيڪو نيٺ هڪ عالمي انقلاب کي جنم ڏيندو آهي. علامه فرمائي ٿو ته قرآن اهو ڪتاب آهي جو جيڪو

چوں بجاں در رفت جاں دیگر شود
جان چوں دیگر شُد، جہاں دیگر شود

”هي قرآن جڏهن ڪنهن جي روح ۾ گهر ڪري ويندو آهي ته روح ٿي

منتجي ويندو آهي، جيئن ئي سندس روح ۾ تبديلي پيدا ٿي ٿئي ان جي پوري دنيا ۾ تبديلي ٿي ويندي آهي.“ ۽ کهڙي نه خوبصورتيءَ سان مسلمانن کي دعوت ٿو ڏئي ته ان قرآن جي ذريعي هڪ عالمگير انقلاب آڻڻ لاءِ تيار ٿيو:

بندۂ مومن ز آیاتِ خدا ست
ایں جہاں اندر بر اوچوں قباست
چوں کہن گردد جہانے دربرش
می دہد قرآں جہانے دیگرش
یک جہانے عصرِ حاضر رابس است
گیر اگر درسینۂ دل معنی رس است

”مومن پانهو الله جي آيت آهي ۽ ان وٽ هن دنيا جي حيثيت صرف سندس لباس ۾ هڪ ”قبا وانگر آهي، جيئن مٿس ڍڪيل (قبا) پراڻي ٿي ويندي آهي ته قرآن کيس هڪ نئون جهان عطا ڪندو آهي. موجوده دور کي بس هڪ اهڙو ئي جهان ڪافي آهي. وٽ جيڪڏهن تنهنجي سيني ۾ معني سمجهندڙ دل آهي.“ ۽ ڪتني للڪاري ۽ غيرت ٿو ڏياري ته:

اے کہ می نازی قرآنِ عظیم
تاکجا در حجرہ ہا باشی مقیم؟
درجہاں اسرارِ دیں را فاش کن
نکتۂ شرعِ مُبیں را فاش کن

”اي (مسلمان) توکي قرآن تي ناز آهي، آخر ڪيستائين حجرن ۾ لڪيو ويٺو هوندين؟. دنيا ۾ دين جي رازن کي فاش ڪر. شرع مبين جي نڪتن کي فاش ڪر.“

علامه جي خيال ۾ ذهني طهارت ۽ تعميرِ فڪر جو واحد ذريعو ته اهوئي آهي ته دين جا اسرار ظاهر ڪيا وڃن ۽ انسانن جي سامهون ”نکته هائے شرعِ مُبين“ جي وضاحت ڪئي وڃي. نفس جي پاڪيزگي. قلب جي صفائي ۽ روح جي طهارت جو ڪارگر ۽ موثر ذريعو صرف قرآنِ حڪيم ئي آهي تنهن ڪري چوي ٿو:

کشتنِ ابلیس کارے مشکل است
زانکہ اوگم اندر اعماقِ دل است
جذبہ قرآں ضیغمی روباہی است۔

فقرِ قرآں اصلِ شاہنشاہی است
فقرِ قرآں؟ اختلاطِ ذکر و فکر
فکر را کامل نہ دیدن جزبہ ذکر

"ابليس كي كُمڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي، ڇو جو اهو دل جي گهرائين ۾ ويٺل آهي، بهتر اهو آهي تہ ان کي مسلمان بناءِ، قرآن جي شمشير سان ان تي سير وجهہ ۽ قرآن کان سواءِ شير بہ گدڙ ٿيو پوي، قرآني فقر اصل ۾ شهنشاهي آهي، (خبر اٿئي تہ) قرآن ڇا آهي؟ ذڪر ۽ فڪر جو ملاپ، ذڪر کانسواءِ فڪر ڪامل نہ ٿيندو آهي."

پر اهو ذڪر صرف زبان سان نہ بلڪ پوري وجود سان هئڻ گهرجي.

ذکر؟ ذوق و شوق را داون ادب
کارِ جاں است ایں نہ کارِ کام ولب

(۽) ذڪر ڇا آهي؟ ذوق ۽ شوق کي ادب سيکارڻ، اهو روحاني ڪم آهي صرف زبان ۽ چپن جو ڪم نہ آهي"

مطلب تہ علامہ جي خيال ۾ امت جي جملي بيمارين جي شفا جو نسخو بہ قرآنِ حڪيم ئي آهي تہ امت جي مرده جسم کي ٻيهر جيارڻ لاءِ آبِ حيات بہ قرآن ئي آهي:

برخور از قرآں اگر خواہی ثبات
در ضمیرش دیدہ ام آبِ حیات
می دہد مارا پیامِ لاتخف
می رساند بر مقامِ لاتخف
گوہرِ دریائے قرآں سفتہ ام
شرحِ رمزِ صبغۃ اللہ گفتہ ام
فکرِ مَن گردوں میسرازِ فیضِ اوست
جوئے ساحل نا پذیر از فیضِ اوست
پس بگیر ازبادۂ من یک دوجام
تا درخشی مثلِ تیغِ بے نیام

۽

از یک آئینی مسلمان زندہ است
پیکرِ ملّت ز قرآں زندہ است!
ماہمہ خاک و دلِ آگاہ اوست

اعتصامش کن کہ حبل اللہ اُوست
چوں گہر دررشتہ او سفتہ شو
ورنہ مانندِ غبار آشفتہ شو!

”اي (مسلمان) تون جيڪڏهن (استحڪام) ۽ ثبات چاهين ٿو ته قرآن جو دامن جهل چو جو مون قرآن منجهه آب حيات ڏٺو آهي. هي اسان کي بي خوفيءَ جو پيغام ڏئي ٿو ۽ ان مقام تي رسائي ٿو جتي ڪوبه خوف ناهي. مون قرآن جي دريا مان موتي چونڊيا آهن ۽ صبغته الله (الله جي رنگ) جي شرح توکي ٻڌائي اٿم. منهنجي فڪر جي بلندي قرآن جي ئي فيض جي ڪري آهي ۽ (منهنجي خيالن) جي سمنڊ جو بي ڪنار ٿيڻ به ان جو فيض آهي. پوءِ منهنجي (فڪر جي) شراب جا هڪ به جام پيءُ ته جئين اگهاڙي ترار وانگر درخشان ۽ چمڪڻ لڳين.“ ”يڪ آئيني سان ئي مسلمان زنده آهي. ملت جو جسد قرآن جي ڪري ئي زنده آهي. اسين ته خاڪ آهيون ۽ هو (قرآن) آگاهه دل آهي ان ڪري (قرآن کي) مضبوطيءَ سان جهل جو الله جي رسي اها ئي آهي. (اي مسلمان) پنهنجو پاڻ کي موتين جي داڻن وانگر (قرآن) جي سڳي ۾ پوءِ نه ته ڌوڙ وانگر اڏامي فنا ٿي وڃ.“

دين کي ٻيهر جيارڻ جي جدوجهد هجي يا ملت کي ٻيهر سنوارڻ جي ڪوشش علامه اقبال جي خيال ۾ ان جو مرڪز ۽ محور صرف هڪ ئي ٿي سگهي ٿو ۽ اهو آهي قرآن حڪيم. ۽ اهائي معنيٰ آهي قرآن حڪيم جي اِن آيت جي جيڪا نبي اڪرم ﷺ جن جي طريقي ڪار ۽ انقلاب جي طريقي جي وضاحت جي سلسلي ۾ معمولي لفظي فرق سان قرآن مجيد ۾ چئن جڳهن تي آئي آهي يعني ”يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ“ (هي رسول) انهن تي الله جون آيتون پڙهي ٿو. انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت جي تعليم ڏئي ٿو.“

۽ مسلمانن جي ٻيهر بيداري ۽ اسلام کي ٻيهر جيارڻ جو اصل ڪم اهوئي آهي ته مسلمانن کي قرآن ڏانهن راغب ڪيو وڃي ۽ اهوئي اهو اصل ڪرڻ جو ڪم آهي جنهن تي هڪ مدت تائين آءٌ ڌڪا کائڻ کان پوءِ پهتو آهيان ته ”جا اين جا است“ (اصل جاءِ اها آهي).

سيد نذير نيازي

# اسلامي شريعت اقبال جي نظر ۾

اقبال جي نظر ۾ دينِ اسلام هڪ همہ گير اصول آهي جيڪو زندگيءَ جي هر پهلو جو احاطو ڪري ٿو. اهو فڪر ۽ عمل جو بنياد ۽ هڪ ابدي صداقت آهي جيڪا ڪائنات ۾ هر جاءِ تي فرمانبرداريءَ جوڳو آهي. ڪائنات جو هر هڪ ذرو ان جي تابع آهي اسلامي شريعت انهيءَ اصول ۽ ان صداقت جي عملي ترجماني ڪندڙ ۽ ان کي ڪارائتو بنائڻ جو ذريعو آهي. اقبال چوي ٿو:

ہست دینِ مصطفیٰ دینِ حیات
شرعِ او تفسیرِ آئینِ حیات

"اسلام دينِ حيات آهي ۽ اسلامي شريعت زندگيءَ جي آئين جي تفسير ۽ تقاضا آهي." جيڪڏهن ان کي آئين ملي ويو ته ان سان هڪ سماجي نظام وجود ۾ ايندو ۽ قوم ان نصب العين جي حاصل ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندي جيڪو سندس تقويم ۽ طاقت جو راز آهي. جيڪڏهن وٽس آئين نہ هوندو ته زندگيءَ ۾ بہ قرار نہ هوندو ۽ نہ ئي زندگي جي جزئيات کي جوڙي سگهبو. اقبال چوي ٿو:

آدم کو ثبات کی طلب ہے
دستورِ حیات کی طلب ہے

"آدم کي ثبات ۽ زندگي جي دستور جي گهرج آهي" اهو ان ڪري تہ انسان کي جيڪا علم ۽ عمل جي سگهہ ڏني ويئي آهي، جيڪي بي پناهہ صلاحيتون ۽ قابليتون کيس مليون آهن، جيڪي ضرورتون ۽ گهرجون طرح طرح سان سندس ضمير ۽ اندر ۾ پيدا ٿين ٿيون، اهي کيس ڪنهن نہ ڪنهن راهہ تي هلائيندڙيون آهن. اهي گهرجون ڪنهن آئين تحت ئي تعميري مقصد لاءِ تي سگهن ٿيون، آئين تحت ئي فرد ۽

جماعت جا رابطا ۽ تعلق مضبوط ٿيندا ۽ فرد جي شخصيت ۽ معاشري جي واڌ ويجهه جو طبعي عمل ڪاميابيءَ سان جاري رهندو. جيستائين اهو عمل جاري رهندو تہ انسان ۽ انسانيت جا جوهر کلندا. جيتوڻيڪ زندگي جو سفر ڏاڍو ڏکيو ۽ هر قسم جي مشڪلاتن سان ڀريل آهي پر تڏهن بہ اسلامي شريعت جي رهنمائيءَ ۾ اميد ۽ اعتماد سان ڪاميابيءَ ڏانهن رهندو. زندگي اڳتي وڌندڙ حرڪت آهي ۽ انجو مزاج تخليقي، بامقصد ۽ بصيرت وارو آهي. ان ۾ هر وقت تبديلي، انقلاب ۽ نوان نوان موقعا پڻ آهن. ان ۾ تعميرۏ اصلاح بہ آهي تہ تخريب ۽ فساد بہ پر اسلامي شريعت ۾ اها صلاحيت موجود آهي تہ انکي گمراهي ۽ بدبختيءَ کان محفوظ ڪري ڀلائي ۽ نيڪ بختيءَ ڏانهن وٺي وڃي. اسلامي شريعت جو بنياد حقيقتن تي آهي. ان ۾ اسان جي سيني مسئلن جو حل موجود آهي. اسلامي شريعت ئي اسانجي لاءِ ڀلائي ۽ برائي کي پرکڻ جو معيار، نفعي ۽ نقصان ۽ صحيح ۽ غلط جو پيمانو آهي. اسلامي شريعت سان ئي انسان هر قسم جي حالتن کي منهن ڏيئي سگهي ٿو. اسلامي شريعت قوت ۽ طاقت جو سرچشمو آهي. ڪيڏو نہ اقبال سٺو چيو آهي:

شارعِ آئیں شناس خوب وزشت
بہر تو ایں نسخہ قدرت نوشت

"شارع ﷺ جيڪي چڱي ۽ مٺي جا آئين شناس آهن انهن ئي تولاءِ هي شريعت جو قانون مقرر ڪيو آهي."

اسلامي شريعت جي تقاضا آهي تہ اسين مڙس ٿي زندگيءَ کي منهن ڏيون ۽ زماني تي غلبو حاصل ڪريون ۽ ان جو رخ پنهنجي زندگي جي مقصد ڏانهن موڙيون. اسلامي شريعت مطابق زندگي لاءِ جيڪو آئين آهي ان جو سرچشمو صرف قرآن مجيد ئي آهي. اقبال چوي ٿو:

نسخۂ اسرارِ تکوینِ حیات
بے ثبات از قوتش گیرد ثبات
نوعِ انساں را پیامِ آخریں
حاملِ او رحمۃ للعالمیں

"هيءَ تخليق حيات جا راز ظاهر ڪندڙ نسخو آهي ان جي قوت سان ناپائيدار پائيدار ٿي ويندا آهن هي انسان ذات لاءِ آخري پيغام آهي

۽ ان جو آڻيندڙ رحمه اللعالمين آهي."

شريعت ئي اسان جي لاءِ ايمان ۽ يقين جو ذريعو آهي شريعت سان ئي اسين ان سچائي کي ماڻيندا آهيون جيڪا قرآن مجيد اسان لاءِ کڻي آيو آهي. شريعت جي پابنديءَ مان مراد آهي ڪتاب ۽ سنت کي مضبوطيءَ سان پڪڙڻ. اقبال جي هنن شعرن تي غور ڪريو:

علم حق غير از شريعت هيچ نيست
اصلِ سنت جز محبت هيچ سنت
فرد را شرع است مرقاتِ يقين
پخته تر ازوے مقاماتِ يقين
قدرت اندر علم او پيدا ستے
هم عصا وهم يد بيضا ستے

"سچو علم شريعت کان سواءِ ڪو ٻيو ڪو بہ نہ آهي، سنت جو بنياد محبت کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ ڪونهي، فرد لاءِ شريعت يقين جي بلندي آهي ۽ ان سان ئي سندس ايمان جا درجا پختا ٿيندا آهن، شريعت جي علم سان ئي قدرت حاصل ٿيندي آهي اها لٺ (طاقت بہ آهي) تہ يدبيضا (نورهدايت) بہ

اصل مطلب تہ:

باتو گويم سراسلام است شرع
شرع آغاز است و انجام است شرع

"توکي ٻڌايان ٿو تہ اسلام جو راز شريعت آهي شريعت ئي آغاز آهي ۽ شريعت ئي انجام آهي." شريعت جي ئي پابنديءَ سان اصل زندگيءَ جي شروعات ٿيندي آهي. جنهن جي اسلام تلقين ڪئي آهي ۽ اسين ان راهہ تي قدم رکندا آهيون جيڪا اسلام اسان لاءِ تجويز ڪئي آهي. اسلامي شريعت سڄي زندگيءَ تي محيط آهي اها صرف فقهي غور ۽ فڪر ۽ شرعي مسئلن کي معلوم ڪرڻ تائين محدود نہ آهي. فقهي غور ۽ فڪر ۽ شرعي مسئلن جا حل ڳولڻ صرف ان جو هڪ طريقو آهي. شريعت، سياست، معشيت، اخلاق، معاشرت، آئين ۽ قانون، انفرادي ۽ اجتماعي زندگي، تهذيب ۽ تمدن ۽ ثقافت ۽ فڪر و فرهنگ سڀني لاءِ ڪارائتي آهي. جيستائين مسلمان شريعت جا پابند رهيا تيستائين دنيا تي ڇانيل رهيا ۽ سربلندي ۽ سرفرازي سندن قدم چميا، اٿين لڳندو هو ڄڻ

تہ زندگي ۾ سندس رونق انهن جي ٿي دم سان قائم آهي پر جيئن ٿي هنن شريعت کان منهن کي ڦيرڻ شروع ڪيو تيئن ٿي طرحين طرحين جا فتنا اسلام ڏانهن وڌڻ لڳا. اسلام جي سياسي ۾ ملي وحدت ۾ فرق اچي ويو. اتحاد صرف هڪ خيال ٿي رهيو ۾ هڪ امت ڪيترن ٿي امتن ۾ ورهائجي وئي. ان جي شروعات ملوڪيت کان ٿي. اسلام ۾ سياست مان مراد خلافت هئي پر اسان انکي اقتدار سمجهڻ لڳاسين ۾ اهو وساري ڇڏيوسين تہ خلافت ڇا آهي اقبال اسان کي ياد ڏياريو:

خلافت بر مقامِ ما گواہی است
حرام است آنچہ بر ما پادشاہی است
ملوکیت ہمہ مکر است و نیرنگ
خلافت حفظِ ناموسِ الٰہی است

"خلافت اسان جي (بلند) مقام تي شاهد آهي ۾ جنهن کي بادشاهت ٿا چون اها اسان تي حرام آهي (بادشاهت ۾) ملوڪيت سراسر ٺڳي ۾ فريب آهي جڏهن تہ خلافت الاهي ناموس (اعليٰ اخلاق) جي محافظ آهي."

شريعت کان منهن ڦيريو ويو تہ فرقيواريت ڪر کنيو ۾ فرقيواريت پنهنجي حق ۾ تاويلن جو سهارو ورتو. شريعت جي احڪام جون طرحين طرحين تاويليون ٿيڻ لڳيون. جڏهن تہ شريعت هر طرح کان پڌري آهي ۾ ان ۾ تاويل ۾ تعبير جي گنجائش ٿي نہ آهي. شريعت جا احڪام قرآن مجيد جا احڪام آهن ان ڪري اهي شڪ ۾ شبهي کان پاڪ آهن. اقبال چوي ٿو:

آں کتابِ زندہ، قرآنِ حکیم
حکمتِ اولایزل است و قدیم
حرفِ او را ریب نے تبدیل نے
آیہ اش شرمندۂ تاویلِ نے

"اهو قرآن هڪ زندهہ ڪتاب آهي جنهن جي ڏاهپ قديم بہ آهي ۾ لازوال بہ. ان جي لفظن ۾ نہ ڪو شڪ آهي ۾ نہ ئي ڪا تبديلي. ان جون آيتون پڌريون آهن تنهن ڪري ڪنهن تاويل جون محتاج نہ آهن."

تاويلن ۾ علم جي پختگي ۾ مضبوطي تہ هئي ڪانہ اهي تہ صرف فتنا پيدا ڪرڻ لاءِ ٿي ڪيون ويون. بجاءِ ان جي جو اسان کي شريعت

جي مصلحتن کي سمجهڻ گهرجي ها، ان ۾ غور و فڪر ڪرڻ کپي ها، اسين ان جي مقصد ۽ مطلب کان پري ٿيندا وياسين. اسان جون نگاهون ذاتي مفادن ۽ نفعي ۽ نقصان تي کپي ويون. اسان جي زوال ۽ پستيءَ جو هڪ وڏو ڪارڻ هڪ ٻيو فتنو جيڪو شريعت جي احڪام جي تاويل ۽ پنهنجي رنگ ۾ تعبير وانگر، انحراف جي صورت ۾ ظاهر ٿيو، اهو ظاهر ۽ باطن ۾ فرق ڪرڻ هو. چيو ويو تہ شريعت جو هڪ ظاهر آهي ۽ هڪ باطن، اسان جيڪڏهن پابند آهيون تہ ان جي باطن جا آهيون ظاهر جا ناهيون. سيد جمال الدين افغانيءَ چواڻي تہ اهو هڪ عظيم فساد هو جنهن اسان جي ملي روح ۽ دين جي روح کي چيپاٽي ڇڏيو. اهو فڪري فساد اڄ بہ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ ظاهر ٿيندو رهندو آهي. اسان کان وسريو وڃي تہ شريعت ۾ ظاهر ۽ باطن جي فرق جو ڪو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي، تنهن ڪري اقبال تمام چٽن لفظن ۾ چيو آهي تہ:

در شریعت معنیٔ دیگر مجو
غیر ضو در باطن گو هر مجو
ایں گہر را خود خدا گوہر گراست
ظاہرش گوہر بطونش گوہر است

"شريعت ۾ ڪا ٻي معنيٰ نہ ڳولھ. موتيءَ جي باطن ۾ روشني کان سواءِ ٻي شيءِ نہ ڳولھ، ان موتيءَ (شريعت) جو ٺاهيندڙ خود خدا آهي، ان جي ظاهر ۾ بہ موتي آهن تہ ان جي باطن ۾ موتي آهن."

باطنيت وانگر هڪ ٽيون فتنو جنهن کي اقبال عجمي تصوف سان تعبير ڪيو آهي، اهو فتنو شريعت ۽ طريقت ۾ فرق ڪرڻ آهي. چيو وڃي ٿو تہ طريقت روح آهي ۽ شريعت ان جو جسم. روح ۽ جسم کي الڳ الڳ ڪرڻ سان بہ ڪجھ اهڙائي نتيجا نڪتا جهڙا تاويل ۽ تعبير ۽ ظاهر باطن کي الڳ الڳ ڪرڻ سان نڪتا هئا. جيڪڏهن تاويل ۽ تعبير جي نظر فرقيواريت تي هئي تہ وري باطنيت جي نظر رمزن ۽ رازن تي هئي. عجمي تصوف ۾ ان سان فرار ٿيڻ جو رجحان پيدا ٿيو جيڪو صرف هڪ فلسفياڻي جذباتيت هئي ۽ جنهن جو حقيقت سان بہ واسطو ڪونہ هو ۽ نہ ئي ان ڳالھ جو شعور. سو اقبال کي چوڻو پيو تہ جيڪڏهن لفظ طريقت جي استعمال تي ئي ضد آهي يا تصوف ۾ جيڪڏهن اهو اصطلاح رائج ٿي چڪو آهي تہ بہ سمجهڻ گهرجي تہ طريقت اصل ۾ آهي

ڇا؟ طريقت زندگيءَ جي گهرائين ۾ لهي ڪري شريعت جي اونهائين تائين پهچڻ جو نالو آهي.

پس طريقت چيست اے والا صفات
شرع را ديدن بہ اعماق حيات

"اي موچارا ماڻهو! طريقت ڇا آهي؟ شريعت کي زندگيءَ جي گهرائين سان ڏسڻ جو نالو طريقت آهي."

ان ڳالهه جي ضرورت ئي نہ آهي تہ قرآن جي اصطلاحن جي مقابلي ۾ يا ان جي برابر اسين ڪي ٻيا اصطلاح ناهيون. شريعت اسان تي جيڪي شيون لازم ڪيون آهن اهي زندگيءَ جون ضرورتون آهن. اهي ڪو اسان تي زبردستي مڙهيون ڪونہ ويون آهن. قرآن پاڪ نهايت چٽن لفظن ۾ چيو آهي تہ لايكلف الله نفساً الا وسعها (٢٨٦.٢) "الله ڪنهن بہ انسان تي سندس طاقت کان وڌيڪ ذميداري نہ رکي آهي." ضرورت هئي الله تعاليٰ جي ارشاد جي معنيٰ ۽ مطلب تي غور ڪرڻ جي نہ ڪہ شريعت ۾ تاويل وتعبيرۦ ظاهر وباطن يا شريعت و طريقت ۾ فرق ڪرڻ جي.

باقي رهي ملوڪيت ۽ بادشاهت سو، ملوڪيت شريعت کان هڪ عظيم ڦيرو هو. ملوڪيت جي شروعات تہ نهايت شاندار هئي پر ان جو بنياد جيئن تہ سياست ۽ ملڪ هلائڻ جي بجاءِ غلبي ۽ ڏاڍ تي آهي. تنهن ڪري ڪجهہ ئي ڏينهن کان پوءِ طرح طرح جا طبقا ۽ جهيڙا پيدا ٿي پوندا آهن ۽ ڪيترائي مسئلا پيدا ٿيندا آهن ۽ انهن جو حل جيئن تہ معاشري جي راءِ ۽ استصواب سان بہ ڪيو ويندو آهي. ان ڪري معاشري ۾ انتشار ۽ ڏڦيڙ وڌي ويندو آهي ۽ ان جي طبعي واڌ ويجهہ بيهي ويندي آهي، فرد جي شخصيت دٻجي ويندي آهي، ان کي پنهنجي اظهار جو پورو پورو موقعو نہ ٿو ملي. حريت، آزادي، اخوت، مساوات ۽ عدل و احسان جا تقاضا پورا نہ ٿيندا آهن. آهستي آهستي خود ملوڪيت ۾ بہ ڪمزوري ۽ زوال پيدا ٿي ويندو آهي. انسان جو رخ سندس زندگي جي مقصد ڏانهن (جنهن جي اسلام هر طرح کان وضاحت ڪري ڇڏي آهي) نہ ٿو رهي. زندگي ۾ يڪسوئي ۽ يڪجهتي جي بجاءِ هڪ ڇڪتاڻ پيدا ٿي ويندي آهي، ان جا جزا هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي ويندا آهن. اهو ئي عالم اسلام ۾ بہ ٿيو ۽ ديني، اخلاقي، سياسي، اجتماعي، عقلي ۽ فڪري حوالي سان ڪابہ هم آهنگي ۽ هڪجهڙائي باقي نہ رهي سگهي

۽ تهذيب ۽ تمدن جو ارتقاء رڪجي ويو ۽ ثقافت جو روح مجروح ٿي پيو. اٿين قدرتي طور تي شريعت جو فهم به گهٽبو ويو. شريعت جي تقاضا تفقه ۽ اجتهاد هئي تہ جيئن جهڙا به مسئلا ۽ جهڙيون به ضرورتون پيدا ٿين تہ شريعت جي روشنيءَ انهن کي حل ڪرڻ ۽ قانون سازيءَ جو سلسلو جاري رهي. پر ائين نہ ٿي سگهيو. تقليد ۽ قدامت پرستيءَ ڪنڌ ڪنيو ۽ اسلامي فقہ ۾ رڪاوٽ پئجي ويئي ۽ نہ ئي فڪري آزادي باقي رهي سگهي ۽ نہ اها ذهانت ۽ ڏاهپ جنهن تي اسلامي فقہ جي عظيم الشان عمارت اڏيل هئي. اهو نتيجو هو عالمِ اسلام جي انحطاط، سياسي، اجتماعي، مادي، اخلاقي ۽ ذهني فساد ۽ انحطاط جو. پر اسلام هڪ صداقت آهي ۽ ڪائنات جو هر ذرو ان صداقت جي تابع آهي. سو مسلمان ڪهڙي بہ حالت ۾ هجن اها صداقت پنهنجي اظهار جو ڪونہ ڪو رستو ڪڍي وٺندي آهي. اسلام زندگي آهي ۽ زندگي ڪجهہ ڏينهن دٻجي تہ رهي سگهي ٿي پر نيٺ ظاهر ٿيندي ۽ جيڪي پابنديون هونديون آهن انهن کي ٽوڙي ڇڏيندي آهي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن عالمِ اسلام تي تاتارين تباهي آندي ۽ سندن عروج و ڪمال ۽ اقتدار و اختيار، محڪومي ۽ مغلوبيءَ ۾ متجي ويو تہ ان وقت اجتهاد جو آواز بلند ٿيو ۽ جيئن جيئن زمانو گذرندو ويو اهو آواز بلند ٿيندو ويو. اهو ان ڪري جو اسلامي شريعت جي عملي طور تي پابندي ڪرڻ جي تقاضا هئي تہ حالتن مطابق قانون سازي ڪئي وڃي ڇو جو ان کان سواءِ اهو ممڪن ئي نہ آهي تہ اسين زندگي جي مسئلن کي حل ڪري سگهون. تنهن ڪري عالمِ اسلامِ جي لاءِ جيڪو ڏينهن وڏينهن شريعت کان دور ٿي رهيو هو ۽ جنهن ۾ زندگي نئين اسلامي عقيدي ۽ (پر حقيقت ۾ غير اسلامي) طور طريقن کي اختيار ڪري رهي هئي ان لاءِ اسلام ڏانهن واپسي جي جيڪڏهن ڪا صورت هئي تہ صرف اهائي تہ اسلامي فقہ تي ورهين کان جيڪا رڪاوٽ هئي ان کي پري ڪيو وڃي. صرف اهوئي هڪ ذريعو هو شريعت کي محفوظ رکڻ ۽ نون پيدا ٿيل مسئلن لاءِ شريعت جي روشنيءَ ۾ قانون سازي ڪرڻ جو تہ اجتهاد کان ڪم وٺي انهن کي حل ڪيو وڃي. اقبال جي قول مطابق تہ هي زندگيءَ جو روح هو جنهن سان عالمِ اسلام ۾ اجتهاد جو آواز بلند ٿيو ۽ اها تقاضا پيدا ٿي تہ اسين اسلامي شريعت جي رهنمائي ۾ وري پيهر پنهنجو گم ٿيل اقتدار

۾ قدر و منزلت ماڻيون. اهو شايد امام ابن تيميہ رح هو جنهن اجتهاد جي حق ۾ سڀ کان پهريون آواز بلند ڪيو ۽ عالمِ اسلام جي دل ۽ دماغ کي لوڏيو. اسلامي فقہ جي تجديد ۽ نواڻ تي زور ڏنو. زمانو گذرندو رهيو پر اهو آواز دٻجي نہ سگهيو. هڪڙو آواز نجد کان بلند ٿيو. مصر، ترڪي، وسط ايشيا جا مسلم مفڪر ۽ اسلامي هندوستان مان اقتدار کسجڻ کان اڳ حضرت شاهہ ولي الله ۽ اقتدار کسجڻ کان پوءِ اقبال اهو ساڳيو آواز بلند ڪيو. هن مقالي جو موضوع جيئن تہ اسلامي شريعت آهي ۽ ان کي اقبال سمجهيو ۽ اسلامي شريعت کي جيارڻ اجتهاد کان سواءِ ناممڪن آهي. ان ڪري اقبال اجتهاد تي جهڙيءَ ريت پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو آهي انهن جو لحاظ رکڻ مناسب ئي نہ پر ضروري بہ آهي.

اقبال جي نظر ۾ اجتهاد ئي اهو اصول آهي جنهن سان اسلامي تمدن ترقي ڪري ۽ اسلامي نظام جي واڌ ويجهہ جاري رهي ٿي ۽ زندگي جو ڪار وهنوار نواڻ ۽ تازگي ۾ ڪو فرق ڪونہ ٿو پوي. اجتهاد سان معاشري ۾ ڪارڪاوٽ پيش نہ ٿي اچي، زمانو تبديلي ۽ انقلاب جو نالو آهي ۽ اجتهاد ان جو حل آهي. اجتهاد سان ئي اسين زماني جو رخ پنهنجي مقصد ڏانهن موڙيون ٿا ۽ گڏجي پنهنجي مقصد ڏانهن وڌون ٿا. نہ تہ زمانو تہ هڪ تيز وهندڙ دريا آهي سو جيڪڏهن ان جي ٻوڏ کان بي پرواهي ڪئي ويئي تہ اهو فردن ۽ قومن کي ڪکن ۽ پنن وانگر ٻوڙي ڇڏيندو آهي. اجتهاد هڪ اٽل عمل آهي ۽ رسول ﷺ جن جي زماني کان ئي ونئي مسئلن ۽ معاملن ۾ ڪارائتو بڻيل هو. جيڪو اصول پهرين ئي ڏينهن کان اسلامي فقهہ جي لڳاتار واڌ ويجهہ ۾ ڪارائتو هو ۽ جنهن جي سهاري اسلامي فقهہ جي عظيم الشان عمارت تعمير ٿي. ان کي ڪيئن تو نظر انداز ڪري سگهجي. اهو ڪيئن ٿو چئي سگهجي تہ فقهي غور و فڪر جو عمل ختم ٿي ويو ۽ اجتهاد جو باب بند آهي؟ ان جو مطلب تہ اهو ٿيندو تہ زماني جي حرڪت ختم ٿي چڪي آهي ۽ زندگيءَ ۾ تحرڪ باقي نہ رهيو آهي جيڪا هڪ غلطي ئي نہ پر ناممڪن ڳالهہ آهي. عالم اسلامِ زندهہ آهي ۽ عالمِ اسلام ۾ جيڪڏهن دم آهي. ڪا حرڪت آهي ۽ اسلام عين زندگي آهي. زندگي وانگر ئي متحرڪ ۽ اڳ کان اڳرو. اسين چاهيون ٿا تہ اسان جي زندگي اسلام جي قالب ۾ پرڙجي وڃي، اسان جي اجتماعي سياست، اخلاقي معاشري، دنيا ۽ عملي طور

تي هر لحاظ کان شريعت اسانجي رهنمائي ڪري تہ پوءِ اجتهاد کان سواءِ بي ڪا واٽ ئي نہ آهي. اقبال صحيح چيو هو تہ اڄ عالم اسلام ۾ جتي ڪٿي اجتهاد جو آواز بلند ٿي رهيو آهي نئين نسل جو مطالبو آهي تہ جن حالتن مان اسان گذري رهيا آهيون ان جو شريعت مطابق جائزو وٺون ۽ ڏسون تہ احياءِ امت ۽ اقامتِ دين جا جيڪي لفظ بار بار اسان جي زبان تي اچي رهيا آهن انهن جي تقاضا ڇا آهي؟ اهو ڪئين ممڪن آهي تہ اسلام وري اسان جي زندگيءَ جو اصل الاصول بڻجي وڃي ۽ صحيح معنيٰ ۾ ان جو زنده ۽ فعال عنصر ثابت ٿئي؟ پر اقبال وٽ اجتهاد جا ڪجهہ شرط آهن. اجتهاد جيترو ضروري آهي ايتروئي ان ۾ احتياط ڪرڻ لازمي آهي. اجتهاد نواڻ نہ آهي جو اوهان اجتهاد جي آڙ ۾ جيئڻ وڃيو پنهنجي زندگي بدلائي ڇڏيو. ان کان تہ پوءِ بهتر ٿيندو جو اجتهاد کان ئي پري رهون. ورنہ اجتهاد اسانکي اسلام کان پري ڪري ڇڏيندو. اقبال کي ان معاملي ۾ اسلامي فقهہ جي چئني امامن سان پورو پورو اتفاق هو تہ اجتهاد جا جيڪي شرط آهن جيڪڏهن انهن کي پورو نہ ڪيو ويو تہ اجتهاد، اجتهاد نہ رهندو پر بدعت ۽ الحاد بڻجي پوندو. ان صورت ۾ تہ پوءِ تقليد ئي بهتر آهي سو "رموزِ بي خوديءَ" ۾ خبردار ڪندي چوي ٿو تہ:

در زمانہ انحطاط تقلید از اجتهاد اولیٰ تراست

"زوال جي دور ۾ اجتهاد کان تقليد ڪرڻ ڪيترائي ڀيرا وڌيڪ بهتر آهي."

دين جو رستو اهڙن بدعتن ۽ ملحدن جي هٿ ۾ ڪئين ٿو ڏيئي سگهجي. پر اها رڳو هڪ تنبيهہ هئي. اجتهاد جي ضرورت تي سندس وڏو اصرار هوندو هو، بلڪہ اُن ڏس ۾ هڪ اهڙي ڳالهہ چيائين جنهن ڏانهن ان کان اڳ ڪنهن بہ اشارو ڪونہ ڪيو آهي. اقبال کي نظر اچي رهيو هو تہ انسان ذات غورُ و فڪر جي ڪهڙيءَ منزل تي آهي ۽ ڪهڙيءَ ريت مستقبل ڏانهن وڌي رهي آهي. ان جا مسئلا ڪهڙا آهن ۽ مشڪلاتون ۽ خطرا ڪهڙا؟ عالمِ اسلام بہ انساني دنيا جو هڪ حصو آهي جيڪو ان کان ڌار ٿي نہ ٿو رهي سگهي. سندس تاريخ جي حس نهايت سگهاري، نظر وسيع ۽ سوچ گهري هئي، هن اجتهاد تي قلم کنيو تہ سڀ کان اڳ ۾ ان معاملي ڏانهن ڌيان ڇڪرايائين تہ اسلام هڪ ثقافتي تحريڪ پڻ آهي.

اهو بہ ان جي دعوت جو هڪ پهلو آهي، سندس مخاطب انسان ذات آهي، سندس مقصد تعمير، اصلاح ۽ دين جي تشڪيل آهي. اسلام دينِ حيات آهي ۽ شريعت آئينِ حيات جي تفسير آهي. اول و آخر اسلام ۽ اسلام جيڪو هڪ همہ گير اصول آهي سو هڪ نظامِ معاشرت بہ آهي ۽ شريعت ان جو بنياد آهي. تفقہ ۽ اجتهاد سندس اهي ڪارائتا عنصر آهن جن سان اسلامي معاشري جي تشڪيل ٿيندي آهي ۽ هڪ رياست وجود ۾ ايندي آهي. جيستائين معاشري جو تعلق آهي تہ اقبال جي نظر ۾ اسلام ان جو بنياد ان عالمگير، غير متبدل ۽ ابدي اصولن تي رکيو آهي جن سان انساني معاشري جي واڌ ويجهہ وابستہ آهي. رياست هڪ وحدت آهي ۽ انهن روحاني قوتن جي عملي ترجماني جو ذريعو بہ جيڪي دنيا جي تقدير ٺاهيندڙ آهن. انسانن جي اجتماع، آزادي، مساوات ۽ وحدت جو بنياد عقيده توحيد آهي. اهي سڀ ڳالهيون جيڪي وضاحت طلب آهن سي جيڪڏهن اسانجي سامهون هونديون ۽ اهي شرط جن تي فقهاءِ زور ڏنو آهي انهن تي پورو لهنداسون تہ پوءِ اسان جي لاءِ اجتهاد جو عمل سولو ٿي پوندو ۽ سياست، اخلاق، معاشرت، علم و حڪمت، ادب ۽ فن مطلب تہ تهذيب ۽ تمدن جي هر شعبي ۾ شريعت جي حڪمراني هوندي، جيڪڏهن اسان جي زندگي اسلام جي قالب ۾ پرنجي ويئي تہ اهوئي اسلامي جمهوريہ پاڪستان جو نصب العين بہ آهي.

سيّد ابوالاعلي مودودي / ڪيڊٽ بلال گوپانگ

# اقبال جي زندگيءَ مان سبق

شروع کان وٺي، دنيا جو رجحان وڏن ماڻهن جي پوڄا ڪرڻ (Hero worshiping) طرف رهيو آهي. هر وڏي شيءِ کي ڏسي هذا ربّي- هذا ربّي اڪبر چوڻ جي جيڪا عادت قديم انسانن کان شروع ٿي هئي سان اڄ تائين ختم نہ ٿي آهي. جهڙيءَ طرح هزار سال اڳ گوتم ٻڌ جي عظمت جو اعتراف سندس پيروڪارن سندس بت ٺاهي ان جي پوڄا ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن ٻي صورت ۾ نہ ٿي سمجهيو. اهڙيءَ طرح اڄ ويهين صديءَ ۾ دنيا جي سڀ کان وڏي منڪر قوم روسين جو ذهن بہ لينن جي عظمت جو اعتراف ڪرڻ لاءِ ان کانسواءِ ڪو ٻيو طريقو نہ سوچي سگهيو آهي تہ لينن جي سامهون بندگيءَ جون رسمون بجا آڻين.

پر مسلمانن جي سوچ ان ڳالهہ ۾ عام انسانن کان مختلف آهي. سندن ذهنن ۾ عظيم ماڻهن جي پوڄا ڪرڻ جو ڪوبہ تصور ڪونہ هوندو آهي. مسلمانن وٽ عظيم ماڻهن جي عظمت جي اعتراف جو صرف هڪ ئي طريقو آهي تہ انهن جي زندگين جو مطالعو ڪري ان مان سبق حاصل ڪن. جيئن قرآنِ ڪريم ۾ ارشاد آهي تہ:-

اُولٰئِكَ الَّذِيْنَ هَدَى اللّٰهُ فَبِهُدٰهُمُ اقْتَدِهْ

”الله انهن کي زندگي گذارڻ جو هڪ سڌو رستو ڏيکاريو هو جنهن تي عمل ڪري هو بزرگيءَ جي درجي تي پهتا تنهن ڪري انهن جي زندگي مان سبق حاصل ڪريو ۽ ان مطابق عمل ڪيو.“

انهي سوچ تحت مان هن مختصر مضمون ۾ پنهنجي قوم جي نوجوانن کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ جنهن اقبال جي عظمت سندن دلين ۾ سمايل آهي اهو ڏسو تہ ان جي زندگي اسان کي ڪهڙو سبق ٿي ڏئي.

سيني کي خبر آهي تہ اقبال بہ اها ئي مغربي تعليم حاصل ڪئي هئي جيڪا اڄ اسان جا نوجوان انگريزي يونيورسٽين مان حاصل ڪن ٿا. اهائي تاريخ، ادب، معاشيات، سياست، قانون ۽ اهوئي فلسفو ان بہ پڙهيو هو ۽ هو انهن علمن جو صرف عام شاگرد ڪونہ هو بلڪ انهن تي ڪيس عبور حاصل هو. خاص ڪري ڪيس فلسفي ۾ تہ امامت جو درجو حاصل هيو جنهن جو اعتراف موجوده دور جا وڏا وڏا فيلسوف بہ ڪري چڪا آهن. جنهن شراب جا بہ تي ڍڪ پي گهٽا ماڻهو ڀڪڙ لڳندا آهن تن جا هي مرحوم سمنڊ پيو ويٺو هو ۽ مغرب ۾ ان جي تهذيبن جو مطالعو بہ ڪو مٿاڇرو نہ ڪيو هئائين. جيئن اسان جي 99 سيڪڙو نوجوانن جو آهي پر هو ان دريا ۾ ٽٻيون هڻي ان جي تري تائين پهچي چڪو هو ۽ انهن سيني مرحلن مان گذري چڪو هو جن تي پهچي ڪري اسانجي قوم جاهزارين نوجوان پنهنجي دين ۽ ايمان، پنهنجي اصول تهذيب و تمدن ۽ پنهنجي قومي اخلاق جي بنيادن کان ئي ڦري ويندا آهن ۽ ايستائين جو اهي پنهنجي قومي ٻولي ۾ ڳالهائڻ جي بہ قابل ناهن رهندا.

پر ان جي باوجود ان شخص جو حال ڇا هيو؟ مغربي تعليم ۽ تهذيب جي سمنڊ ۾ پير رکڻ وقت هو جيترو مسلمان هيو ان جي ڪُن ۾ پهچي ڪري سندس ايمان وڌيڪ مضبوط ٿيندو ويو ۽ جيترو مغرب جي گهرائيءَ ۾ لهندو ويو اوترو ئي وڌيڪ مضبوط مسلمان ٿيندو ويو. ايستائين جو ان جي تهہ ۾ جڏهن پهتو تہ دنيا ڏٺو تہ هو قرآن ۾ گم ٿي چڪو هو ۽ قرآن کانسواءِ سندس پيو ڪوبہ فڪري وجود باقي نہ رهيو. هن جيڪي ڪجهہ سوچيو ٿي سو قرآن جي دماغ سان ٿي سوچيو ۽ جيڪو ڪجهہ ڏٺائين ٿي سو قرآن جي نگاهہ سان ٿي ڏٺائين. حقيقت ۾ قرآن سندس نگاهہ ۾ هڪئي شيءِ هئا ۽ هو ان ۾ ايترو تہ گم ٿي چڪو هو جو ان دور جي عالمن مان بہ ڪو هڪڙو اهڙو عالم دين مون کي نظر نہ ٿو اچي جيڪو فنا في القرآن ۾ هن فلسفي جي امام ۽ ايم اي. پي ايچ ڊي، بار ايٽ لا جي برابر هجي.

تمام گهٽ ماڻهن کي خبر آهي تہ اقبال پنهنجي آخري دور ۾ ٻين ڪتابن کي پڙهڻ ڇڏي ڏنو هو ۽ هو قرآن کانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڪتاب پاڻ وٽ نہ رکندو هو هو سالن جا سال علم ۽ فن جي دفترن ۾ گم رهڻ کانپوءِ ان نتيجي تي پهتو هو تہ اصل علم صرف قرآن آهي ۽ اهو جنهن کي

ملندو آهي اهو دنيا جي سيني ڪتابن کان بي نيازتي ويندو آهي. هڪ دفعي ڪنهن شخص اقبال ڏانهن فلسفي جا ڪجهہ اهم سوال لکي موڪليا ۽ انهن جا جواب گهريا. اقبال جي ويجهن ساٿين کي پڪ هئي تہ هاڻي هو پنهنجي لائبريريءَ جا ڪٻٽ کولائيندو ۽ وڏا وڏا ڪتاب گهرائي انهن مسئلن جا حل تلاش ڪندو. پر هو اهو ڏسي حيران ٿي ويا تہ لائبريريءَ جا ڪٻٽ بند ٿي رهيا ۽ علامہ اقبال صرف قرآن هٿ ۾ کڻي انهن سوالن جا جواب لکڻ ويهي رهيو.

گهڻن ٿي ماڻهن کي علامہ جي رسول الله ﷺ جن سان انتهائي عقيدت جو حال معلوم آهي پر اها شايد ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي تہ علامہ پنهنجو سڄو فلسفو ۽ پنهنجي سموري عقليت کي رسولِ عربي ﷺ جن جي قدمن ۾ هڪ معمولي متاع طور صدقو ڪري ڇڏيو هو. حديث جي جن ڳالهين تي نہ صرف جديد تعليم يافتہ پر پراڻا مولوي بہ ڪن ڪڙا ڪندا آهن ۽ مختلف اندازن سان ان جي تاويل بيان ڪندا آهن، اهو ڊاڪٽر آف فلاسفي، حديث جي نج لفظي مفهوم تي ايمان رکندو هو ۽ اهڙي ڪا حديث ٻڌي سندس دل ۾ هڪ لمحي لاءِ بہ ڪو شڪ يا شبهو پيدا نہ ٿيندو هو. هڪ دفعي ڪنهن شخص سندس سامهون وڏي تعجب سان ان حديث جو ذڪر ڪيو جنهن ۾ آهي تہ هڪ دفعي رسول ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ ۽ حضرت عثمان رضہ جن سان گڏ احد جبل تي وينا هئا تہ ايتري ۾ احد جبل ڪنبڻ لڳو تہ حضور ﷺ جبل کي فرمايو تہ ڪنبڻ بند ڪر ڇو تہ توتي هڪ نبي هڪ صديق ۽ بہ شهيد وينا آهن. جنهن تي جبل ڪنبڻ بند ڪيو ۽ بيهي رهيو. اقبال اها حديث ٻڌڻ شرط ٿي چيو تہ ان ۾ تعجب جي ڪهڙي ڳالهہ آهي، مان انکي ڪو استعارو يا مجاز نہ بلڪہ هڪ مادي حقيقت ٿو سمجهان ۽ منهنجي خيال ۾ تہ ان لاءِ ڪنهن تاويل جي بہ ضرورت نہ آهي. جيڪڏهن توهان ان حقيقت کان واقف هجين ها تہ توکي خبر هجي ها تہ هڪ نبي جي هيٺان اچي مادي جا وڏا وڏا جبل بہ ڪنبڻ لڳندا آهن. مجازي طور نہ بلڪہ واقعي ڪنبڻ لڳندا آهن.

اسلامي شريعت جي جن حڪمن کي ڪيترائي روشن خيال ماڻهو پراڻا ۽ بيڪار قانون سمجهندا آهن ۽ جن تي اعتقاد رکڻ انهن جي خيال ۾ هڪ اهڙي تاريڪ خيالي آهي جو مهذب سماج ۾ انهن جي طرفداري

ڪرڻ به هڪ تعليم يافته ماڻهو لاءِ ٻڏي مرڻ کان به وڌيڪ بدتر آهي. پر اقبال نه صرف انهن کي مجيندو ۽ عمل ڪندو هو بلڪ سرعام ان جي طرفداري به ڪندو هو ۽ ڪنهن جي به سامهون انهن جي حمايت ڪرڻ کان بنهه ڪونه ڪيٻائيندو هو. ان جو هڪ معمولي مثال ٻڌو. هڪ دفعي ڪيس انگريز حڪومتِ هند ڏکڻ آفريڪا ڏانهن پنهنجو پوليٽيڪل ايجنٽ ٺاهي موڪلڻ تي چاهيو ۽ اهو عهدو باقاعده ڪيس پيش به ڪيو ويو پر شرط اهو وڌو ويو ته هو پنهنجي زال کان پڙدو نه ڪرائيندو ۽ سرڪاري تقريبن ۾ پنهنجي زال کي ساڻ وٺي ويندو. اقبال ان شرط تي اهو عهدو قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ لارڊ لنگڊن کي چيائين ته بيشڪ مان هڪ گناهگار انسان آهيان ۽ اسلامي حڪمن جي تعميل ۾ مون کان گهٽيون ٿي ڪوتاهيون ٿين ٿيون پر مان اها ذلت نه ٿو کٽي سگهان جو صرف توهان جو هڪ عهدو ماڻڻ لاءِ شريعت جي حڪم جي پيڄڪڙي ڪريان.

اقبال بابت عام خيال اهو آهي ته هو صرف اعتقادي مسلمان هو ۽ عمل سان سندس دور جو به واسطو ڪونه هو. ان بدگماني کي پيدا ڪرڻ ۾ سندس پنهنجي طبيعت جو به گهٽو عمل دخل آهي منجهس فرقه ملامتيه جهڙا ڪي لاڙا هئا، جن جي ڪري پنهنجي رنديءَ جو اشتمار ڏيڻ ۾ ڪيس ڪجهه مزو ايندو هو نه ته حقيقت ۾ هو ايترو بي عمل ڪونه هو.

قرآنِ مجيد جي تلاوت سان ڪيس خاص شغف هو. صبح جو ڏاڍي سريلي آواز سان قرآن پڙهندو هو. پر حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ سندس طبيعت جو اهڙو حال ٿي ويو هو جو تلاوت ڪندي ڪندي هو سُڏڪا پري روئندو هو جو سندس آواز بند ٿي ويندو هو ۽ وڌيڪ پڙهي نه سگهندو هو. نماز به ڏاڍي خشوع ۽ خضوع سان پڙهندو هو پر ماڻهن کان لڪي ۽ ظاهر ۾ اهو اعلان ته هو صرف گفتار جو غازي آهي.

سندس سادي زندگي ۽ فقيراڻي طبيعت جو احوال ماڻهن کي سندس وفات کانپوءِ ٿي معلوم ٿيو نه ته عام خيال اهو ٿي ته جيئن ٻيا "سر صاحبان" هوندا آهن هي به انهن وانگر ٿي هوندو. انهي ڪري گهڻن ماڻهن بنا ڪنهن تحقيق جي ان حد تائين لکي ڇڏيو ته هو نماز ئي ڪونه پڙهندو هو. پر حقيقت اها آهي ته هي شخص ان کان به وڌيڪ

درويش صفت انسان هو جيترو سندس وفات کانپوءِ ماڻهن اخبارن ۾ بيان ڪيو. هڪ دفعي جو واقعو پڙهو، جنهن مان توهان کي هن نائٽ هڊ ۽ بيرسٽر جي طبيعت جو اندازو ٿي سگهندو.

پنجاب جي هڪ دولتمند رئيس، اقبال، سر فضل حسن مرحوم ۽ هڪ ٻن ٻين مشهور وڪيلن کي ڪنهن قانوني مسئلي تي مشوري لاءِ پاڻ وٽ گهرايو ۽ پنهنجي شاندار بنگلي ۾ سندن رهائش جو بندوبست ڪيو. رات جو جيئن ئي اقبال پنهنجي ڪمري ۾ آرام ڪرڻ لاءِ ويو تہ هر طرف عيش و آرام جا سامان ڏسي ۽ پنهنجي هيٺان نهايت نرم ۽ قيمتي بسترا ڏسي فورا سندس دل ۾ اهو خيال آيو تہ جنهن رسول پاڪ ﷺ جن جي جتين جي صدقي ۾ اسانکي اڄ هي مرتبا نصيب ٿيا آهن ان تہ پنهنجي سڄي حياتي تڏي تي سمهندي گذاري. اهو خيال ايندي ئي سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙڻ شروع ٿي ويا ۽ ان بستري تي سمهڻ ان لاءِ ناممڪن ٿي پيو. اٿيو ۽ ويجهي غسل خاني ۾ وڃي هڪ ڪرسي تي ويهي رهيو ۽ مسلسل روئندو رهيو. جڏهن دل کي ڪجهہ قرار آيس تڏهن پنهنجي نوڪر کي سڏائي پنهنجو بسترو کولرايائين، هڪ کٽ ان غسل خاني ۾ رکرايائين جيترا ڏينهن اتي رهيو ان غسل خاني ۾ ئي سمهندو رهيو. هي سندس وفات کان ڪيترا سال اڳ جو واقعو آهي جڏهن ٻاهرين دنيا کيس سوٽ بوٽ ۾ ڏسندي هئي تہ ڪنهن کي بہ اها خبر نہ هئي تہ ان سوٽ ۾ اندر جيڪو شخص لڪيل آهي ان جي اصلي شخصيت ڪهڙي آهي؟ هو انهن ماڻهن مان نہ هو جيڪي سياسي غرضن لاءِ سادگي ۽ فقيريءَ جو اشتهار ڏيندا وتندا آهن ۽ سوشلسٽ بڻجي غريبن سان همدرديءَ جي دعويٰ جو دم ڀريندا آهن ۽ ماڻهن جي نظرن کان پري ٿيڻ کان پوءِ انهن جي سڄي زندگي رئيساڻي ۽ عيش واري هوندي آهي.

اقبال جي نائٽ هڊ ۽ سر شفيع مرحوم جهڙن ماڻهن سان گڏ سندس سياسي ويجهڙائيءَ کي ڏسي ڪري عام خيال اهو هو ۽ هاڻي بہ آهي تہ هو صرف شاعريءَ ۾ ئي آزاد هيو پر عملي زندگيءَ ۾ آزاد خيالي کان ڪوهين پري هو ۽ هو صرف انگريزن جو غلام هو. ليڪن حقيقت ان جي بلڪل ابتڙ آهي ڇو جو جيڪي ماڻهو سندس ويجهو رهيا آهن ۽ جن کي ساڻس گهاٽن واسطن ۽ تعلق جي ڪري سندس اندروني زندگي ۽

اندروني خيالن جو علم آهي اهي چاڻن ٿا تہ انگريزي سياست کان ڪيس خيال ۽ عمل ۾ سخت نفرت هئي. حڪومت کان هو ڪوهين پري ڀڄندو هو. حڪومت ۽ سرڪاري ماڻهو بہ ڪانئس سخت بدگمان هئا ۽ سندس ذات کي پنهنجي مقصدن جي راه ۾ رڪاوٽ سمجهندا هئا.

سياست ۾ سندس مقصد صرف مڪمل آزادي حاصل ڪرڻ ئي نہ هيو پر آزاد هندستان ۾ "دارالاسلام" ئي سندس حقيقي مقصد هو. تنهنڪري هو ڪنهن اهڙي تحريڪ جو ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو جيڪا هڪ دارالڪفر کي ٻئي دارالڪفر ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ هجي.

صرف اهو سبب هو جو هن عملي سياست ۾ مجبوراً انهن ماڻهن سان تعاون ڪيو جيڪي برٽش گورنمينٽ جي هٿ هيٺ هندو راج جي مخالفت ڪري رهيا هئا. جيتوڻيڪ مقصد جي لحاظ کان انهيءَ طبقي سان سندس ڪوئي رابطو نہ هيو پر صرف ان مصلحت ڪيس ان طبقي سان ملائي رکيو هو تہ جيستائين مسلمان نوجوانن ۾ دارالاسلام ناهڻ جو مقصد هڪ آتش فشان وانگر قائي نہ پوي ۽ هو ان مقصد لاءِ دليرانہ ڪوشش ڪرڻ لاءِ نہ آماده ٿا ٿين، گهٽ ۾ گهٽ ان وقت تائين انقلاب جي موڙ کي بلڪل ٻئي طرف مڙڻ کان روڪي رکجي. انهي بنياد تي هن هڪ طرف تہ مسلم نوجوانن ۾ پنهنجي شاعريءَ سان روح ڦوڪڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن کان سڀ ماڻهو واقف آهن ۽ ٻئي طرف عملي سياست ۾ اهو طريقو اختيار ڪيو. جنهن جي اصل مقصد کان ڪجھ ماڻهن کان سواءِ ٻيو ڪوبہ واقف نہ آهي ۽ جن جي ڪجھ ظاهري پهلوئن جي ڪري هو پنهنجن، ٻيجهن عقيدتمندن ۽ محيبندڙن جا طعنا بہ سهندو رهيو.

رسالو: جوهر اقبال نمبر1938ع بحوالہ
اقبال اور مودودي: مرتبہ ابوراشد فاروقي
مڪتبہ تعمير انسانيت لاهور 1980ع

مولانا امين احسن اصلاحي / ڪيڊٽ فضل الرحمن ڪلوڙ

# ڊاڪٽر علامہ اقبال هڪ الهامي شاعر

علامہ اقبال جيڪا تعليم پنهنجي شاعريءَ ذريعي ڏني آهي، ان جي باري ۾ منهنجو شروع کان ئي اهو خيال رهيو آهي تہ اها نهايت پاڪيزه، نهايت زندگي بخش ۽ نهايت ايمان پرور آهي.

شاعريءَ جو قيد مون ان ڪري لڳايو آهي، جو علامہ اقبال جا ڪجهہ افڪار ۽ نظريات اسان وٽ سندس خطبن ذريعي بہ پهتا آهن، جن جي ڪجهہ حصن کي منهنجي ذهن قبول نہ ڪيو آهي. باقي جيڪا تعليم ڊاڪٽر صاحب پنهنجي شاعريءَ ذريعي ڏني آهي، ان کي تہ مان (الا ماشاء الله) الهام سمجهان ٿو. مان شاعرن جي الهامي هجڻ جي عام خيال کي هڪ ڊاڙ سمجهندو هئس پر علامہ اقبال جي ڪلام کي پڙهڻ کانپوءِ ان ڳالهہ جو قائل ٿي ويس تہ اسان جي شاعرن مان ڪو شاعر الهامي هجي يا نہ پر علامہ اقبال ضرور الهامي شاعر آهي. حضورﷺ جن جو فرمان آهي تہ،

”شعر ۾ حڪمت هوندي آهي ۽ بيان ۾ جادو“ ۽ اهي ٻئي ڳالهيون علامہ اقبال جي ڪلام ۾ موجود آهن.

هونئن تہ مون کي غالب، حالي، اڪبر، شبلي ۽ حسرت جي ڪلام سان بہ دلچسپي رهي آهي، پر ايمان تازو ڪرڻ لاءِ يا تہ جوهر جا غزل پڙهندو رهيو آهيان يا اقبال جا نظم. مولانا حاليءَ سان بہ مون کي وڏي عقيدت آهي پر ان جي ”مسدس“ مان منهنجي اناکي تہ ڪجهہ غذا مليو وڃي پر روح اجارو رهجي وڃي ٿو. روح کي سيرابي ۽ آسودگي صرف ڊاڪٽر صاحب جي معرفت جي جام مان ئي حاصل ٿئي ٿي. مون کي مولانا روميءَ جي مثنويءَ سان بہ ڪنهن زماني ۾ دلچسپي رهي آهي،

ڊاڪٽر صاحب بہ ان کي پنهنجو مرشد ڪري مڃيو آهي ۽ هو واقعي بہ ان منصب جو اهل آهي. پر جيستائين تعليم جو تعلق آهي تہ آءُ ڊاڪٽر صاحب جي تعليم کي پنهنجي ذوق، پنهنجي روح، پنهنجي ذات ۽ پنهنجي قرآني فڪر سان تمام گهڻو هم آهنگ وهم رنگ محسوس تو ڪريان. هو جڏهن فطرت و معرفت جا راز کولي ٿو تہ لڳي ٿو تہ اهي ڳالهيون روح القدس جي فيض کان سواءِ ڪنهن کي بہ حاصل نہ ٿيون ٿي سگهن تہ پوءِ ڊاڪٽر صاحب جيڪو صحيح معنيٰ ۾ نہ ڪو صوفي هو ۽ نہ ئي سالڪ تہ پوءِ هي معرفت جي اسرار جا تارا هو ڪٿان ٿو آڻي؟

برّ خدا کہ سالکِ عارف بکس نہ گفت
در حیرتم کہ بادہ فروش از کجاشنید

"خدا جو ڳجهہ تہ سالڪ عارف ڪنهن سان ڪونہ سليو آهي، پوءِ مان حيران آهيان تہ باده فروش اهو ڪٿان ٻڌي ورتو."

پر مان هتي اهو ظاهر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ مان پنهنجي لاءِ ڊاڪٽر صاحب جي ڪلام جو شارح پاڻ ٿي آهيان. مون کي سندس ڪلام جي نون شارحن ۽ مفسرن تي اعتبار ڪونہ آهي. مون ٻڌو آهي تہ ڊاڪٽر صاحب پنهنجي دور ۾ حضرت امام حسين رضہ کان وڌيڪ مظلوم، قرآن مجيد کي سمجهندو هو. سندس خيال ۾ ان زماني ۾ جيڪي تفسيرون لکندڙ هئا، اهي ان ڪم جا اهل نہ هئا. منهنجو خيال آهي تہ هن دور ۾ علامہ اقبال بہ ڪجهہ گهٽ مظلوم نہ آهي. ڇو جو اڄ سندس ڪلام جا نوان شارح، سندس شعرن مان اهي معنيٰ ڪڍي رهيا آهن جيڪا ڪڏهن بہ اقبال جي وهم ۽ گمان ۾ نہ هئي. اقبال کي جيڪڏهن پنهنجي حياتيءَ ۾ ان ڳالهہ جي خبر پئجي وڃي ها تہ هو شعر چوڻ کان ئي توبهہ ڪري ڇڏي ها.

اهو لاڙو بہ مون وٽ صحيح ناهي تہ اڄ هڪ گروهہ، پوري دين جو ڍانچو، ڊاڪٽر صاحب جي تصورات جي روشنيءَ ۾ ڪڙو ڪرڻ ٿو چاهي ۽ اُنهن ئي تصورن کي حق ۽ باطل جي پرک ٿو قرار ڏئي، هي اندازِ فڪر حد کان وڌيڪ عقيدت جي پيداوار آهي ان سان اهي ئي مضر نتيجا سامهون اچي رهيا آهن جيڪي شخصي عقيدت جي وڌاءُ سبب پيدا ٿيندا رهيا آهن. پوءِ پلي ان عقيدت جو مرڪز ڪيتري ئي وڏي شخصيت ڇو نہ رهي هجي. ڊاڪٽر صاحب جو مقام تمام مٿانهون آهي پر هو معصوم نہ

آهي سندس ڪلام ۾ فڪر جو روح اسلامي آهي. پر تنهن هوندي به لغزشن، بي اعتدالين ۽ خامين کان پاڪ نه آهي. تنهنجي ڪري ڪيس ۾ سندس ڪلام کي بلند کان بلند درجو ڏيڻ جي باوجود غير معصوم عارفن ۽ حڪيمن جي دائري ۾ ئي رکڻ گهرجي.

حق و باطل جو معيار ۽ پرک صرف قرآن پاڪ ۽ پيغمبرِ آخر الزمان محمد ﷺ جن کي ئي مڃڻ گهرجي. ايئن ڪرڻ سان ڪو علامه اقبال جي درجي ۾ سندس ڪلام جي مرتبي ۾ ڪا ڪمي ڪانه ايندي. اسلام ۾ ڪنهن به وڏي کان وڏي ماڻهوءَ جو درجو انڪان مٿانهون ڪونهي، صرف حضرت محمد ﷺ جن جو درجو سڀ کان مٿانهون آهي. مون جن ماڻهن جي وچ ۾ اک کولي ۽ جن جي تعليم و تربيت مان فيض حاصل ڪيو آهي سڀ ڊاڪٽر صاحب جي ڪلام جي عظمت جا مداح و معترف هئا. انهن سڀني جو هي اعتراف ان پهلو کان هو ته ڊاڪٽر صاحب جو ڪلام دلين کي گرمائيندڙ ۽ روحن کي تڙپائيندڙ آهي. منهنجي هڪ محبوب استاد، جنهن جي ذهانت ۽ وسعتِ نظر جا، سندس اڪابر به مداح ۽ معترف هئا منهنجي دل ۾ ڊاڪٽر صاحب جي ڪلام جي عظمت ان زماني ۾ ئي پيدا ڪري ڇڏي هئي جڏهن مان اڃان سندس ڪلام کي چڱيءَ طرح سمجهي به نه سگهندو هئس. ان ئي مونکي حاليءَ ۽ اقبال جي تعليم جو هي فرق ٻڌايو ته حاليءَ جي دعوت هي آهي ته،

"چلو تم ادهر کو ہوا ہو جدهر کی"

۽ اقبال جي دعوت هي آهي ته،

زمانہ باتو نہ سازد تو بازمانہ ستیز

"جي زمانو تو سان نه ٺهي ته تون زماني سان جنگ ڪر."

آءٌ پاڻ جيئن ته فطرتاً انهيءَ ذهن جو ماڻهو آهيان ۽ منهنجي خيال ۾ ته اسلام به اهو ئي ذهن ٺو پيدا ڪرڻ چاهي، تنهنڪري آءٌ حاليءَ سان عقيدت جي باوجود شروع کان ئي اقبالي ٻڌجي ويس ۽ اڃا تائين اقبال جي ئي آستانهءِ فڪر جو مجاور آهيان. منهنجو استاد مولانا حميد الدين فراهي رح شعر و سخن ۾ نهايت مهارت رکندو هو پر جنهن دور ۾ مون کي سندس صحبت جو شرف حاصل ٿيو، تنهن دور ۾ هو هر شيءَ کان لاتعلق ٿي پوريءَ طرح قرآنِ مجيد جي مرڪز تي مرڪوز هو. شعر و شاعري جو ذڪر سندس مجلس ۾ ٿيندو به هو ته بحث صرف عرب شاعرن تائين

محدود رهندو هو ۽ جيڪڏهن ڪنهن لحاظ کان وسعت اختيار ڪندو هو تہ مولانا رومي، حافظ ۽ سعدي کان شروع ٿي غالب تي ختم ٿي ويندو هو. انڪري مون کي واضح لفظن ۾ معلوم نہ ٿي سگهيو تہ علامہ صاحب جي باري ۾ سندس راءِ ڪهڙي هئي جو روايت ڪري سگهان. پر مولانا صاحب پنهنجي ڪتاب "جمهرة البلاغتہ" ۾ اعليٰ ڪلام جي پرک لاءِ جيڪو معيار مقرر ڪيو آهي ان تي جيڪڏهن ڪنهن کي پرکيان ٿو تہ اسان جي شاعرن مان ان معيار تي صرف علامہ اقبال ئي پورو ٿو لهي. ان لاءِ جو حقيقت ۾ روح ۽ نفسِ ناطقہ جو ترجمان صرف سندس ئي ڪلام آهي.

پنهنجن استادن کان سواءِ مون انهن علم ۽ ادب جي اڪابرن کي بہ ڊاڪٽر صاحب جو گرويده ڏٺو، جن سان منهنجا خادمانا ۽ نيازمندانہ تعلقات رهيا آهن. مثلاً مولانا سيد سليمان ندويؒ، مولانا عبدالسلام ندويؒ ۽ مولانا عبدالماجد دريا آباديؒ. انهن صاحبن ڊاڪٽر صاحب جي شاعري ۽ تعليمات تي ڪين جيڪو خراج تحسن پيش ڪيو آهي اهو اهل علم جي سامهون آهي.

ڪجهہ ماڻهن کي مون ڊاڪٽر صاحب تي تنقيد ڪندي ڏٺو آهي پر صرف زبان جي حد تائين، سندس تعليم و دعوت کي مجموعي طور تي سيني اسلام جي مزاج سان هم آهنگ قرار ڏنو آهي. جيڪي ماڻهو ڊاڪٽر صاحب تي نڪتہ چيني ڪن ٿا انهن کي آءُ هي جواب ڏيندو آهيان تہ هو جنهن عالم ۾ شعر چوندو هو اتي صرف معنيٰ جو ئي سڪو رائج آهي ۽ لفظن جي حڪومت اتي ختم ٿي ويندي آهي.

منهنجو استاد مولانا فراهي رح بہ زبان کي وڏي اهميت ڏيندو هو پر هو بہ ان ڳالهہ جو قائل هو تہ بعض موقعن تي لفظ شاعر جي بلند پروازيءَ جو ساٿ نہ ڏيئي سگهندا آهن ۽ ان سبب شاعر انهن کي پوئتي ڇڏڻ تي مجبور هوندو آهي.

فرمان علي ملاح

# علامہ اقبال جو الهہ آباد وارو خطبو

## جنگ آزادي کانپوءِ مسلمانن جي حالت

1857ع واري جنگِ آزاديءَ جي ناڪاميءَ ڪانپوءِ انگريزن ۽ هندن گڏجي مسلمانن سان چڙهه تہ ويڳيءَ ماءُ وارو سلوڪ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. جنگ جي تمام تر ذميواري مسلمانن مٿان مڙهي وئي. عام مسلمانن سان گڏوگڏ مغل شهزادن کي بہ نشانو بڻايو ويو. مسلمانن جي مذهبي، معاشي، معاشرتي ۽ سياسي ادارن کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ لاءِ هر هيلو ۽ وسيلو استعمال ڪيو ويو. دهليءَ جي اهم ۽ تاريخي مسجدن ۽ ٻين جاين تي انگريز فوج قبضو ڪري يا تہ انهن کي بند ڪري ڇڏيو يا وري انهن کي ڊاهي پٽ ڪيو ويو.

1857ع واري آزاديءَ جي جنگ ڪانپوءِ واري صورت حال تي تبصرو ڪندي هڪ انگريز مصنف ٿامسن لکي ٿو، "1857ع واري بغاوت جي خاتمي تي انگريز سپاهين مسلمانن جي لاشن کي سوئر جي چربيءَ سان داغدار ڪيو. ايتري قدر جو انهن لاشن کي سوئر جي کل ۾ بند ڪري نذرِ آتش ڪيو ويو."

ميٿن مطابق، "انگريزن جو رويو هندن جي مقابلي ۾، مسلمانن خلاف تمام گهڻو سختيءَ وارو هو." هندن کي پنهنجي معاشي ۽ معاشرتي حالت بهتر بڻائڻ لاءِ موقعا فراهم ڪيا ويا. ان جو سبب بيان ڪندي سرجان ميلڪم لکي ٿو تہ هي هڪ سوچيل سمجهيل حڪمتِ عملي هئي. سندس خيال مطابق ان وقت انگريزن جي هندو آباديءَ سان وابستگي هندستان ۾ انگريزن جي تحفظ جو سڀ کان وڏو ذريعو هئي.

مسلمانن سان سختي ڪرڻ واري حڪومت جي پاليسيءَ اهڙي تہ تباهي مچائي جو مسلمانن تي تمام باوقار پيشن جا دروازا بند ڪيا ويا.

مسلمانن جي درسگاهن تي پابندي لاڳو ڪري انهن کي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ انهن تمام تر ماڻهن تي بہ پابنديون لڳايون ويون، جيڪي انهن درسگاهن کي هلائڻ لاءِ وظيفا (امداد) ڏيندا هئا.

اهو پئسو هاڻي انگريزن اهڙين سرگرمين تي خرچ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو جن جو تعليم سان ڪو واسطو ئي ڪونہ هو. اهڙيءَ طرح سان مسلمانن جي تعليم جو زوال شروع ٿي ويو. اهڙي صورتحال ۾ مسلمان پنهنجي ٻارن کي نون اسڪولن ۾ موڪلڻ تي مجبور ٿي پيا. بقول هنٽر جي "نئين حڪومت ۾ سرڪاري تعليمي ادارن جو هڪ نهايت اهم مقصد ٻارن کي پنهنجي موروثي عقيدي کان ڦيرائڻ ۽ انهن جي نظر ۾ سندن مذهب کي گهٽ ڪري ڏيکارڻ هو." 1858ع کان 1878ع دوران ڪلڪتہ يونيورسٽي مان هڪ اندازي مطابق 3100 شاگرد پڙهي پاس ٿيا. جن مان صرف 57 مسلمان هئا. اهڙيءَ ريت 1885ع ۾ ڪاليجن ۾ مسلمان شاگردن جو تعداد صرف چار سيڪڙو مس هو.

معاشي حوالي سان بہ مسلمانن سان طرحين طرحين جون زيادتيون ٿينديون رهيون ۽ اهي اقتصادي طرح سان پڻ ڪمزور ٿي پيا. ڪو دور هو جڏهن مسلمان؛ حڪومت جي مختلف ادارن ۾ وڏن وڏن عهدن تي فائز هئا پر هاڻي حالت اها هئي جو صرف هڪ بنگالي مسلمان اهڙو هو جنهن وٽ اعزازي ڪپتان جو عهدو هو. اعليٰ عهدن تي مسلمانن جي ڪابہ نمائندگي نہ هئي ۽ نہ ئي وري ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ جي ججن مان ڪو مسلمان هو. پيو تہ ٺهيو پر مسلمان زميندارن مٿان ڳرا ڳرا زرعي ٽئڪس لاڳو ٿي ڪيا ويا جنهن جي ڪري مسلمانن جون زمينون تباهہ ۽ برباد ٿي رهيون هيون. جيتري قدر مختلف ادارن ۾ مسلمانن جي نمائندگي جو تعلق آهي تہ ان سلسلي ۾ مسلمانن جي خراب حالت جو اندازو لڳائڻ لاءِ وڪالت واري پيشي جو مثال ئي ڪافي آهي. 1752ع کان 1868ع دوران پرتي ڪيل 239 وڪيلن مان صرف هڪ مسلمان هو. مطلب تہ مسلمانن کي زندگي جي هر شعبي ۾ طرحين طرحين جون تڪليفون پهچايون ٿي ويون. اهو ان ڳالهہ جو نتيجو هو جو مسلمان پنهنجي سياسي، اقتصادي، معاشرتي ۽ مذهبي آزادي پنهنجي جان کان بہ وڌيڪ عزيز ٿي رکي، مذهبي مثال رڊيارڊ ڪپلنگ جي هيٺين نظم مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪو هن قرآن جي باري ۾ 1886ع ۾ شايع ڪيو!

"اي درشت رو هيبتناڪ مسلمان
تون ڇو اهڙيءَ ريت ڪوڪون ڪري رهيو آهين
ڇا تنهنجو دماغ خراب آهي؟
يا ڪٿي ڪنهن عضوي ۾ ڪا تڪليف اٿئي؟
پنهنجن رڙين جي زور آدار
ڏينهن جي سنهري ڪرڻن کي بند ڪرڻ گهرين ٿو؟
تون ڪرڪڻ بند ڪر
يا مون کي ٻڌاءِ تہ توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟
ان ليلائينڊڙ مسلمان منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌي
پر پنهنجو آوازاجان بہ بلند رکيو
هڪ نهايت ئي غير ارضي پڪار
هو سمجهي ٿو تہ شايد هو مري رهيو آهي
مان ان طرف ڊوڙيس تہ سندس مدد ڪريان پر هن ڪاوڙ مان
چيو "هليو وڃ! مان قرآن پڙهي رهيو آهيان".

هندو انتها پسندن طرفان گهڻين طرحين تحريڪون هلايون ويون. ڳئون جي ذبح ڪرڻ خلاف آواز اٿاريو ويو. مسلمانن کي زبردستي هندو ڌرم ڏانهن آڻڻ لاءِ تڪليفون ڏنيون ويون. مسلمانن کي برصغير مان ڏڪي ڪيڻ لاءِ ظلم و جبر ڪيو ويو. مسلمانن جي جان و مال ۽ مذهبي ادارا محفوظ نہ رهيا، انهن جي گهرن ۽ مال و متاع کي باهيون ڏئي ساڙيو تي ويو. اهڙين تحريڪن ۾ گاوڪشي، آريا سماج، شڌي تحريڪ ۽ سنگهٽن تحريڪون اهم آهن.

اهڙي ڪشمڪش واري دور ۾ مسلمانن کي هڪ مضبوط ۽ پختن ارادن واري اڳواڻ جي ضرورت هئي جيڪو مسلمانن کي ان دور مان ٻاهر ڪيڍي ۽ اهو سرسيد احمد خان جي صورت ۾ منظر عام تي ظاهر ٿيو سرسيد جو مسلمانن جي لاءِ هڪ اهم ڪارنامو Causes of Indian Re-volt نالي هڪ پمفليٽ لکڻ هو. جنهن ۾ هن انگريزن مٿان اهو واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ "جنگِ آزادي، جنهن کي انگريز سرڪار بغاوت چئي رهي هئي ان جا ذميوا رگو مسلمان نہ پر خود انگريز بہ آهن."

## سرسيد احمد خان ۽ ٻہ قومي نظريو:

سرسيد احمد خان جي خيالن تي بحث ڪرڻ کان اڳ اهو ڏسڻ ضروري آهي تہ آخر اهي ڪهڙا ڪارڻ هئا جن جي ڪري سرسيد احمد خان مسلمانن ۽ هندن کي الڳ الڳ قوم جي نگاهہ سان ڏٺو.

سرسيد احمد خان مستقبل ۾ هندن ۽ مسلمانن جي تضاد کي تڏهن کان ئي محسوس ڪري ورتو هو جڏهن انگريزن اقتصادي حوالي سان مسلمانن کي پنتي ڌڪڻ شروع ڪري ڇڏيو هو. ٻيو تہ بي ڊي تلڪ ۽ بي سي چيٽر جيءَ جي تحريرن ۽ ڪالي ديوي جهڙي هندي ديوي جيڪا خوف ۽ تباهيءَ جي علامت هئي جو جشن ملهائي هندن کي مذهبي جوش ۽ جذبو ڏياريو ويو. سوامي ديانند ۽ سوامي وويڪانند جهڙن هندو دانشورن ويدن جي تعليم تي زور ڏنو. ان کان علاوه اهي سڀ تحريڪون هلايون ويون جن جو اسين پهرين ذڪر ڪري چڪا آهيون. ان ڪانسواءِ هندن اها بہ تحريڪ هلائي تہ سرڪاري زبان اردوءَ جي جاءِ تي هنديءَ کي قرار ڏنو وڃي. هن دور ۾ هندو-مسلم فساد ايتري قدر تہ چوٽ چڙهي چڪا هئا جو هندو هر ان شي جي مخالفت ڪرڻ لڳا جيڪا ڪين مسلمانن جي دور جي ياد ڏياريندي هئي.

مٿيان ئي اهي سبب هئا جن سرسيد احمد خان کي اهو چوڻ تي مجبور ڪيو تہ "مسلمان ۽ هندو ٻہ الڳ الڳ قومون آهن. زندگيءَ جي ڪنهن بہ شعبي ۾ منجهن ڪابہ هڪجهڙائي نہ آهي. پوءِ اهو مذهب هجي، سياست هجي يا وري معاشي ۽ سماجي اصول. سندن ريتون ۽ رسمون، رواج ۽ تاريخ، تهذيب و تمدن ۽ ايستائين جو سندن سوچ بہ هڪ ٻئي کان الڳ آهي. اهوئي سبب آهي جو هزارين سال گڏ رهڻ جي باوجود بہ هندو ۽ مسلمان هڪٻئي ۾ ضم نہ ٿي سگهيا. تنهنڪري مسلمانن کي پنهنجي جان، مال، سياسي، سماجي، معاشي ۽ مذهبي ادارن جي پرچار ۽ انهن جي حفاظت لاءِ الڳ رستو اختيار ڪرڻ گهرجي."

سرسيد احمد خان جو مٿيون نظريو ئي حقيقت ۾ پاڪستان جي آزاديءَ واري تحريڪ جو بنياد بڻيو ۽ اهوئي دراصل اهو نظريو آهي جنهن شاعرِ مشرق علامہ اقبال کي مسلمانن لاءِ هڪ الڳ ملڪ وٺڻ جو تصور ڏياريو.

## علامہ اقبال جو الھہ آباد وارو خطبو:

اقبال جي تاريخي خطبي تي بحث ڪرڻ کان اڳ ضروري آهي تہ انهن حقيقتن جو جائزو وٺجي جيڪي الڳ وطن لاءِ سبب بڻيون.

اول تہ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ يعني 1905ع ڌاري مشرقي بنگال جو ٻن صوبن ۾ ورهائجي وڃڻ آهي. بنيادي طور تي ان ورهاست جو ڪارڻ انتظامي مسئلو بيان ڪيو ويندو آهي. پر ان سان گڏوگڏ انهن ٻن قومن جو بہ مسئلو هيو جيڪي هڪٻئي کان الڳ ٿلڳ هيون (هندو ۽ مسلمان). گڏيل بنگال جو بہ مشرقي حصو جتي اڪثريت مسلمانن جي هئي هر لحاظ کان پٺتي پيل هو. خصوصا اقتصادي حوالي کان. جڏهن بنگال کي مشرقي ۽ مغربي ٻن صوبن ۾ ورهايو ويو تہ هڪ حصو جنهن جي گاديءَ وارو شهر ڍاڪا هو اهو مسلم اڪثريت واري صوبي جي حيثيت سان ظاهر ٿيو.

ٻيو تہ مسلم ليگ جو وجود ۾ اچڻ. ان کان اڳ مسلمانن کي ڪوبہ سياسي پليٽ فارم نہ هو. جيڪو هنن 1904ع ۾ حاصل ڪري ورتو. جتان هو پنهنجا سياسي مطالبا ۽ مسئلا انگريزن تائين پهچائي ٿي سگهيا.

ٽيون تہ قائد اعظم جي اها گهر تہ سنڌ کي ممبئي کان الڳ ڪري هڪ خودمختيار صوبو بڻايو وڃي. انهن سڀني حقيقتن کانسواءِ ٻيا بہ ڪيترائي سبب هئا جيڪي مسلمانن لاءِ هڪ الڳ ۽ آزاد رياست جي گهر ۽ ان لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو سبب بڻيا.

## خطبہ الھہ آباد:

ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي ۾ هندستان ۾ هر طرف مايوسي ئي مايوسي ڇانيل هئي. ڪانگريس جي قيادت، قائداعظم جي 14 نقطن تي سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻ لاءِ تيار ئي نہ هئي. جواهر لعل نهرو جي خيال ۾ قائداعظم جا 14 نقطا فضول هئا، جن کي نظر انداز ڪرڻ گهرجي.

1929ع کان 1930ع تائين ڳالهين جو دور بي اثر رهيو. صلح لاءِ ڪيل سڀ ڪوششون ناڪام رهيون. مايوسيءَ جي هن عالم ۾ حڪيم الامت علامہ اقبال مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان ان مسئلي

جو پنهنجي طورتي حل پيش ڪيو.

29ـ30 ڊسمبر 1930ع مسلم ليگ جو ساليانو اجلاس الهہ آباد ۾ رکيو ويو، جنهن جي صدارت علامہ صاحب جن ڪئي. پنهنجي صدارتي خطبي ۾ علامہ اقبال هندوستان جي حدن اندر رهندي، علائقائي ترتيب، يا ملڪ کي ورهائي هندوـمسلم مسئلي کي حل ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي. ياد رهي تہ جنهن وقت مسلم ليگ جو اجلاس هلي رهيو هو انهن ڏينهن ۾ لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس پڻ ٿي رهي هئي.

هندوـمسلم مسئلي جو حل پيش ڪندي اقبال هندوستان جي ان مسئلي کي دنيا جي بين مسئلن سان گڏ رکيو ۽ ان سان گڏوگڏ هندوستان ۾، مسلمان قوم جي خاص ۽ محدود مقصدن جي وضاحت ڪندي چيائين "هندوستان جو مسئلو بين الاقوامي آهي. هندوستان هڪ اهڙو براعظم (وڏو کنڊ) آهي جنهن ۾ مختلف مذهبي ۽ لساني گروهہ آباد آهن. هڪ اهڙي ملڪ ۾ گڏيل هندوستان جي تصور تي مشتمل آئين جي جوڙجڪ، هندوستان کي گهرو ويڙهہ ڏانهن ڌڪيندي. هندوستان ۾ مغربي جمهوري طريقا هتان جي مذهبي تقسيم جي حقيقت کي تسليم ڪرڻ کانسواءِ لاڳو نہ ٿا ڪري سگهجن. اهڙيءَ طرح هندوستان ۾ مسلمانن طرفان"مسلم هندوستان" جو مطالبو صحيح ۽ جائز آهي. مان سمجهان ٿو تہ پنجاب، اتر اولهہ سرحدي صوبو، سنڌ ۽ بلوچستان کي پاڻ ۾ ملائي هڪ رياست جوڙي وڃي. پوءِ اها انگريز سرڪار تحت هجي يا ان کان الڳ هڪ خودمختيار رياست جي طورتي. مون کي هڪ گڏيل مسلم رياست جو وجود مسلمانن جي آخري منزل طور نظر اچي رهيو آهي."

پنهنجي صدارتي خطبي ۾ اقبال اهو بہ واضح ڪيو تہ "جيڪڏهن مسلمانن کي باوقار زندگيءَ جو يقين ڏياريو وڃي تہ هو رضا ۽ خوشي سان گڏيل هندوستان جي لاءِ ڪوشش ڪندا. جيتري قدر مان مسلمانن جي نفسيات کي سمجهان ٿو تہ مون کي اهو چوڻ ۾ ڪا هٻڪ محسوس نٿي ٿئي تہ جيڪڏهن اهو اصول تسليم ڪيو وڃي تہ هندوستان جي مسلمانن کي اهو حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي وطن يعني سرزمين هند ۾ پنهنجي ثقافت ۽ روايت کي آزاد ۽ ڀرپور طريقي سان ترقي وٺرائن ۽ انهن اصولن کي هندو مسلم مسئلي جو حل تسليم ڪيو وڃي تہ هو

هندوستان جيءَآزاديءَ لاءِ جان ۽ مال جي قرباني ڏيڻ کان بہ نہ ڪيٻائيندا. مان ٻين مذهبن جي ريتن، رسمن، مذهبي ۽ سماجي اصولن ۽ قانونن ۽ ادارن جو احترام ڪريان ٿو. بلڪ قرآن جي تعليم مطابق اهو منهنجو فرض آهي تہ جيڪڏهن ضرورت پوي تہ مان انهن جي عبادت گاهن جو بہ دفاع ڪريان.“

علامہ اقبال الڳ چونڊن واري طريقي تي ڳالهائيندي چيو تہ، ”هندوستان جي مسلمانن کي علائقائي چونڊن تي ڪوبہ اعتراض نہ ٿيندو جيڪڏهن صوبن جي حدبندي اهڙيءَ طرح ڪئي وڃي جو انهن سان قومن کي تحفظ حاصل ٿئي. جدا چونڊن وارو نظام هن مسئلي جي علائقائي حل جو هڪ ڪمزور Substitute آهي. آزاد ۽ خودمختيار هندوستان لاءِ وحداني طرز واري حڪومت هڪ ناقابلِ تصور حل يا خيال آهي.“

انهن سيني ڳالهين کان سواءِ علامہ صاحب غير مسلمن کي پنهنجي ان تجويز سان سندن حق ۾ پيدا ٿيندڙ مفيد اثرن ۽ نئين مسلم رياست ۾ ڪين ملندڙ تحفظ بابت بہ آگاهہ ڪيو. اقبال فرمايو، ”هندن کي ان ڳالهہ کان ڪوبہ انديشو نہ هئڻ گهرجي تہ خود مختيار مسلم رياست جي وجود مان مراد ڪا مذهبي پيشوائن جي حڪومت قائم ڪرڻ آهي. هيءَ هڪ اهڙي رياست هوندي جنهنجي تنظيم معاهدي جي بنياد تي رکي ويندي ۽ ان جو تصور روسو کان تمام گهڻو اڳ پيش ڪيو ويو هو. ان جو بنياد هڪ اخلاقي نظريو آهي جيڪو انسان کي زمين سان وابستہ ڪابہ اهڙي مخلوق تصور نٿو ڪري جنهن جي سڃاڻپ زمين جو ڪو خاص ٽڪرو هجي. پر اسلام تہ انسان کي سماجي حوالي سان هڪ اهڙي روحاني مخلوق ٿو سمجهي جنهن جا ان سماجي عمل ۾ بحيثيت هڪ زنده عامل جي حق بہ آهن، تہ ان جا فرض بہ مقرر ٿيل آهن.“

آخر ۾ اقبال چيو تہ، ”جيڪڏهن اسان کي هندوستان ۽ اسلام جا مفاد عزيز آهن تہ پوءِ اسان کي هڪ الڳ مسلم رياست جي جوڙجڪ ڪرڻي پوندي. ان جي قيام سان اندروني طور تي طاقت جو هڪ تعاون پيدا ٿيندو. اهو هندستان جي لاءِ تحفظ ۽ امن جو ضامن هوندو.“

علامہ اقبال جي هيءَ تقرير مدبرانہ ۽ جامع هئي پر عجيب ڳالهہ اها آهي تہ سياسي ادب ۾ هن جو ڪڏهن بہ تجزيو نہ ڪيو ويو آهي. اهو

اقبال جي ان تصور جوئي نتيجو هو جو ان تصور ۾ نقشي کي جنهن کي اقبال چٽيو هو، پاڪستان جو نالو ڏنو ويو. شايد اقبال جي ان مصوريءَ جو اهو نتيجو هو جو سنڌ کي ممبئي کان الڳ ڪري هڪ الڳ صوبو بڻايو ويو، جيڪو يقينا هڪ مسلم رياست جي نشاندهي ڪري رهيو هو. اقبال جي تصور کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ پهرين قرارداد 1938ع ۾ سنڌ مان ئي پاس ٿي هئي.

هاڻي مسلمانن جي منزل صرف هڪ ئي هئي "آزاد مسلم رياست" هاڻي تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي، ۽ 23 مارچ 1940ع تي اهو واضح ٿي ويو هو تہ برصغير جي مسلمانن جي آخري منزل اقبال جي تصور جي تڪميل آهي. هر ننڍي توڙي وڏي جي زبان تي اهوئي نعرو هو تہ

"بٹ کے رہے گا ہندوستان۔ بن کے رہے گا پاکستان

اهڙيءَ طرح 14 آگسٽ 1947ع تي پاڪستان هڪ آزاد مسلم رياست جي طور تي دنيا جي نقشي تي ظاهر ٿيو.

جاويد اقبال

# شاعرِ مشرق جو سياسي شعور

ڊاڪٽر علامہ محمد اقبال، اها شخصيت آهي جنهن تحريڪ پاڪستان ۾ هڪ مانائتو ڪردار ادا ڪيو آهي. اقبال ٿي اهو شخص هو، جنهن سر سيد احمد خان کانپوءِ هندستان جي ملسمانن ۾ پنهنجي قومي، سياسي، ثقافتي، مذهبي ۽ تاريخي اهميت ۽ سڃاڻپ جو احساس پيدا ڪيو. اها علامہ اقبال جي خوش نصيبي هئي جو ڪيس ننڍپڻ ۾ سيد مير حسن جهڙو شفيق ۽ مهربان استاد مليو جنهن کان تعليم حاصل ڪري علامہ کي سياست ۽ مذهب جو شعور پيدا ٿيو ۽ پوءِ اهو شعور علامہ پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيو.

علامہ محمد اقبال جي شخصيت هڪ جامع ۽ منفرد شخصيت هئي. هن اسلامي تعليمات، يوناني فلسفو ۽ مختلف سياسي نظرين کي تفصيلي طور پڙهيو ۽ سمجهيو ۽ انهيءَ سوچ کي هن پنهنجي شاعري ۽ نثر ۾ پيش ڪيو.

علامہ اقبال جي سياسي زندگيءَ کي اسان ٽن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. پنهنجي زندگيءَ جي پهرين دور ۾، هو هندستاني قوميت جي علمبردار طور سڃاتو ويجي ٿو. ان دور ۾ هندو ۽ مسلمان پنهنجن گهڻن اختلافن جي باوجود پاڻ کي "هندستاني" چوائڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. علامہ اقبال بہ انهن مان هڪ هو. ان ڳالہ جو ثبوت اسان کي علامہ اقبال جي هن شعر ۾ چٽيءَ طرح ملي ٿو:

سارے جہاں سے اچھا ہندستاں ہمارا،
ہم بلبلیں ہیں اسکی یہ گلستاں ہمارا۔

علامہ اقبال پنهنجي سياسي ۽ فڪري زندگيءَ جي ٻي دور ۾ بطور هڪ Pan-Islamist طور اڀريو. دنيا ۾ مسلمانن جي تيزيءَ سان ٿيندڙ

تباهيءَ تي هن کي گهڻو رنج پهتو. يورپ جي وڏين طاقتن پاران سلطنتِ عثمانيہ کي ختم ڪرڻ، بيت المقدس تي انهن طاقتن جو قبضو ٿيڻ، اهڙا واقعا هئا، جن علامہ کي رت جا ڳوڙها وهائڻ تي مجبور ڪيو. پر جڏهن هن ڏٺو تہ مسلمانن ۾ بہ مغربي قومن وانگر قوميت جو جذبو زور وٺي رهيو آهي (جنهن جو مثال ترڪيءَ جي قوم پرستي هو) تہ هن پنهنجو سمورو ڌيان هندستاني مسلمانن ڏانهن ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح اقبال پنهنجي زندگيءَ جي ٽئين دور ۾ داخل ٿيو. ان موقعي تي هن هندستان ۾ مسلمانن سان ٿيل سياسي، معاشرتي، نظرياتي ۽ مذهبي ناانصافين تي روشني وڌي ۽ کين پنهنجي عظمت جو احساس ڏياريو. اهو احساس هن شعر مان پڌرو ٿئي ٿو:

اٹھ کے اب بزمِ جہاں کا اور ہی انداز ہے،
مشرق و مغرب میں تیرے دور کا آغاز ہے۔

علامہ اقبال، منشي غلام قادر ڏانهن 28 مارچ 1909ع تي لکيل خط ۾ اظهار ڪيو تہ، ”مسلمان پنهنجي مذهب، تهذيب، عزت ۽ غيرت کي صرف اسلامي حڪومت جي اندر ئي محفوظ رکي سگهن ٿا.“ ان مان اسانکي خبر پئي ٿي تہ علامہ اقبال جي ذهن ۾ اها ڳالهہ واضح هئي تہ انگريزن ۽ هندن جي غلاميءَ ۾ مسلمان ڪڏهن بہ پنهنجي زندگي، اسلامي تعليمات مطابق گذاري نٿا سگهن. 1920ع کانپوءِ واري عرصي ۾ علامہ اقبال پنهنجي شاعريءَ ذريعي، مسلمانن ۾ هڪ الڳ قوميت جو تصور پيش ڪيو.

علامہ عملي سياست ۾ 1926ع ۾ قدم رکيو، ان سال هو پنجاب ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر بہ چونڊيو ويو. ان دور ۾ هندستان ۾ شُڌي ۽ ٻيون تحريڪون بہ هليون ۽ انهن جي ڪري ئي هندستان ۾ خوفناڪ فساد ٿيا جن ۾ مسلمانن جو تمام گهڻو جاني ۽ مالي نقصان ٿيو. اقبال انهن سڀني ڳالهين کي ڏسي اها پڪ ڪري ورتي تہ هندستان ۾ مسلمان ۽ هندو گڏ رهي نٿا سگهن. گول ميز ڪانفرنس (1930-32) ۾ بہ علامہ اقبال اهوئي نظريو پيش ڪيو.

ڊسمبر 1930ع ۾ الہ آباد ۾ مسلم ليگ جو ساليانو اجلاس منعقد ٿيو. ان اجلاس جي صدارت ڊاڪٽر علامہ محمد اقبال ڪئي ۽ پنهنجو نظريو چٽيءَ طرح پيش ڪيو. ان تقرير جي خاص ڪري هندستان جي

ملسمانن جي تاريخ ۾ تمام گهڻي اهميت آهي. ڊاڪٽر صاحب فرمايو ته. ”هندستان ڪيترن ئي انساني گروهن جو ملڪ آهي، جيڪي مختلف نسلن سان واسطو رکن ٿا ۽ مختلف مذهبن جا پابند آهن. مختلف ٻوليون ڳالهائين ٿا ۽ انهن جا طور طريقا به مختلف آهن. ان ڪري مسلمانن جو اهو مطالبو بلڪل حق بجانب آهي ته هندستان جي اندر هڪ مسلم هندستان پيدا ڪيو وڃي. منهنجي خواهش آهي ته پنجاب، اتر اولهه سرحدي علائقو، سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي هڪ رياست ٺاهي وڃي. مونکي اتر اولهه هندستان ۾ مسلمانن جي متحد مملڪت انهن جي قسمت جو آخري فيصلو نظر اچي ٿي.“ جيئن ته علامه اقبال بنيادي طور هڪ سياستدان ڪونه هو. بلڪ شاعر ۽ فلسفي هو، تنهڪري هندو ليڊرن غير حقيقت پسندانه موقف اختيار ڪندي علامه اقبال جي هن خيال کي هڪ شاعر جو خواب قرار ڏنو ۽ ان جي پر زور مخالفت ڪرڻ لڳا. پر علامه صاحب جن جي تقرير هندستان جي مسلمانن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو. ان کان اڳ ڪڏهن به ۽ ڪنهن به مسلمان سياسي اڳواڻ انهن علائقن جي نشاندهي نه ڪئي هئي ۽ نه ئي وري ڪنهن سياسي اڳواڻ مسلمانن لاءِ هڪ الڳ وطن جي گهر ڪئي هئي. علامه اقبال انهن علائقن جي نشاندهي ڪئي، جتي مسلمانن جي رياست هڪ آزاد ۽ خودمختيار رياست هجي. ان تقرير ڪانپوءِ هندستان جي مسلمانن ۾ مسلم قوميت جو تصور پوري قوت ۽ جذبي سان اڀري آيو. علامه اهو ساڳيو ئي موقف قائداعظم کي ٻڌايو. قائد اعظم ان وقت هندو مسلم اتحاد جو حامي هو ۽ هندستان جي سياسي حالتن کان بيزار ٿي برطانيه هليو ويو هو. علامه اقبال جي هن واضح نشاندهيءَ تي قائد اعظم پنهنجي رويي ۾ ڪجهه تبديلي آندي. الهه آباد جي جلسي کي اسان پاڪستان لاءِ هڪ بنياد چئي سگهون ٿا. چو ته مارچ 1933ع ۾ انگريز حڪومت هڪ (White paper انگلينڊ حڪومت جو سرڪاري دستاويز) شايع ڪيو. ان ۾ تسليم ڪيو ويو ته مسلمان هڪ جدا قوم آهي ۽ ڪين ڪنهن به حالت ۾ گڏيل قومي وجود ٺهڻ تي مجبور نٿو ڪري سگهجي.

1937ع ۾ ٿيل اليڪشن جي نتيجي ۾ ڪانگريس جون صوبائي وزارتون ٺهيون. هندو وزير مسلمانن جي مذهب ۽ انهن جي ثقافت تي

ڪاپاري ڌڪ هڻڻ لڳا ۽ مسلمانن تي ظلم جا پهاڙ ڪيرائڻ لڳا. انهن جي 1939ع ۾ انگريز حڪومت سان ناچاڪيءَ سبب استعفيٰ ڏيڻ تي قائداعظم (Deliverance Day) ملهائڻ جو اعلان ڪيو. 23 مارچ 1940ع تي لاهور ۾ جيڪا قرارداد منظور ڪئي وئي،دراصل اها علامه اقبال رح جي اله آباد واري خطبي جي پس منظر ۾ مرتب ڪئي وئي هئي.
علامه اقبال پنهنجن نظرين ۽ شاعريءَ وسيلي هندستاني ملسمانن کي هڪ آزاد مملڪت جو تصور ڏنو، جيڪو آخرڪار قائداعظم محمد علي جناح جي اڻٿڪ محنت جي نتيجي ۾ 14 آگسٽ 1947ع تي حقيقت بڻجي ظاهر ٿيو ۽ هندستان جي مسلمانن علامه اقبال جي خواب جي تعبير ڏٺي. پر اهو خواب ڏسندڙ پاڻ هن فاني دنيا مان 1938ع ۾ ئي لاڏاڻو ڪري هليو ويو.
اسان کي ڏينهن رات هڪ ڪري پنهنجي ملڪ جي ترقي ۽ خوشحالي لاءِ محنت ڪرڻ گهرجي ته جيئن زمين جو هي ٽڪرو جنت بڻجي پوي ۽ اقبال جي روح کي به سڪون ملي پئي.

ڪيـ اي راشد / اردو ترجمو: ثاقف نفيس، سنڌي ترجمو: ڪيڊٽ محمد خان شيخ

# سائنس جا جديد نظريا ۽ اقبال جو تصورِ حيات و ممات

هن مضمون ۾ مان خاص طور تي Biophysics ۽ Biochemistry جي روشنيءَ ۾ بحث ڪندس. جيئن ته مان محسوس ٿو ڪريان ته فلسفي جا ڏينهن ويا ۽ هاڻي (Noumenal) يعني وجداني دنيا ۽ غير معمولي دنيا ۾ هڪ ويجهڙائي وارو رشتو قائم ٿي چڪو آهي جيڪو هڪٻئي سان جڙيل ۽ هڪٻئي ڏانهن منتقل ڪرڻ جي لائق آهي. هاڻي انهن ٻنهي جي مشابهت ۾ فرق ڳولڻ سولو ٿي پيو آهي. هن تعلق جو تفصيل جيڪو مفڪرن کي اڃا تائين معلوم نه هو سو هاڻي چڱيءَ طرح واضح ٿي چڪو آهي. جيئن ته اڄ ڪلهه ڪمپيوٽر جو دور آهي تنهنڪري هاڻي فلسفيانه خيال ختم ٿي چڪا آهن. فزڪس، فلسفي جي خوشبوءِ کي، Electromagnetic waves (برقي مقناطيسي لهرن)، جوهري ارتعاش ۽ تابڪاري شعاعن (Radioactive Rays) کي جذب ڪرڻ ۾ تلاش ڪيو آهي.

حال جو ڪيميادان مستقبل جو ڪيمياگر آهي، انهن مان هر ڪو پنهنجي طريقي سان زندگيءَ کي وڌائڻ جي ڪوشش ۾ آهي. ڪيميادان Genetic Code تي ڪم ڪري رهيا آهن ۽ ڪيمياگر آبِ حيات جي ڳولا ۾ آهن. پر زندگي جو وڌڻ ايترو اهم ناهي جيترو زنده رهڻ قيمتي آهي. هر ڳالهه پراڻي زماني مان ظاهر ٿئي ٿي. جڏهن حضرت نوح عليه السلام جي زماني ۾ زندگي واقعي قيمتي هئي، جڏهن ماڻهن جي عمر گهٽي هوندي هئي، زندگي جون خوشيون آهسته آهسته زوال طرف وڌنديون ويون ۽ زندگي هڪ مختصر ڪناري تي اچي بيٺي.

هيءَ ڳالهہ تصديق شده آهي تہ هر جاندار جو انفرادي جيو گهرڙو (cell) سموري انسانيت کي تڪميل تائين پهچائڻ جي صلاحيت رکي ٿو ۽ جينز (Genes) ۾، جيڪو ڪروموسوم (Chromosome) جو هڪ مختصر ترين حصو هوندو آهي، پنهنجي اندر ايتري صلاحيت رکي ٿو جو هو پاڻ ۾ هڪ نئين زندگي کي جذب ڪري سگهي ٿو ۽ Genetic Code جو سڀ کان پهريون Albumin (هڪ قسم جو سفيد مادو جيڪو زندگيءَ جو باعث هوندو آهي) زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. اهي Physiological علم الحيات جا ڪجهہ دستاويز حال ۾ ئي ڪروموسومز مان دريافت ٿيا آهن جنهن زندگي ۽ موت جي حدن کي ظاهر ڪيو آهي. اهو انسان جي تجديدِ قابليت ڏانهن اشارو آهي. انسان جي شعور جي ظاهر ٿيڻ ۾ هيءَ پروگرام شامل آهي.

هيءَ ڳالهہ بہ دريافت ٿي چڪي آهي تہ هر قسم جو طرزِ حيات طاقت (Energy) مان ٺهيو آهي. مختصر اهو تہ اهي مختلف قسمن جي لهرن ۾ گونجي ڪري پنهنجي ڪم کي واضح ڪن ٿيون. اهي لهرون انساني جسم جو احاطو ڪن ٿيون جنهن جون هاڻي تصويرون بہ ورتيون ويون آهن. ان مان اهو ثابت ٿيو تہ ماڻهو هڪ اڻ ڏٺل طاقت جي قابو ۾ آهي. اها لهر پنهنجي جذبن ۽ ظاهري جسامت مطابق مختلف قسمن ۽ رنگن ۾ بدلجندي آهي.

صرف انسان ئي نہ پر هن ڪائنات ۾ هر قسم جي طرزِ حيات هڪ منظم (Controlled) ۽ مربوط مخلوق جي حيثيت سان، هن برقي مقناطيسي لهرن جي وچ ۾، بهترين طريقي سان پنهنجو ڪم سرانجام ڏئي رهي آهي. هن کي چڱيءَ طرح ماپي ۽ رڪارڊ ڪري سگهجي ٿو. اهي هر جاندار لاءِ نمونو ٺاهن ٿا جيڪو ناقابل تبديل آهي ۽ هر وقت اصلي نموني مطابق جدّت کي قبول ڪندا رهندا آهن.

قرآن پاڪ ۾ صاف صاف بيان ڪيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجي تخليقي قوت سان ماڻهوءَ کي جنهن وضع قطع ۾ تخليق ڪيو آهي اهو ناقابلِ تغيرِ آهي. اها وضع ماڻهو جي سلسلي ۾ خاص طور تي دلچسپ آهي. اها ڳالهہ شروع کان ئي مڃيل آهي تہ انساني جسم جا سڀ جيو گهرڙا (cell) هر ڏهن سالن کان پوءِ مٽجي ويندا آهن ۽ نوان ٺهندا آهن. پر هاڻي اهو معلوم ٿيو آهي تہ انساني جسم ۾ لحميات (Proteins) هر ڇهن

معينن بعد تبديل ٿي وينديون آهن ۽ انساني جسم جي ڪجھ عضون
۾ ان کان اڳ بہ برقي مرڪبات جي هي فيلڊ (Field) رحمِ مادر ۾ نشونما
جو ڪم ڪندي آهي جنهن کي اسين پيٽرن (Pattern) چوندا آهيون ۽
اهي هرگز پنهنجي سچاٽپ نہ مڃائيندا آهن. ايستائين جو جڏهن اهي
جيوگھرڙا نوان نهي رهيا هوندا آهن تڏهن بہ اهي هر وقت هن سانچي جي
مضبوطي لاءِ هن ۾ ضم ٿيند ويندا آهن. بهرحال سائنس اهو ثابت ڪيو
آهي تہ اهي ڪجھ معينن ڪانپوءِ نوان ٺهندا آهن.

هڪ ڳالھ ڏاڍي دلچسپ آهي تہ تقدير (Universal Law) جي جاءِ
تي انسان قسمت (Spiritual Law) جو تصور ايجاد ڪري ورتو. هڪ اڻ
ڏٺل خواهش کي پورو ڪرڻ لاءِ جيڪا صرف هٿ ٺوڪي ڪهاڻي يا وهم
تي مشتمل آهي. انسان اهو سمجھڻ کان قاصر رهيو آهي تہ هي تخليق
هن ڪريم خداوند تعاليٰ جي فياضي ۽ ڪرم نوازي آهي ۽ غالب ٿيڻ
کانسواءِ ڪجھ ناهي هر قسم جو گناھ ۽ گدلاڻ انسان جي پيدا ڪيل
آهي. ان تي يقين جي ابتڙ انسان قِسمت جي سچائي، گھرن ۾ جنن جو
واسو ڪرڻ، جن، پريون ۽ شيطاني قوتون، انسان جا پنهنجا وهم آهن.
جيڪي ممنوع ۽ جادوئي قسم جي قديم مذهبن جي پيداوار آهن.
ظاهري طور تي انوکي ۽ اجائي ڳالھ اها آهي تہ انسان جيڪو پنهنجو پاڻ
کي وڏي عقل وارو ۽ عالم سمجهي ٿو ان عقل جي ڳالھ کي سمجھڻ کان
انڪار ڪري ٿو. قسمت جو تصور (Spiritual Law) مغربي دنيا ۾
ڪجھ ٻيو آهي ۽ مشرقي دنيا ۾ ڪجھ ٻيو ۽ سچ تہ اهو آهي تہ ٻئي
منجهيل Confused آهن. اهو رويو تمام جاهلاڻو آهي ۽ تفريح طور بہ غور
ڪرڻ جي لائق نہ آهي. انهن خيالن جي پيدا ڪرڻ جو سبب صرف اهو
آهي تہ انسان پنهنجين خواهشن جي پوراءِ لاءِ غيب کي ڄاڻڻ جي تقاضا
ڪندو آهي. تنهن ڪري اهڙين ڳالهين جي ڳولا صرف مونجهارو آهي ۽
اهي عجيب و غريب ڪهاڻيون جن جو بنياد ڪوڙ تي آهي ۽ جن جي
ڪوبہ ايماندار شخص ڪڏهن بہ تصديق نہ ڪندو فطرت ڪنهن
فهميدي، ديده دلير شخص تي پنهنجا راز فاش نہ ڪرڻ کان گريزان آهي
اسان جي دور ۽ نسل ۾ دل ۽ دماغ جون لهرون جيڪي اعصابي هيجان،
تنتي چڪ ۽ غدودن جي مصروفيتن جي هم رڪاب آهن پنهنجي
گمنتائي کي ڪنهن حد تائين ادب (Literature) جي بي انتها اهم

معلومات سان ڀيو ڪري سگهون ٿيون ڇو جو حيثيت جو عمر ۾ فلسفي جي عمر ملن ٿي ويتل آهي. هن جديد دور ۾ ترتيب جي بنياد حيثيت جي تقاضي کي Dr. F.S.C Northrop of yale وڌيڪ ترقي ڏني آهي.

## انساني دماغ (The human brain):

انساني دماغ. انساني جسم جي سڀني حرڪتن جو مرڪز مگر ۽ ٽرانسفارمر آهي. اها ڳالهه يقينا محسوس ڪئي وئي آهي ته دماغ کم جو جيڪو مقرر ڪيو ويو آهي اهو ڇڙو آهي. جديد تحقيق هو ثابت ڪيو آهي ته دماغ صرف جسماني عضون جي حرڪتن کي ئي ڪنٽرول نٿو ڪري پر جڏهن ۽ اضافي حس (Extra sensory) ۽ ماورائي حس (Supra-sensory) جي شعور کي به ڪنٽرول ڪري ٿو. دماغ مرڪبن جي خوبي. برقي مقناطيسي آهي ۽ نظريو قوت/توانائي جو ڪم ٿو ڪري. اهي مرڪب. ماحول ۾ داخل ٿي وڃن ٿا ۽ هڪ صفت ۾ ظاهر ٿين ٿا ۽ ٽرانسفارمر جو ڪم ڪن ٿا جن ڪري انساني جسم ۾ ستارن جو تصور پيدا ٿيو وڃي ٿو. ذهن ذريعي پري ٿائين يا ڪنهن ٻئي تاثير (Telepathy) ذريعي پيغام پهچائڻ ۽ وقت کان اڳ ڪنهن شيءِ جو احساس (Permonitims) دماغ جا اهي حصا آهن جيڪو جڏهن تاثير ستل آهن ۽ هر ماڻهو ۾ اهي غير ترقي يافته صورت ۾ آهن ۽ جيڪو اهڙن ڪمن طرف راغب نٿا ٿين. دماغ انهن مرڪبن جي لاءِ ٽرانسفارمر جو ڪم ڏئي ٿو جن کي روحاني طاقت سڏيو وڃي ٿو ۽ ستارن جو خاڪو ذهني ڪم جو هڪ حصو آهي. پر جيستائين ذهني استعداد محڪم ٿئي ان کان اڳ جي مسئلن تي بحث ڪرڻ بيڪار آهي. پر اهو معلوم هجڻ گهرجي ته اڄوڪي سائنسي دور ۾ هر شي جي وضاحت سائنسي تجربن جي روشني ۾ ڪئي وڃي ٿي. جيڪي تصديق لائق آهن ۽ مستقبل ۾ انهن کي هڪ سائنسي حقيقت طور پيش ڪري سگهجي ٿو.

اهڙن تجربن تي جيڪي تمام دلچسپ ۽ معنيٰ خيز آهن انهن تي بحث هڪ تمام اعليٰ درجي جي ڪانفرنس ۾ ڪيو ويو جيڪا 1971ع ۾ روس جي شهر (Bijurakan) ۾ ٿي جنهن ۾ غير ارضي ذهانت تي بحث ٿيو. ان ڪانفرنس ۾ روسي اسڪالرن چيو ته زميني تهذيب جهڙي

تهذيب ڪائنات ۾ موجود ٿي سگهي ٿي پر لازم ناهي تہ اها موجوده جسماني شڪل ۾ هجي. ٿي سگهي ٿو تہ اها انسان جي ڪنهن بہ ترقي يافتہ صورت ۾ هجي. اسان جي هيءَ تهذيب بهرحال لافاني ناهي ڪن ٻہ ٻن تهذيبن جي وچ ۾ واسطو ممڪن هيو اهو ممڪن هيو تہ ڪنهن هڪ گرهہ جي ٽيڪنالاجي جي ترقي بيهي وئي هجي. ٿي سگهي ٿو ان جو سبب انهن جي ڪا تباهي هجي يا ڪائناتي تباهي جو نتيجو هجي. يا وري ممڪن آهن تہ زندگي جي هيئت کي بنا ڪنهن ٽيڪنالاجيءَ جي فلسفي ۾ تبديل ڪرڻ ان جو سبب بڻيو هجي.

اهو تہ طي ٿيل آهي تہ هن زمين تي ڪنهن حد تائين ٽيڪنالاجي، ترقي جو باعث بڻي آهي. ڇو جو ان ذريعي اسين مٿي سوين تيز رفتار ميلن جي فاصلي تائين (Signals) اشارا موڪلي ۽ حاصل ڪري سگهون ٿا. ايستائين جو روسين اهڙا ڪمپيوٽر بہ ايجاد ڪيا آهن جيڪي ڪنهن لکيل صورتخطي (Decipher) سگنل کي ڪوڊ ڪري سگهن ٿا. مواصلات جي انهن نون طريقن شاندار طريقي سان (Laser Light Amplification of Stimulated Energy Radiation) ۽ Maser (Microwave Amplification of Stimulated Energy Raditaion) کي دريافت ڪيو آهي. ايستائين جو ذهن ذريعي پيغام پهچائڻ کي ستارن جي وچ ۾ رابطي لاءِ استعمال ڪرڻ تي پڻ غور ٿي رهيو آهي. برقي مقناطيسي نظرين سان اجا شايد ائين ڪرڻ ممڪن نہ هجي پر پوءِ اهو مشاهدو ڪيو ويو تہ ٽيلي پيٿي لهرون دماغ مان پيدا ٿين ٿيون ۽ ذهن جون پيداوار آهن ۽ دماغ جي سوچڻ جي رفتار، روشني جي رفتار کان تمام گهڻي تيز آهي.

گذريل سالن ۾ نيچرل سائنس جي پيٽ ۾ پيراسائيڪلوجي (Para-sychology) تي ايتروئي ڪم ٿيو آهي جيترو فزيالوجي، حياتيات ۽ بائيونومڪس وغيره تي ٿيو آهي. هاڻي اهو طئہ آهي تہ اضافي حِسن جو ادراڪ جيئن ٽيلي پيٿي، غير معمولي بصيرت ۽ وقت کان اڳ آگاهي، اهڙيون صلاحيتون آهن جيڪي انسان ۾ بيدار نہ آهن. ان قوت کي جيڪا دماغ ۾ متحرڪ آهي ان کي محسوس ڪرڻ کان سواءِ ۽ ان جو اعتراف ڪرڻ کان سواءِ ان کي ڊيولپ نٿو ڪري سگهجي ۽ نہ ئي ان مان فائدو حاصل ڪري ٿو سگهجي. ڪيترن ئي مثالن مان اسين سمجهي

سگهون ٿا تہ قديم وقت جي ماڻهن (Extra Sensory Perception) جي صلاحيت کي مجنون (آسيب زنده ۽ جن ورتل) ۽ پوپن جي روپ ۾ پيش ڪيو. جيڪا صلاحيت ٽيڪنالوجيءَ جي ترقي جي نہ هجڻ ڪري آهستہ آهستہ ختم ٿي وئي. موجوده دور ۾ بيهر وري اها صلاحيت انفرادي طور تي ماڻهن ۾ پيدا ٿي رهي آهي ۽ انهن تي ڪم ٿي رهيو آهي. (Extra Sensory Perception) جانورن ۽ پکين ۾ بہ لڳاتار ڏٺي وئي آهي. ان جو ثبوت اهو آهي جو ڪتيرائي ڀيرا ڏٺو ويو آهي تہ جڏهن بہ ڪا آفت اچڻ واري هوندي آهي يا زلزلو يا وري ڪٿي ڪا باهہ لڳڻ واري هوندي آهي تہ اتي جي پکين ۽ جانورن کي، خاص طور ڪتن کي وقت کان اڳ ان جي خبر پئجي ويندي آهي ۽ اهو اتان هليا ويندا آهن. قرآن مجيد ۾ آهي تہ "۽ جيڪي بہ جاندار زمين تي هلن ٿا ۽ جيڪي بہ پکي پنهنجي پرن سان اڏامن ٿا اهي سڀ توهان وانگر ئي آهن" (سوره الانعام۔آيت:38) تنهن ڪري انهن کي پنهنجي حفاظت ڪرڻ جي صلاحيت عطا ڪئي وئي آهي. جانورن ۾ اڳ ۾.آگاهہ ٿيڻ جي صلاحيت انسان کان وڌيڪ آهي. انسان ۾ بيون بہ گهٽيون ئي صلاحيتون آهن. جانورن ۽ پکين کي نہ صرف جبلت عطا ڪئي وئي آهي بلڪ انهنجي پنهنجي زبان بہ آهي ۽ ياد رکڻ (دعائون) جا پنهنجا طريقا بہ آهن. جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي تہ:

"ڇا تون ڏٺو تہ الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي آسمانن ۾ آهن ۽ جيڪي زمين ۾ آهن ۽ پکي بہ پرن کي پکيڙي (الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا) هر هڪ کي پنهنجي نماز ۽ تسبيح جي ڄاڻ آهي" (سوره النور۔ آيت: 41)

مون مثال ڏئي ذڪر ڪيو آهي تہ پکي ۽ جانور بہ انسانن جهڙيون خاصيتون رکن ٿا ڇو جو جانورن ۽ پکين ۾ ڪوڙ عادتون انسانن جهڙيون آهن. شايد ماضي ۾ اهي انسانن جي برادري مان هجن پوءِ ڪين سندن خراب يا شيطاني حرڪتن جي سزا ملي هجي. آخرڪار اسين سڀ بقول ڊارون جي تہ ايپس (پولڙن) مان ئي انساني شڪل ۾ آيا آهيون. مون کي حيرت آهي تہ قرآن پاڪ جي هن آيت "پوءِ جنهن ڪم کان (نافرمانيءَ کان) انهن کي روڪيو ويو هو ان ۾ هو (يهودي) وڌڻ لڳا تہ اسان انهن کي چيو تہ ذليل پولڙا ٿي پئو (سوره الاعراف: آيت 166) جي Darwin کي ڇو

خبر نہ پئجي سگھي نہ تہ ھو ڪڏھن بہ بندر مان ترقي ڪري انسان بنجڻ واري نظريي کي ظاھر نہ ڪري ھا. بھرحال ان کان انڪار نہ آھي تہ (Extra Sensory Perception) جو ادراڪ جانورن ۾ پکين ۾ انسان کان وڌيڪ نمايان آھي ۽ جيستائين اھا صلاحيت انسان ۾ ڊيولپ نہ ٿي ٿئي تيستائين انسان ننڍ ۾ ئي رھندو.

## ڪائناتي يا عالمي تنظيم (Universal Organisation):

ھي عالم (ڪائنات) ھڪ منظم پيداوار آھي، ڪو اتفاقيہ ناھي. يقيناً ان جي پويان ڪو منتظم آھي، جيڪڏھن ان جو ڪو خالق نہ ھجي ھا تہ ھيءَ دنيا ايتري ڊگھي عرصي تائين قائم نہ رھي سگھي ھا. يقيناً ھي ھڪ منظم منصوبو ھو ۽ ان جو منصوبہ ساز ۽ منتظم الله تعاليٰ آھي. جديد سائنس تحقيق کان پوءِ ان نتيجي تي پھتي آھي تہ جھڙيءَ طرح زمين جو مادو ڪائنات جي اصل مادي جو ھڪ حصو آھي، اھڙيءَ طرح زمين جي زندگي بہ ڪائنات جي زندگيءَ جو ھڪ حصو آھي. اھو اسان جي سامھون ان جو ثبوت آھي تہ تلاش ڪرڻ قدرت جو مشغلو نہ آھي انسانن جو مسئلو آھي. الله فرمائي ٿو تہ ”توھان سمجھو ٿا تہ اسان توھان کي بنا ڪنھن مقصد جي پيدا ڪيو آھي ۽ توھان اسان ڏي واپس نہ ورندؤ. پر انسان ھن دنيا کي ھڪ راند جي ميدان وانگر ٿو سمجھي ۽ زندگي کي ھڪ تفريح ۽ تماشو.“ قرآن وري چوي ٿو ”۽ دنيا جي زندگي ڇا آھي؟ سواءِ ھڪ کيل ۽ تماشي جي“ (سوره الانعام۔ آيت: 32) ھڪ مغربي مصنف ڏاڍو سٺو سوال ڪيو تہ ”زمين کي سنوارڻ لاءِ خام مواد ڪٿان حاصل ٿيو؟ مان پنھنجي مضمون ۾ ھن سوال جو جواب ڏيڻ تي بحث ڪيو آھي. مان پنھنجي نظريئہ حرڪيات ۾ ان مسئلي تي تفصيل سان بحث ڪيو آھي. اھو نھايت اھم سوال آھي. زمين جي تنظيم جي مسئلي تي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ کان اڳ ان سوال جو جواب ڳولڻ نھايت ضروري آھي.

مان اڳيئي چئي چڪو آھيان تہ جسماني ٽشوز (Tissues) ۾ پنھنجي ٻيھر زنده ٿيڻ جو عمل جاري رھندو آھي ۽ اندازو لڳايو ويو آھي تہ ھر ڇھن مھينن کانپوءِ جسم جي پراڻي پروٽين جي جاءِ تي نئين پروٽين جاءِ والاري ٿي ۽ نوان ٽشوز ٻيھر ٺھندا رھن ٿا. ڪجھہ وقت اڳ

اهو سمجهيو ويندو هو تہ اهي تشوز هر ذهن سالن بعد ٻيهر نوان ٺهندا آهن. اهو وقفو هاٿي گهتجي ڇهہ مهينا ڳولهيو ويو آهي. پر جيئن تہ مان اڳ بہ چئي چڪو آهيان تہ قرآن مجيد مطابق ٻيهر زنده ٿيڻ جو اهو عمل هر گهڙي ٿيندو رهي ٿو ۽ اها تبديلي تمام تيزيءَ ۽ غير محسوس طريقي سان ٿيندي آهي. پر اها هڪ ڏاڍي عجيب و غريب ۽ قدرت جو ڪرشمو آهي جو جسم جو اصل نمونو بدستور قائم رهندو آهي ۽ ان ۾ ڪابہ تبديلي نہ ايندي آهي سواءِ ان جي جو ماٿهو جڏهن وڏو ٿئي ٿو ۽ سندس جسم جا تشوز ظاهري طور تي ڊرا ٿين ٿا تہ ڪنهن حد تائين سندس نقش ۽ نگار متجي وڃن ٿا. جڏهن وڏنڊڙ عمر ۾ تشوز متجي رهيا هوندا آهن تہ اهي هڪٻئي سان رابطي ۾ هوندا آهن. ان لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ هر هڪ سيل ٻئي سيل سان برقي مقناطيسي تحريڪ ذريعي رابطي ۾ هوندو آهي. هي عمل دماغي سيلز ۾ بہ جاري رهندو آهي ايستائين جو خيالات ۽ يادشات ۾ بہ. خيالات، يادشات جي مدد سان سوچ کي اپاريندا آهن ۽ ان لاڳيتي رابطي سان اهو دائرو مڪمل ٿيندو آهي. مغربي اسڪالرز منهنجي ان خيال سان متفق نہ آهن. ايڊورڊ رسل چوي ٿو تہ ”هڪٻئي سان گپ شپ جي ذريعي ڪوبہ شخص ڪو هڪڙو ماليڪيول بہ حاصل نہ ٿو ڪري سگهي“

1958ع ۾ جڏهن مان لنڊن ۾ رائل آرمي ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهي رهيو هئس تہ مان انساني پائخاني جي مختلف نمونن جا خوردبينيءَ ذريعي حاصل ڪيل نتيجا ڏسي رهيو هئس. اوچتو مون اهي جراثيم ڏٺا جيڪي (ڊائريا) هيضي جو باعث بڻجن ٿا. جيڪي منهنجي ڏيان ڇڪائڻ جو سبب بنيا. مون انهن کي گهٽي احتياط سان ڏٺو. مون کي نظر آيو تہ انهن جي هيئت انساني چهري جهڙي هئي. انهن ۾ وات، بہ اکيون ۽ ڏاڙهي هئي. مان اهو ڏسي انتهائي جوش ۾ اچي ويس ۽ هڪ تفصيلي خط مولانا عبدالماجد دريا آباديءَ ڏانهن (انڊيا) لکيو. جيڪو هن پنهنجي هفتہ وار رسالي ”صدق“ ۾ شايع ڪيو هو.

ان خط ۾ واضح طور تي اهو بيان ڪيو هئم تہ سيلس يا ماليڪيول هڪٻئي سان رابطو ڪندا آهن. هڪ ڏينهن. جينيٽڪ اسڪرپٽ وانگر، ماليڪيولن جي ٻولي بہ دريافت ٿي ويندي ۽ ان کي رڪارڊ ڪرڻ وارا اوزار بہ ايجاد ٿي ويندا. اهو اسڪرپٽ ۽ ٻولي تخليقي

نموني جا رازکوليندا. ان چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ حرڪيات ماحول ڪي مائل ڪن ٿيون. نہ صرف هڪبئي سان بيروني رابطي ۾ بہ اهي هر هڪ جي رويي تي اثرانداز ٿي رهيون آهن پر اهي غير فاني بہ آهن ۽ مادي ۾ باهم تبديل ٿي وينديون آهن.

هڪ ڏاڍي دلچسپ ڳالهہ حال ۾ ٿي دريافت ٿي آهي. اها آهي انساني جسم ۾ ان جي حرڪات ڪي رڪارڊنگ ڪرڻ جو طريقو. ايڊورڊرسل چوي ٿو "دماغ جو اندروني حصو ماضيءَ جي تجربن جي رڪارڊ جو محور آهي"

انساني جسم ۾ تجربا، بنيادي وسيلن، هٿن، پيرن، جنسي عضون، ڏسڻ، ٻڌڻ، ڇهڻ ۽ سنگهڻ وارا عضوا آهن. اهي سڀ عضوا متحرڪ هوندا آهن ۽ دماغ سان رابطي ۾ هوندا آهن. نہ صرف هڪبئي سان رابطي ۾ هوندا آهن بلڪ خارجي دنيا سان پڻ رابطي ۾ هوندا آهن. منهجو ذاتي خيال هيو تہ ان رڪارڊ جو معيار دماغي سيلس برقرار رکندا آهن، جيڪي سنهڙن وارن جهڙن ريشيدار پٽين جي شڪل ۾ هوندا آهن ۽ جيڪي ان شيءَ جو عڪس هونداَ آهن. مثلا: ٽي-ويءَ جي اسڪرين هر انسان کي حشر جي ڏينهن جڳي ياد ڏياري ٿي تہ جيڪو ڪجهہ هو ڪندو رهيو آهي اهو ريڪارڊ ٿي رهيو آهي ۽ ٽي وي جي اسڪرين تي هلندڙ فلم وانگر هڪ ڏينهن ان جي سامهون ايندو. دماغ جو هڪ وڏو حصو اڃا تائين پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۾ ڪنهن هڪ مقام تي مرتڪز نہ آهي. جيئن مان اڳ ئي چئي چڪو آهيان تہ جڏهن دماغ جا نوان عضوا پنهنجو ڪم مقرر ڪندا آهن تہ انسان جي زندگي جي ان پهلو تي روشني وجهندا آهن. جيئن قرآن جي سوره بني اسرائيل جي آيت: 13 ۾ آهي جتي ڳچيءَ لاءِ "عنقه" جو لفظ استعمال ٿيو آهي. جيڪو بلندي ڏانهن اشارو ڪري ٿو ۽ جيڪو واضح اشارو آهي تہ حرڪيات جو ڪتاب ڳچيءَ ۾ ٻڌل نہ آهي بلڪ اهو اهڙي رڪارڊ ۾ موجود آهي جيڪو دماغ ۾ محفوظ آهي. اها ڳالهہ صرف هڪ خيال نہ بلڪ حقيقت تي ٻڌل ۽ سائنسي تحقيق آهي. لمرن ۾ حرڪيات جي رڪارڊنگ سائنسي طور تي ثابت ٿيل آهي ۽ مڪمل ۽ مستحڪم بہ آهي. جئين هڪ عام فهم حقيقت تہ سوچ، فوٽوگرافيءَ جي Silver Bro-mide ماليڪيول ۾ ڪيميائي تبديلي پيدا ڪري سگهي ٿي. اهڙيءَ

طرح سان سوچ، سيني تجربن کي مناسب طريقي سان مناسب ۾ متعلقہ تصويرن ۾ تبديل ڪري رڪارڊ ڪري سگهي ٿي. سوچون برقي مقناطيسي فيلڊ وانگر حرڪت ڪنديون آهن. ان حقيقت ۾ ذري برابر بہ شڪ ناهي ۾ اسان کي معلوم آهي تہ دماغ جا ڪجهہ حصا انساني جسم جي پنجن حواسن سان جڙيل آهن. اها سڀ حرڪيات ۾ ريڪارڊنگ آفاقي اصول تحت ٿيندي آهي ۽ اهوئي تقدير جو اهو قانون آهي جنهن تحت سڀ مستحڪم سائنسي قانون پيدا ٿيا آهن. مثلاً: جيڪي ايجادون ٿينديون رهيون آهن اهي سڀ يوني ورسل لا تحت ٿينديون رهيون آهن. اعمال نتيجو ڏسڻ جو انتظار نہ ڪندا آهن، ايستائين جو قيامت اچي. انسان جا سٺا ۽ خراب عمل سندس ڏيان ڇڪائيندا آهن ۽ خطري جي بادلن کي دور ڪري ۽ ڪنهن بہ مصيبت کي آٽيندا آهن. اسان جي زندگيءَ دوران عمل جون حرڪيات اسان جي قسمت ٺاهينديون آهن. تنهنڪري اسان پنهنجي قسمت پاڻ ٺاهيندا آهيون. انسان پنهنجي عملن جو پاڻ ذميوار ۽ جواب ڏيڻ وارو آهي. تقدير پرستيءَ جو عقيدو انسان جي اهميت تباه ڪري ڇڏي ٿو.

مضمون ختم ڪرڻ کان اڳ آءُ ڪجهہ لفظن ۾ شعور جي مختلف درجن ۾ ان اصولِ ترتيب و تفهيم تي جيڪا ڪائنات کي سهارو ڏيو ويٺي آهي ان تي ڪجهہ چوڻ چاهيندس. هتي، احساس ۽ شعور جا مختلف درجا آهن اهي درجا / ليولز هر ڪو حاصل ڪري سگهي ٿو. ان لاءِ شرط اهو آهي تہ پنهنجي ذات تي ڪنٽرول جي قانون (Law of Self Control) تي ثابت قدم رهجي. اهي قانون ڪائناتي قانون سان جڙيل آهن جيڪو تخليق جو ڪائناتي نمونو (Creation Pattern) آهي. زندگي جي انهن درجن جو اقبال پنهنجي شاعري ۾ ذڪر ڪيو آهي. زندگي (عزت نفس) اقبال جي لاءِ خودي آهي. اقبال جي خيال ۾ تہ هن غير معمولي دنيا ۾ ان خوديءَ جي ظاهري شڪل ۽ صورت کي تقدير يعني خدا جي مقرر ڪيل قانون مطابق حاصل ڪري سگهجي ٿو. تقدير جو اهو نمونو ڪائناتي تخليق جو نمونو آهي يا قرآن جي لفظ ۾ فطرَ النّاس ۽ فطرَتا ۽ نمونو (Pattern) هڪجهڙا لفظ آهن. جيڪي حرف جي تبديلي سان مختلف شڪلين ۾ مڃجي ويند آهن جيئن پيراڊائيز ۽ فردوس. هي دنيا ڪائنات جي قانونن جي پيرويءَ ۾ هلندي آهي. جديد دور ۾

اوس پنسڪي (Ouspensky) ۽ گرجيف (Gurjieff) ٻـ self control جو طريقو تجويز ڪيو آهي جيڪو بلند شعور ۽ آگهي حاصل ڪرڻ لاءِ نهايت اهم آهي.

هاڻي آءٌ تمام ضروري سوال ڏانهن ٿو اچان جيڪو هن مضمون لاءِ نهايت اهم آهي. سوال اهو آهي تـه هيءَ ڪائنات پنهنجو پاڻ کي ڪهڙيءَ طرح قائم رکندي پئي اچي؟ بهرحال هيءَ ڪائنات ڪو مرده نـه آهي. هر شي زنده حالت ۾ آهي ايسٽائين جو واريءَ جا ذرا بـه پنهنجي ساخت جو نمونو برقرار رکڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏجي رهندا آهن. بيشڪ جاندار ۽ نباتات سڀ زنده وجود آهن ۽ انهن کي پنهنجي زندگي کي سهارو ڏيڻ ۽ برقرار رکڻ جي ضرورت هوندي آهي. ڪائناتي نمونو جنهن جي باري ۾ اسان ڳالهـ ڪئي آهي اهو زنده نمونو آهي جيڪو توانائي سان ڀريل آهي ۽ جتان طاقت جاري ٿيندي آهي ۽ سڀني جاندارن کي سهارو ڏيڻ لاءِ جاري رهندي آهي. ڪائناتي نمونو پنهنجي ساخت ۾ ڪائناتي طاقت سان روح ڦوڪيندو آهي جيڪو مڙني زندگين جو وسيلو آهي ۽ اهو وسيلو بلند برتر خالق آهي. اهوئي الله آهي جيڪو خالق بـه آهي ۽ هر شيءَ کي تباهـ ڪرڻ ۽ قائم رکڻ وارو بـه آهي. ان کي عربيءَ ۾ ربّ چئبو آهي جنهن جو مطلب آهي خالق يعني تباهـ ڪرڻ وارو بـه ۽ قائم رکڻ وارو بـه. جاندارن جي پرورش جي ضرورتن پٽاندر طاقتون بدلبيون ۽ ظاهر ٿينديون رهنديون آهن.

اها ڳالهـ ڏاڍي دلچسپ آهي تـه هن زمين تي هر شيءَ کي ان کان وڌيڪ طاقتور شي کائي ويندي آهي ۽ آخرڪار زمين انهن سڀني کي کائي ويندي آهي. زندگي اتي ئي ختم نـه ٿي ٿئي ۽ اهي جسماني طاقتون ضايع نـه ٿينديون آهن اهي ڪنهن ٻي شڪل ۾ منتجي وينديون آهن ۽ اهي Day of Resurrection يعني قيامت جي ڏينهن پنهنجي انتهائي شڪل، جنهن ۾ اهي ويون هيون انهن سان مشابهـ هونديون. حضرت ابراهيم عليہ السلام جو دلچسپ واقعو قرآن پاڪ ۾ آهي تـه ڪهڙيءَ طرح خدا موت کانپوءِ ٻيهر زنده ڪندو آهي.

گهڻا ماڻهو مرڻ کانپوءِ وري ٻيهر زنده ٿيڻ يعني (حيات بعدالموت) جي باري ۾ غلط فهميءَ جو شڪار آهن ايسٽائين جو مسلمان اسڪالرز بـه جن ۾ اقبال بـه شامل آهي. سندن غلطي اها آهي تـه انهن جي خيال ۾

جنت ۽ دوزخ ڪيفيتون آهن نہ ڪو ئوس مقام يا جايون (States and not localities) قرآن مطابق اهو تصور بلڪل غلط آهي. هن دنيا ڪانپوءِ واري (آخرت جي) زندگي دنيا وانگر بلڪل مادي ۽ جسماني هوندي. بلڪ بلڪل خالص هوندي ۽ هر قسم جي آلودگي ۽ گناهن کان پاڪ هوندي. جيئن انسان جي پهرين تخليق تي آهي اهڙيءَ طرح حرڪيات بيهر ان کي ان شڪل ۾ گڏ ڪرڻ ۽ انهن جي تڪميل ڪرڻ ۾، انهن کي عمل لاءِ آماده ڪندي. جيڪا جسماني نقصن کان پاڪ هوندي.

منشي محمد الدين فوق / ڪيڊٽ صدام گل

# اقبال جي ظرافت ۽ ذهانت جا ڪجهہ واقعا

هڪ دفعي هڪ مدراسي شاگرد ڊاڪٽر علامہ اقبال وٽ آيو. اهو مدراسي شاگرد گرمين جون موڪلون گذارڻ لاءِ، ڪشمير ويندي لاهور ۾ پنهنجي ڪنهن مدراسي دوست وٽ ترسيل هو. ڊاڪٽر اقبال ڪاڻس سندس نالو پڇيو تہ "توهان جو نالو ڇا آهي؟"

مدراسي جواب ۾ چيو:

"چيٽن ناراڻيئنم وينڪتا پٽا سنگرايلو راجڪو پالم چيٽي آئينگر" (ڪو اهڙوئي ڊگهو نالو هو جنهن جا صحيح لفظ مون کي ياد نہ رهيا آهن.) ڊاڪٽر صاحب گهبرائيندي چيس تہ:

"مان توهان کان ڪو رامائڻ جو اشلوڪ ٿوروئي پڇيو هو. مون تہ توهان کان صرف توهان جو نالو پڇيو هو."

هڪ دفعي ڪاليج جا ڪجهہ هندو ۽ مسلمان شاگرد جن جون ڏاڙهي ۽ مڇون صفا چٽ.هيون علامہ اقبال وٽ آيا ۽ وٽس پردي جا نقصان ۽ بي پردگيءَ جا فائدا بيان ڪرڻ لڳا ۽ اٽڪل هڪ ڪلاڪ تائين پنهنجا دليل ڏيندا رهيا. ڊاڪٽر علامہ اقبال صاحب انهن کي نهايت خاموشيءَ سان ٻڌندو رهيو ۽ ڪو جواب ڪونہ ڏنائين. آخر ۾ چوڪرن چيو تہ "اسان توهان کان پردي ۽ بي پردگيءَ جي باري ۾ توهان جا خيال دريافت ڪرڻ آيا آهيون. توهان اسان جا خيال ٻڌا، هاڻي مهرباني ڪري توهان پنهنجي راءِ ڏيو. ڊاڪٽر صاحب چيئن تہ منهنجو مختصر جواب هي آهي تہ جيڪڏهن منهنجو وس پڄي تہ مان توهان سڀني کي بہ پردي ۾ ويهاري ڇڏيان."

اقبال جي پرائمري ڪلاس ۾ سندس هڪ ساٿي جو نالو جهنڊو

خان هو. ڪجهہ دوست گڏ ٿيا ۽ ڪيس نالو تبديل ڪرڻ لاءِ مشورا ڏيڻ لڳا. ڪنهن هڪڙو نالو ٻڌايو تہ ڪنهن ٻيو پر جڏهن اقبال کان پڇيو ويو تہ ان چيو تہ "ان جي قد بت جي لحاظ کان تہ اهو ئي نالو مناسب آهي. بس ان کي ٿورو تبديل ڪري علمدار خان ڪري ڇڏيو" ان نالي کي سڀني پسند ڪيو. جڏهن سندس اُستاد کي معلوم ٿيو تہ تہ ان اقبال جي نهايت ئي ڏاڍي تعريف ڪئي پر جهنڊو خان جهنڊو خان جي ئي نالي سان مشهوُر رهيو.

ڊاڪٽر اقبال جڏهن انگلستان ۾ بيرسٽريءَ جي تعليم حاصل ڪري رهيو هو تہ انهن ڏينهن جو هڪ دلچسپ واقعو هن ٻڌايو. چياءِ تہ "لنڊن ۾ هڪ پنجابي مسلمان آچار، مربو ۽ چٽڻي وڪڻندو هو ۽ مان سندس روز جو گراهڪ هوس. هڪ دفعي ان منهنجو نالو ۽ شهر پڇيو تہ مان اقبال ۽ سيالڪوٽ ٻڌايو. "اقبال" نالو ٻڌندي ئي ان چيو تہ "اقبال ۽ وطن کان ٻاهر؟ آهہ يوسف گهٽين ۽ بازارن ۾. مون چيو مانس تہ "موتي جو قدر سمنڊ مان نڪرڻ کان پوءِ ئي ٿيندو آهي." چٽڻي وڪڻڻ واري چيو تہ توهان ڪهڙي قبيلي مان آهيو؟ اقبال مسڪرائيندي چيس تہ "مسلمانن جي قبيلي مان" چٽڻي وڪڻڻ واري چيو تہ اها تہ مون کي بہ خبر آهي تہ توهان مسلمان آهيو پر منهنجو مطلب آهي تہ توهان ڪهڙي قوم، پاڙي ۽ ذات مان آهيو؟ اقبال چيس تہ "اقبال (عروج ۽ بلندي) جو تعلق ڪنهن بہ قوم يا ڪنهن ذات سان نہ هوندو آهي."

اقبال گورنمينٽ ڪاليج لاهور ۾ ايم اي جو شاگرد هو انهن ڏينهن ۾ لاهور ۾ "انجمن ڪشميري مسلمانان" قائم ڪئي وئي هئي اقبال بہ ان ۾ دلچسپي وٺندو هو. بلڪ هڪ مينٽنگ ۾ ڪجهہ رباعيون بہ پڙهيون هئائين جن مان هڪ رباعي جو هي مصرع "اخبار ڪشميري. لاهور" جو چوٿيهہ سالن تائين نعرو رهڻ جي ڪري اڄ بہ ماڻهن جي زبان تي آهي:

"مل کے دنیا میں رہو مثلِ حروفِ کشمیر"

هڪ دفعي انجمن جي ڪارڪنن وٽ چونڊه، ضلع سيالڪوٽ مان ڪنهن شخص اها شڪايت لکي موڪلي تہ مختيارڪار پنهنجي هڪ فيصلي ۾ ڪشميرين بابت لکيو آهي تہ اهي وڏا فسادي ۽ بهادر آهن. فيصلي مان فسادي جو لفظ مٽائڻ لاءِ انجمن کي ان فيصلي خلاف

اپيل داخل ڪرڻ گهرجي. اقبال جيڪو ان زماني ۾ صرف محمد اقبال هو، ان تجويز جي خلاف هو. ان بحث ۾ حصو وٺندي چيو تہ مان ان ڳالهہ جي حق ۾ نہ آهيان. دليل ڏيندي چيائين تہ "جيڪا قوم فساد ڪرڻ نہ ٿي ڄاڻي اها بهادر بہ نہ ٿي ٿي سگهي، فساد مان مراد بهادري جو جذبو آهي. جيڪڏهن توهان بهادر ۽ شجاع نہ ٿا سڏرائڻ چاهيو تہ پوءِ پلي ان فيصلي خلاف اپيل داخل ڪيو." سيني سندس ان موقف کي تسليم ڪيو ۽ اپيل داخل ڪرڻ واري تجويز رد ڪري ڇڏيائون. ان وقت اقبال جي عمر شايد 21 يا 22 سالن کان وڌيڪ نہ هئي.

اقبال ٻئي يا ٽئين ڪلاس ۾ پڙهندو هو استاد ڪيس پٽيءَ تي لکڻ لاءِ ڪجهہ جملا ڏنا، جن ۾ هڪ لفظ "غلط" بہ آيل هو، اقبال غلط کي "غلت" ڪري لکيو تہ استاد ناراض ٿي چيس تہ "تو هي لفظ غلط لکيو آهي." اقبال جواب ۾ چيو تہ "غلط کي صحيح ڪيئن لکان؟ ا نکي تہ غلط ئي لکبو" ان کي ننڍپڻ جي سادگي سمجهو يا هڪ ذهين شاگرد جي شوخي.

اقبال جي طالب العلميءَ جو واقعو آهي تہ هڪ دفعي هو اسڪول ۾ دير سان پهتو. استاد چيس: "اقبال! تون دير سان ڇو آيو آهين؟" اقبال جواب ۾ چيو: "سائين! اقبال (عروج ۽ بلندي) دير سان ئي ايندو آهي."

# اقبال جون دعائون

عقل داوی ہم جنونے دہ مرا۔

علامہ اقبال هن شعر ۾ دعا ڪئي آهي تہ اي خدا! مون کي اهو ذهن ڏيکار، جنهن ۾ شين جي حقيقت کلي ڪري روشن ٿيندي آهي ۽ ڪائنات جي تسخير جي راهہ انسان تي کلي پوندي آهي ۽ مون کي هن بي سوز ۽ ڪاهل دنيا جي عذاب کان آزاد ڪر. هن جمود ۽ بي خبر دنيا مان ڪڍ، جنهن ۾ هي افڪار جو تماشو گهر ٻڻجي وئي آهي. جتي علم، نفسي ڪيفيت ۽ اخلاقي ترقيءَ کان خالي آهي، جتي ماڻهن ۾ اندروني جذبو ناهي. جتي ماڻهن جو جذبو بيدار ناهي، جتي ماڻهن ۾ عشق ۽ جدوجهد جو جذبو ناهي، هتي ماڻهو پنهنجين عادتن جا غلام آهن، بد اخلاقين جي تابع آهن ۽ حرص ۾ قاتل آهن. انهن سيني جي زندگي جانورن کان وڌيڪ اهميت نٿي رکي. اي الله! مون کي هن بي نور زندگي کان آزاد ڪر. جيڪڏهن اوهان غور ڪندا تہ اوهان تي شعر جي حقيقت کلندي. علامہ جي زماني ۾ بہ اهو حال هو ۽ هاڻي بہ ماڻهو، مغربي علم ۽ مغربي ترقي کان گهڻو مرعوب ٿي ويندا آهن. انهن جو مقصد رڳو مغربي تعليم ۽ ترقي جو حصول ٿي ويندو آهي. اها تقليدي زندگي ئي اصل ۾ ايشيا جي لاءِ سڀ کان وڏي رڪاوٽ رهي آهي. علامہ پنهنجي زندگي ان تبليغ لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي تہ مغربي علم و فضل جي فضيلت مسلم، پر سڀ نتيجا جيڪي مغرب اخذ ڪيا آهن اسان کي هو بهو انهن کي قبول نہ ڪرڻ گهرجي يعني انهن جي مڪمل اتباع بجاءِ پنهنجي ايجاد، اختراع ۽ تخليق کان ڪم وٺڻ کپي. اسان کي فڪرِ خلاق ۽ فڪرِ مستعار ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. اسان کي پنهنجي اجتهاد سان گڏ اڳتي وڌڻ گهرجي ۽ تقليد جي سيني بندن کي ڇڇي پنهنجي دنيا پاڻ پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ ان لاءِ سخت جدوجهد ۽ عشق جي ضرورت آهي ۽ اها آزادي اندرين جذبي ڪانسواءِ ۽ شعورِ ذات جي عرفان کان بغير

حاصل نٿي ٿي سگھي.

اے خدا روزے کن آں روزے مرا
وارہان زین روز بے سوزے مرا

"اي خدا! مون کي اهو ڏينهن نصيب ڪر ۽ هن بي سوز زندگي کان آزاد ڪر."

علامہ اقبال جي هيءَ دعا حقيقت ۾ ڪل امت مسلمہ بلڪ بني نوع انسان جي آرزو آهي. جيڪڏهن هو حقيقت کان آگاهہ آهي ۽ انجي خودي بيدار ٿي چڪي آهي تہ هو مري مٽي پنهنجي پوري جدوجهد سان بقاءَ حيات جي ڪوشش ڪندو ۽ انسان جي بقا جو راز ان ۾ لڪل آهي تہ هو سوزِعشق پيدا ڪري.

هيءَ جانورن ۽ پکين جي دنيا، جنهن ۾ انسان بہ اهڙي طرح زندگي گذاري رهيو آهي جو هڪ شخص ٻئي جو دشمن آهي. هڪ خطو، هڪ قبيلو، هڪ ملڪ ۽ هڪ نسل ٻئي جو دشمن آهي. سيني پوين حادثن ۽واقعن جي تاريخ تي نظر وجهي ڏسو ۽ عصرِ جديد جي سياسي، اجتماعي ۽ ثقافتي حالت جو بہ جائزو وٺو ۽ خاص طورتي مسلم ملڪن جو مطالعو ڪيو تہ دل سڙي رک ٿي ويندي آهي. انسان کي چا ٿي ويو آهي جو ان ۾ ڦاسي پيو آهي جو انهن کي پنهنجي بقا جو هوش ئي ناهي رهيو. هي ملڪ، هي خطو ۽ هي ماڻهو سڀ فنا ٿيندا وڃن ٿا، ڪتي بہ انهن جو نالو ناهي رهيو. تاريخ عالم ۾ صرف انهن ماڻهن کي بقاءِ دوام حاصل ٿيو آهي جن انسان جي فلاح جي لاءِ پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيو. هي تقريرون، هي سياست، هي علمي ۽ فلسفيانہ افڪار سيئي بي معنيٰ آهن. جيڪڏهن اهي سيئي عشق ۽ لگن کان خالي آهن. انسان جي ڪاميابي ۽ بقاءِ دوام جو راز عاشقانہ جدوجهد ۾ آهي.

پیکر فرسودہ را دیگر تراش
امتحانِ خویش کن موجود باش

ان کان پوءِ اقبال الله تعاليٰ کان پناهہ گھري آهي، رحم جي درخواست ڪئي آهي ۽ چيو اٿس تہ تون ٿي هن انسان کي سڄي دنيا جو برگزيده بنايو، سڄي دنيا قبضي ۾ ڏني ۽ سڄي ڪائنات جو انکي علم ڏنو ۽ هاڻي ان کي ڇڏي ڏنو. اڄ اهو انتهائي تاريڪيءَ ۾ آهي، اي خدايا! تون ان کي وري نواز، تنهنجي رحمت اڻ ڪٽ آهي، جيڪڏهن ٿوري مهرباني

ڪندين ته تنهنجي رحمت جي خزاني ۾ ڪمي نه ايندي، اسان صرف تنهنجا عبادت گذار ۽ تنهنجا ئي ٻانها آهيون.

آيۂ تسخیر اندر شانِ کیست
این سپہر نیلگوں حیرانِ کیست

"قرآن شريف ۾ تسخير جي آيت ڪنهن جي شان ۾ آهي، نيلگون آسمان (زمانه) ڪنهن جي عظمت کان حيران رهيو."

رازدانِ علم الاسماء کہ بود
مست آں ساقی و آں صہبا کہ بود
روے تو ایمانِ من قرآنِ من
جلوہ داری اے دریغ از جانِ من

"اي الله! تون ئي منهنجو ايمان ۽ منهنجو قرآن آهين. منهنجي روح کي تون پنهنجي نور کان روڪي ڇڏيو."

از زبانِ صد شعاعِ آفتاب
کم نمی گردد متاعِ آفتاب

علامه اقبال هن دعا ۾ انسان جي ان عظمت ۽ رتبي جو ذڪر ڪري، اها عبرت به ڏياري آهي ته انسان ان وقت مڪرم و محترم ۽ ڪامياب ٿيندو، جڏهن هو جدوجهد ڪري بهتر کان بهتر جي تلاش ۾ رب تائين رسائي حاصل ڪندو. اهڙيءَ طرح جدوجهد ڪرڻ وارو ئي زنده ۽ پائينده رهندو.

انسان کي سڄي ڪائنات ۾ بلند رتبو ان وقت ئي ملي سگهي ٿو جڏهن سندس نظر سڄي ڪائنات تائين ڦهليل هوندي ۽ مقاميت تائين محدود نه هوندي. اقبال چوي ٿو، انسان هتي مسافر آهي جيڪڏهن هو ويهي رهيو ۽ جدوجهد ڇڏي ڏنائين ته پستي ۾ هليو ويندو، ترقي نه ڪري سگهندو، مسلسل جدوجهد ۽ لڳاتار پرواز ئي انسان کي زنده ٻڌائي سگهي ٿي.

اے مسافر جاں بمیرد از مقام
زندہ تر گردد ز پروازِ مدام

"اي مسافر! مقام حاصل ڪرڻ سان روح مري ويندو آهي. مسلسل جدوجهد ۽ پرواز سان زندگي وڌندي آهي." ڏسو چنڊ ڇا آهي؟ هڪ "زمين مرده" ان ۾ ڪوئي انقلاب، ڪوئي زلزلو ۽ زندگي جو ڪوئي آثار نه آهي."

میرے ذکر و فکر کا حاصل ہے تو
علم و عرفاں کی مری منزل ہے تو

اقبال دعا ۾ مصروف آهي مسلسل جدوجهد ڪري ٿو، نظم و نثر ۾ مطلب تہ هر طرح امت مسلمہ جي بيداري جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.

گرچہ از خامم نزوید جز کلام
حرف مجبوری نمی گردد تمام
زیر گردوں خویش رایابم غریب
ز آنسوے گردوں بگو انی قریب

"جيتوڻيڪ مان مسلسل لکي رهيو آهيان، پر هجر جي ڳالهہ پوري ناهي ٿيندي. آسمان هيٺ پاڻ کي اجنبي پانيان ٿو، مان غريب آهيان. مان اڪيلو آهيان ۽ مان سوز دل جي تپش ۾ آهيان، ڪوئي منهنجو همراز ۽ همسفر ناهي. اي نور آفتاب تنهنجي قربت گهرجي، قبوليت جا دروازا کولي ڇڏ." هو دعا ڪري ٿو تہ خدا ڪري هي نوجوان منهنجون ڳالهيون سمجهن، هڪ نئين ولولي ۽ جوش سان گڏ متحد ٿين.

نوجوانوں کے لیے میرا بیاں آسان کردے
ان کے لیے میرے افکار عام فہم کردے

تہ جيئن اهي نوجوان پنهنجين پنهنجين صلاحيتن کي انسانيت جي ڀلائيءَ لاءِ استعمال ڪري سگهن.

اختر راهي / ڪيڊٽ اويس احمد ڏاريجو

# اقبال افغانستان ۾

1933ع ۾ افغانستان جي بادشاهه نادر شاهه ڪجهه مذهبي ۽ تعليمي معاملن متعلق مغوري لاءِ برصغير جي ٽن دانشورن علامه اقبال، راس مسعود ۽ سيد سليمان ندوي کي افغانستان اچڻ جي دعوت ڏني. علامه اقبال ذريعي راس مسعود ۽ سيد سليمان ندوي کي خبر پهتي ته قونصل جنرل جي اها خواهش آهي ته اهي ٽئي بزرگ 13 آڪٽومبر 1933ع جي "جشنِ استقلال" جي موقعي تي ڪابل اچن. مگر ايترو جلدي پاسپورٽ جو ملڻ ناممڪن هو ۽ جيستائين پاسپورٽ جو مسئلو حل نه ٿي تيو روانگي جي پڪي تاريخ جو طئه ٿيڻ مشڪل هو. تنهنڪري جڏهن 14 آڪٽومبر 1933ع تي علامه اقبال ۽ راس مسعود کي پاسپورٽ ملي ويو ته انهن 20 آڪٽومبر تي لاهور کان ۽ 21 آڪٽومبر تي پشاور کان روانگي جو پروگرام ناهيو. علامه ۽ راس مسعود ان پروگرام مطابق لاهور کان پشاور روانا ٿيا ۽ سفر شروع ڪيائون. رات "ڊين هوٽل" ۾ گذاريائون. اهو هوٽل پشاور ڇانوٽي جي بلڪل ويجهو آهي. سيد سليمان ندوي جي پاسپورٽ ملڻ ۾ دير ٿي، تنهن ڪري هو پشاور ۾ به پنهنجن ساٿين سان نه ملي سگهيو. آخر 23 آڪٽومبر تي هو لکنو کان ۽ 25 آڪٽومبر تي پشاور کان روانو ٿيو. علامه اقبال ان سفر تي رواني ٿيڻ کان اڳ هيٺيون اخباري بيان ڏنو:

"تعليم يافته افغانستان، هندوستان جو بهترين دوست آهي. ڪابل ۾ هڪ نئين يونيورسٽي جو قيام ۽ هندوستان جي اتر اولهه علائقي ۾ اسلاميا ڪاليج پشاور کي هڪ ئي يونيورسٽي ۾ تبديل ڪرڻ جي اسڪيم هندوستان ۽ افغانستان جي درمياني علائقي ۾

رهڻ وارن افغان قبيلن جي سڌارڻ ۾ تمام گهڻو ڪردار ادا ڪندي. شاهِ افغانستان اسان کي انهيءَ ڪري دعوت ڏني آهي تہ اسان اتان جي وزيرِ تعليم کي ڪابل ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ بابت مشورا ڏيون. اعليٰ حضرت جي دعوت کي قبول ڪرڻ اسان پنهنجو فرض سمجهيو. ڪابل مان شايع ٿيندڙ مختلف اخبارن مان معلوم ٿيندو آهي تہ اتان جو نوجوان طبقو نئين علم جي حاصل ڪرڻ ۽ انهن کي پنهنجي مذهب ۽ تمدن جي سانچي ۾ پرتڻ جو بيحد خواهشمند آهي. افغانستان جا ماڻهو گهڻا خوش مزاج ٿيندا آهن ۽ هڪ هندوستاني هجڻ جي ناتي سان اسان جو فرض آهي تہ اسان انهن جي وڌ کان وڌ مدد ڪريون ۽ اها ڳالهہ هاڻي بلڪل واضح آهي تہ افغانين ۾ هڪ نئين بيداري پيدا ٿي رهي آهي ۽ اسان کي اميد آهي تہ هندوستان جي تعليمي تجربي جي روشنيءَ ۾ اسان انهن کي تعليمي مسئلن ۾ فائديمند مشورا ڏئي سگهنداسين."

علامہ ۽ راس مسعود 23 آڪٽومبر تي ڪابل پهتا تہ سندن رهڻ جو بندوبست ڪابل شهر جي نئين حصي "دارالامان" جي شاهي مهمان خاني ۾ ڪيو ويو. 26 آڪٽوبر تي رات جو 8 بجي سيد سليمان ندوي بہ اچي پنهنجي ساٿين سان مليو. راس مسعود سان گڏ پروفسير هادي حسن بطور سيڪريٽري آيو هو. هادي حسن نواب محسن الملڪ مرحوم جو پاٽيٽو هيو ۽ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهہ ۾ سائنس جو استاد هو.

## نادر شاهہ سان ملاقات:

سيد سليمان ندوي جي افغانستان پهچڻ ۽ دوستن ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ ۾ اتي تعليمي پلاٽي لاءِ چند اجلاس ٿي چڪا هئا، جن ۾ افغانستان حڪومت جي ڪجهہ اهم ماڻهن شرڪت ڪئي ۽ انهن اجلاسن جي ڪاروائي راس مسعود نوٽ ڪئي. ان کان علاوه علامہ ۽ راس مسعود جي ملاقت نادر شاهہ سان ٿي، ان ملاقات جي باري ۾ ڊاڪٽر ظهيرالدين لکي ٿو تہ:

"پهرين ملاقات ۾ مغرب جي نماز جي موقعي تي نادر شاهہ، اقبال کي امامت جي درخواست ڪئي. اقبال چيو تہ: نادر مان پنهنجي عمر ڪنهن عادل بادشاهہ جي اقتدا ۾ نماز پڙهڻ جي تمنا ۾ گذاري ڇڏي آهي. اڄ جڏهن خدا فقير جي ان مراد کي پوري ڪرڻ جا سبب مهيا ڪيا آهن تہ

ڇا توهان مون کي ان نعمت کان محروم ڪرڻ چاهيندؤ؟ اڄ مان تنهنجي اقتدا ۾ نماز پڙهندس، امامت توکي ڪرڻي پوندي.“

## رات جي مانيءَ ۾ شرڪت:

26 آڪٽوبر تي سردار هاشم خان صدرِاعظم مهمانن جي اعزاز ۾ رات جي ماني جو اهتمام ڪيو. ان موقعي تي حڪومتي ماڻهو ۽ فوجي آفيسر به شامل ٿيا. سردار هاشم خان سان مهمانن جو تعارف سردار فيض محمد خان وزيرِ خارجه ڪرايو. ان کا نپوءِ سردار هاشم خان مهمانن کي وٺي ماني جي ڪمري ڏانهن ويو. ماني ميزن تي لڳل هئي ۽ هر شيءِ يورپي طريقي مطابق موجود هئي. ماني کائڻ ۽ کارائڻ جو طريقو ۽ ملازمن جو اندازِ سلوڪ هرشيءَ يورپ جي جديد تمدن مطابق هئي.

ماني جي ميز تي خيالن جي ڏي وٺ به ٿي. سيد سليمان ندوي افغانستان ۾ اشاعتِ اسلام جي باري ۾ گفتگو ڪئي. راس مسعود پنهنجي جاپان جي سفر جا پر لطف ۽ سچا واقعا بيان ڪيا ۽ علامه اقبال فلسفي ۽سياست جي بعض نڪتن کي آسان ۽ سادن لفظن ۾ بيان ڪيو.

27 آڪٽوبر تي جمعي جو ڏينهن هو، نادر شاهه شهر جي مسجدن ۾ واري واري سان نماز ادا ڪندو هو. ان ڏينهن شهر جي سڀ کان وڏي مسجد ”پل خشتي“ ۾ نماز پڙهڻ جو وارو هو. ته علامه پنهنجي ساٿين سان گڏ نماز ادا ڪرڻ مسجد پل خشتي ويو. مسجد ۾ بادشاهه جي لاءِ خاص جڳهه مقرر ڪيل هئي ۽ مهمانن کي به ان جاءِ تي ويهاريو ويو. جمعي نماز کانپوءِ واپسي تي علامه ۽ سيد صاحب سان گڏ، هڪ ذميوار ماڻهو به گڏ هو، ان سان چيني ترڪستان جي واقعن جي نسبت سان گفتگو ٿي. علامه گفتگو دوران فرمايو ته:

”يورپ پنهنجي ان ترقي ۾ پنهنجو سڄو زور بحري طاقت تي صرف ڪيو ۽ هر قسم جي تجارت، آمد و رفت ۽ سير وسياحت جا رستا دريائي رکيا ۽ پنهنجن انهن ٿي جهازن ذريعي اوير کي اولهه سان ملايو. پر هاڻي اهو نظر اچي رهيو آهي ته انهن بحري رستن جي اهميت جلد فنا ٿي ويندي ۽ هاڻي وچ اوير جو رستو اوير ۽ اولهه کي ملائيندو ۽ پاڻي واري رستي بجاءِ خشڪي جا رستا اهميت حاصل ڪندا. تجارتي قافلا هاڻي

گاڏين، لارين، هوائي جهازن ۽ ريلن جي ذريعي اوپر ۽ اولهہ ۾ ايندا ويندا ۽ جڏهن تہ اهو پورو رستو اسلامي ملڪن کان ئي گذرندو. ان انقلاب سان انهن اسلامي ملڪن ۾ عظيم اقتصادي ۽ سياسي انقلاب رونما ٿيندو.

## نورالمشائخ سان ملاقات:

افغانستان جي سياست ۾ شروع کان ئي عالمن جو خاصو عمل دخل رهيو آهي ۽ عالمن ۾ مجددي سلسلي جي روحاني پيشوا ملا شور بازار نورالمشائخ جو مرتبو سڀ کان بلند هو. "نورالمشائخ" جو اصل نالو فضل عمر هيو، ان جي مريدن جو تعداد ان وقت لکن ۾ هو. 1918ع جي جنگِ افغانستان ۾ هو جنرل نادر خان سان گڏ هو ۽ انهيءَ سبب قبائلي مسلمانن جا ڪيترائي ٽولا لشڪر ۾ شريڪ ٿيا هئا. نندي ڪنڌ ۾ بہ سندس چڱا مريد هئا. جڏهن امان الله خان اصلاحات ۾ حد کان تجاوز ڪيو هو تہ ان کان نارض ٿي هو پاڪستان بہ آيو هو. نادر خان جي ڪاميابيءَ تي واپس وطن ويو، حڪومت کيس پليڪار ڪيو ۽ وزيرِ عدالت مقرر ڪيو. ڪجهہ وقت تائين وزيرِ عدالت طور ڪم سرانجام ڏنائين مگر ان عهدي کي پنهنجي درويشي ۽ ارشاد جي طريقي جي خلاف سمجهي عهدي کان مستعفي ٿي ويو.

علامہ اقبال نورالمشائخ سان، سندس قيام گاهہ تي ملاقات ڪئي، هو اقبال سان لاهور ۾ بہ ملي چڪو هو. سيد صاحب جي گفتگو ڪانپوءِ انهن اجازت ورتي.

## هندوستاني پارٽي:

افغانستان ۾ رهندڙ نندي ڪنڌ جي ماڻهن پنهنجي وطن جي دانشورن جي اعزار ۾ ماني جو انتظام ڪيو. الله نواز خان وٽ دعوت جو اهتمام هو. ميزبانن ۾ سردار فيض محمد وزيرِخارجہ مولانا سيف الرحمان، مولانا محمد ميان ۽ مولانا محمد بشير نمايان هئا.

دعوت هڪ باغ ۾ رکيل هئي، چانهن پيئڻ کان فارغ ٿي مهمانن ۽ ميزبانن جو گروپ فوٽو ورتو ويو. ان کانپوءِ مولانا محمد مهمانن کي خوش آمديد چيو. بعد ۾ انهن دانشورن کين افغانستان گهرائڻ تي حڪومت جو شڪريو ادا ڪيو. مهمانن جي طرفان سيد سلمان ندوي جوابي تقرير ڪئي، علامہ بہ مختصر خطاب ڪيو. سيد سليمان ندوي ڪابل ۾ بہ

تي ڏينهن رهي پشاور جي رستي ڪان واپس اچڻ چاهيو مگر علامہ اقبال ڪي غزنين جي سرزمين ڏسڻ جو شوق هو، انهيءَ ڪري سندن واپسي غزنين، قنڌار ۽ چمن جي رستي ڪان ٿي.

## صدرِاعظم سان ملاقات:

ٻئي ڏينهن سردار محمد هاشم مهمانن سان ملاقات لاءِ سندن قيام گاهہ تي آيو، دير تائين سندس گفتگو مهمانن سان ٿيندي رهي. راس مسعود ملڪ ۾ معدنيات جي ترقي ۽ رستن جي ترقي تي زور ڏنو ۽ چيو "معدنيات مان مقصد هيرن ۽ جواهرن جي ڪاٽين جي دريافت نہ آهي انهن شين جي قيمت هاٿي اڳ واري نہ رهي آهي، بلڪہ سندس مقصد مختلف ڌاتن ۽ خاص ڪري پيٽروليم جي دريافت ۽ جستجو متعلق آهي، جنهن جو گهڻو مقدار انهن پهاڙن ۽ وادين اندر معلوم ٿئي ٿو."

سردار محمد هاشم ترقياتي پروگرام تي روشني وڌي. علامہ بہ رستن جي تعمير تي زور ڏنو ۽ مستقبل ۾ وچ اوڀر ۽ افغانستان جي جاگرافيائي اهميت واضح ڪئي، جنهن ڪانپوءِ اتان روانو ٿيو.

## وزيرِ جنگ جي چانهہ جي دعوت:

چئين وڳي شام وزيرِ جنگ شاهہ محمود خان وٽ چانهہ جي دعوت هئي، جنهن ۾ مختلف ماڻهن شرڪت ڪئي، ستين وڳي تائين ان دعوت ۾ وقت گذاريو ۽ افغانستان جي معاملن تي گفتگو ڪئي وئي.

## ادبي انجمن جي دعوت:

ساڍي ستين وڳي رات جو ادبي انجمن ڪابل جي طرفان دعوت هئي ۽ ڪابل هوٽل ۾ انجمن سان تعلق رکندڙ اديب جمع ٿيا هئا. شهزادو علي احمد خان دراني جيڪو اسلاميہ ڪاليج جو تعليم يافتہ ۽ افغانستان سيڪريٽريٽ جو هڪ معزز عهديدار هو، ان انجمن جو سيڪريٽري ۽ روح روان پڻ هو. انجمن جي صدر مهمانن ڪي پليڪار فارسي زبان ۾ چيو، پنهنجي تقرير ۾ مهمانن جي اچڻ تي هن خوشيءَ جو اظهار ڪيو، علامہ جي علمي خدمتن جو تذڪرو ڪندي هن چيو تہ:

"حضرت اقبال جي قيمتي لکڻين مان اخلاق، عمل، اجتماع، جذبات، شوق، دوستي، احساس ۽ اسلام پرستي نمايان آهي. سندن

تحريرون جڻ مرده جسمن ۾ روح ڦوڪي ڇڏيو آهي."

ان ڪانپوءِ پروفيسر هادي حسن، راس مسعود ۽ علامہ سيد سليمان ندوي تقريرون ڪيون. سڀ کان آخر ۾ ڊاڪٽر صاحب تقرير ڪئي، جيڪا ان موقعي تي گهٽي اثر انداز ثابت ٿي ڊاڪٽر صاحب چيو تہ:

"جڏهن تہ سر راس مسعود ۽ سليمان ندوي جي تقريرن ڪانپوءِ ڪابہ اهڙي شيءِ باقي نہ رهي آهي، جنهن کي مان بيان ڪيان، ليڪن ادبي انجمن ڪابل جا ميمبر مون کان بہ توقع رکندا هوندا تہ پليڪار جي جواب ۾ مان بہ ڪجهہ چوان. مان انجمن جو وڏو ٿورائتو آهيان تہ ان منهنجي متعلق نظم ۽ نثر ۾ تمام سٺن خيالن ۽ احساسن سان ڀريل جذبات ظاهر ڪيا آهن.

مان بہ خواهش رکان ٿو تہ انجمن جي نوجوان ڪارڪنن سان ڪجهہ شيئر ڪيان. منهنجو عقيدو آهي تہ آرٽ يعني ادبيات يا شاعري يا مصوري يا موسيقي يا معماري انهن مان هر هڪ نئين زندگيءَ جي معاون ۽ خدمتگار آهي. ان بنياد تي مان آرٽ کي ايجاد ۽ نئين ڳالهہ سمجهان ٿو نہ ڪو تفريح لاءِ ڪو اوزار. شاعر قوم جي زندگي جي بنياد کي آباد بہ ڪري سگهي ٿو ۽ برباد بہ. هن وقت جڏهن تہ حڪومت ڪوشش ڪري رهي آهي تہ موجوده زماني ۾ افغانستان جي تاريخ زندگيءَ جي هڪ نئين ميدان ۾ داخل ٿئي تہ ان ملڪ جي شاعرن تي لازم آهي تہ اهي نوجوان قوم جا سچا رهنما ثابت ٿين ۽ زندگيءَ جي عظمت ۽ بزرگيءَ جي بجاءِ موت کي زياده وڏائي پيش نہ ڪن ڇاڪاڻ تہ جڏهن آرٽ موت جو نقشو ڪيندو آهي ۽ انکي وڏائي چڙهائي پيش ڪندو آهي تہ ان وقت هو سخت خوفناڪ ۽ برباد ڪندڙ ٿي وڃي ٿو ۽ جيڪو فن حسن جي قوت کان خالي هجي اهو صرف موت جو پيغام آهي.

مان چاهيان ٿو تہ توهان جو ڌيان هڪ مرڪزي نقطي ڏانهن ڇڪايان. حيات نبي ﷺ جي واقعن مان هڪ واقعو آهي تہ "هڪ دفعي حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ عرب جي مشهور شاعر امرا القيس جا ڪجهہ شعر پڙهيا ويا. پاڻ سڳورن ﷺ جن اهي شعر ٻڌي امرا القيس لاءِ فرمايو تہ: هو سڀني شاعرن کان سٺو شاعر آهي ۽ انهن کي دوزخ ڏانهن وٺي ويندڙ رستي ڏانهن انهن جو سردار آهي."

ان ارشاد مان سراسر واضح آهي تہ شعر جو ڪمال ڪنهن وقت

مائٽن تي برا اثر بہ وجهندو آهي. ڪنهن قوم جي زندگي جون اهم شيون صرف شڪل ۽ صورت نہ آهن. بلڪ جيڪا شيءِ حقيقتا قوم جي زندگي سان تعلق رکندي آهي اها آهي تخليق، جنهن کي شاعر قوم جي اڳيان پيش ڪندو آهي ۽ اهي بلند نظريا آهن جن کي هو پنهنجي قوم ۾ پيدا ڪرڻ چاهيندو آهي. قومون شاعرن جي حمايت سان پيدا ٿينديون آهن ۽ سياست دانن جي طاقت حاصل ڪري مري وينديون آهن. بس منهنجي خواهش آهي تہ افغانستان جا شاعر ۽ اديب پنهنجي هم عصرن ۾ اهڙو روح ڦوڪن، جنهن سان اهي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي سگهن. جيڪا قوم ترقي جي رستي تي هلي رهي آهي، ان جي ترقي خاص تربيت سان وابستہ هوندي آهي. بس انهي انجمن جو ڪم اهو آهي تہ نوجوانن جي عادتن کي ادبيات جي ذريعي سان ڪا شڪل ڏئي ۽ انهن کي اهڙي روحاني صحت ڏين جو آخر اهي پنهنجي خوديءَ کي حاصل ڪري سگهن.

مان هڪ ٻيو نڪتو بہ چوڻ گهران ٿو. مسوليني هڪ سنو نظريو قائم ڪيو آهي تہ اٽليءَ کي گهرجي تہ نجات حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ڪروڙ پتي کي پيدا ڪري جيڪو هن ملڪ کي اينگلو سيڪسن (An-glosaxon) قومن جي قرضن کان نجات ڏياري سگهي يا ڪنهن ٻئي ڊانٽي (Dante) کي پيدا ڪري جيڪو نئين جنت پيش ڪري يا ڪنهن نئين ڪولمبس کي پيدا ڪري، جيڪو هڪ نئين کنڊ جي ڳولا ڪري. جيڪڏهن توهان مون کان دريافت ڪندو تہ افغانستان کي بہ اهڙي مرد جي ضرورت آهي جيڪو هن ملڪ کي قبائلي زندگي مان ڪڍي نئين زندگي سان آشنا ڪري تہ مون کي خوشي آهي تہ افغانستان کي اهو مرد ڪامل ملي ويو آهي، جنهن لاءِ گهڻي عرصي کان هو انتظار ڪري رهيا هئا مون کي يقين آهي تہ اعليٰ حضرت نادر شاهہ کي ان لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي تہ هو افغانستان کي ايشيا ۾ هڪ نئين قوم بڻائي دنيا سان متعارف ڪرائي. هن ملڪ جي نوجوانن کي گهرجي تہ ان بزرگ رهنما کي پنهنجي تعليم ۽ تربيت جو استاد سمجهن. چاڪاڻ تہ ان جي زندگي، ايثار، اخلاص ۽ پنهنجي ملڪ سان سچائي ۽ اسلام سان عشق ۽ محبت سان ڀريل آهي."

انهن ڳالهين ڪانپوءِ ماني ڪاڌي وڃي ڪجهہ دير تائين خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي رهي. علامہ کي پنهنجو پسنديده حقو بہ سفر ۾ گڏ هو. علامہ

گفتگو سان گڏ حقو بہ پيئندو رهيو.رات ڏهين بجي واپس پنهنجي جڳهہ تي آيا.

29 آڪٽومبر تي سردار احمد خان وزير دربار جي دعوت تي شام جو ٽين بجي يغان پهچڻو هو ۽ علامہ کي نادرشاهہ سان آخري ملاقات بہ ڪرڻي هئي، ان لاءِ يغان وڃڻ جو پروگرام ملتوي ڪيو ويو، ان ڪانپوءِ ٻئي شام جو سردار فيض محمد خان سان گڏ نادر شاهہ سان ملڻ سندس رهائش گاهہ "دلڪشا" ويا.

رات جو مختلف ماڻهو مهمانن سان ملاقات لاءِ آيا هئا، مولوي محمد بشير صاحب صدر جمعيت مجاهدين ۽ مولانا ميان منشي مير شمس الدين جو پٽ ميان رحمت الله همايون انهن ۾ نمايان هو.

30 آڪٽومبر تي صبح جو اٺين بجي غزنين لاءِ روانا ٿياسين، افغانستان جي حڪومت مهمانن جي سهولتِ سفر لاءِ سٺو انتظام ڪيو هو، قيام گاهہ وارن جڳهن تي اڳواٽ ئي پيغام موڪليا ويا هئا ۽ بطور ميزبان سرور خان انهن سان گڏ هو، سواري ۽ سامان کڻڻ لاءِ بہ ڪارون ۽ ہہ لاريون بہ انهن سان گڏ هيون. هڪ ڪار ۾ علامہ، سيد صاحب ۽ بيرسٽر غلام رسول هئا ۽ ٻي ڪار ۾ پروفيسر هادي حسن، سرور خان ۽ عبدالمجيد هئا. هڪ لاري کائڻ جي سامان، کاڌو پچائڻ وارن ۽ کاڌو کارائڻ وارن ملازمن لاءِ هئي ۽ ٻيءَ لاري تي مهمانن جو سامان رکيل هو. ان قافلي جي اعزاز ۽ حفاظت خاطر ڏهن ٻارهن سپاهين جو دستو بہ ان سان گڏ هو.

غزنين ڪابل کان ٻيا سي ميل پري آهي، گاڏيون وادين ۽ جبلن جي لاهين چاڙهين کان ٿينديون هڪ بجي غزنين پهتيون. مهمانن سڀ کان پهريان بازار جو سير ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي قيام گاهہ تي اچي ماني کاڌائون.

غزنين جي آثار قديمہ جي سير لاءِ ميزبان سرور خان هڪ پير مرد، ملا قربان کي گهرايو، اهو ماڻهو نوي سالن جي عمر جو هو ۽ غزنين جي ڪنڊ ڪڙڇ کان آگاهہ هو.

موجوده شهر کان ڪيئي ميل پري پراڻي شهر جا نشان آهن، جيڪو سلاطينِ غزنين جو تخت گاهہ هيو. ان جڳهہ جي مخالف طرف شهر جي ٻئي پاسي پراڻو قبرستان هو، علامہ کي حڪيم سنائيءَ جي مزار تي

حاضر ٿيڻ جو شوق هو، ان لاءِ سڀ ڪا پهريان مهمان خاني کان پنڌ مزار تي ويا ۽ مسنون دعائون گهريائون. اتي سڀئي ڏسندڙ متاثر ٿيا. سڀ کان وڌيڪ اثر علامہ تي پيو هو جو حڪيم جي سيراندي کان ويٺو رهيو ۽ بي اختيارتي ويو ۽ دير تائين زور زور سان روئيندو رهيو.

پيو چشم ديد گواهہ سرور هو، هو لکي ٿو "حڪيم سنائيءَ جي قبر تي علامہ ايترو تہ رنو جو اتي پٿر بہ ميڻ ٿي ويا"! اتان فارغ ٿي سلطان محمود جي مزار تي فاتح پڙهڻ لاءِ قافلو روانو ٿيو، سرور جي روايت موجب "سلطان محمود جي روضي جي آستاني ۾ داخل ٿيندي ئي علامہ پنهنجو سر احترام کان نوائي ڇڏيو."

## حضرت علي هجويري (داتا گنج بخش) جي والد جي مزار:

سلطان محمود غزنوي جي مزار کان واپس ٿيندي، علامہ کي لاهور جي مناسبت سان حضرت داتا گنج بخش جي والد بزرگوار جي مزار جي تلاش هئي، جنهن ڪري انهن جي هدايت موجب ملا قربان پراڻن ويرانن ۾ قبر تلاش ڪئي ۽ سڀني ماڻهن مسنون دعائون پڙهي گهر جو رستو ورتو، سروران ڏينهن جي تاثرات کي هيٺين لفظن ۾ بيان ڪري ٿو:

"جڏهن اسان انهن مقدس ۽ پرجلال مقامن تي پهتاسين تہ اسان تہ دعا ۾ مشغول هئاسين، ليڪن شاعرِ اسلام کي اسان ڏٺو تہ هڪ بيجان تصور وانگر بيٺو هو ۽ ڳوڙهن جو دريا ان جي اکين مان وهي رهيو هو. سندس اها حالت ڏسي اسان کان بہ رهيو نہ ٿيو.

31 آڪٽومبر جي صبح جو هو غزنين کان اڳتي روانا ٿيا ۽ يارهين بجي منجهند جو "مقر" پهتا. رستو تمام صاف ۽ هموار هو "مقر" ۾ سرڪاري آفيسرن کي مهمانن جي اچڻ جو اطلاع هو. جيئن ئي گاڏيون اچي بيٺيون گارڊ آف آنر (سلامي) ڏني وئي. هڪ بہ منزلہ عمارت ۾ قيام ۽ طعام جو بندوبست هيو. منجهند جي ماني کائڻ کانپوءِ هڪ بجي انهن قلات جو رخ ڪيو. ٽن ڪلاڪن ۾ قلات غلزئي پهچي ويا. مهمان خانو ڪليل ميدان ۾ واقع هو ۽ آس پاس ڪا بہ آبادي نہ هئي. قلات غزنين کان هڪ هزار فوٽ ۽ ڪابل کان بہ هزار فوٽ بلند آهي ان لاءِ قدرتي طور، اتي سردي وڌيڪ آهي، رات قلات جي مهمان خاني ۾ گذاري پهرين نومبر تي صبح جو سوير سمورا ماڻهو اٿيا، ناشتو ڪرڻ کانپوءِ انهن

بجي انهن سفر شروع ڪيو، چئن ڪلاڪن ۾ قنڌار پهتا، اتي شاهي قيام گاهہ ۾ رهڻ جو پروگرام هو.

## عبدالحئي خان سان ملاقات:

مهمانن جي اچڻ تي شهر جا ڪيئي معزز ماڻهو انهن سان ملڻ لاءِ آيا، جن ۾ وزارتِ خارجہ افانستان جو نمائندو، جيڪو قنڌار ۾ متعين هو ۽ ان سان گڏ اتان جي ادبي انجمن جو سرپرست عبدالحئي خان بہ شامل هو. عبدالحئي خان هڪ پشتو رسالي "طلوعِ افغان" جو ايڊيٽر بہ هو. هو ڪجهہ عرصو ڪراچي ۾ بہ رهيو هو ان ڪري اردو سني ڳالهائي رهيو هو. سندس ادبي انجمن ۽ رسالي "طلوعِ افغان" پشتو زبان کي سرڪاري ۽ تعليمي زبان بنائڻ جي تحريڪ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هيو. ان اچڻ سان ئي علامہ اقبال سان اها گفتگو شروع ڪئي. علامہ جن جواب ۾ زبانن جي نشونما ۽ ترقيءَ تي اصولي بحث ڪيو ۽ ان ڳالهہ تي زور ڏنو تہ زبان هڪ قوم جي مختلف ماڻهن جي وچ ۾ رابطي جو سڀ کان ضروري ۽ موثر ذريعو آهي ۽ اگر ان تحريڪ سان قوم جي ماڻهن ۾ اتحاد جي بجاءِ اختلاف پيدا ٿيڻ جو انديشو هجي تہ اهو رابطي جو پيغام هجڻ جي بجاءِ اختلافن ۽ تلخين جو ترانہ جنگ آهي، جنهن کان افغان قوم کي موجوده مقام تي تمام گهڻو بچڻ گهرجي. اجان علامہ عبدالحئي سان ڳالهائي رهيو هو تہ قنڌار جو گورنر آيو، انهن سان بہ ڪجهہ دير گفتگو ٿي.

## زيارتِ خرقہ شريف:

مهمان خاني جي قريب ئي خرقہ شريف جي زيارت ۽ احمد شاھ دراني جو مقبرو هو. انهن جڳهن جي زيارت لاءِ علامہ ۽ ٻيا ان طرف پنڌ روانا ٿيا. البتہ واپسيءَ تي گاڏين کي مقبري تي پهچڻ جو حڪم ڏنو ويو هو. پهرين خرقہ شريف جي زيارت ڪئي وئي. اهو مشهور آهي تہ اهو حضور ﷺ جن جو ملبوسِ اقدس آهي.

## مقبرهٔ احمد شاھ ابدالي:

خرقہ شريف جي زيارت کانپوءِ "پاڻي پت" جي ٽئين جنگ ۾ افغانستان جي اهم جنرل احمد شاھ ابداليءَ جي مقبري تي مسنون دعائون پڙهي رستي تي آيا تہ اتي گاڏيون موجود هيون. اتان قنڌار جي سڀ کان خوبصورت ۽ دلڪش قدرتي منظر ارغنداب جي سير لاءِ روانا ٿيا.

## ارغنداب:

ارغنداب جو سير ڪندي بابا ولي قنڌاريءَ جي مزار تي دعا پڙهي، واپسي تي "چهل زينہ" ويا. هيءَ هڪ پهاڙي آهي، جنهن تي بابر پنهنجي هندستان جي فتوحات جو ڪتبو لڳرايو هو. پهاڙيءَ جا دامن ڪان مٿي تائين پٿر ڪٽي، ڏاڪڻ ٺاهي وئي هئي ۽ ان ڏاڪڻ ۾ چاليهہ ڏاڪا آهن، ان لاءِ ان جو نالو "چهل زينہ" پئجي ويو آهي. علامہ پهاڙيءَ تي نہ چڙهيو، البتہ سيد صاحب ۽ پروفيسر هادي بخش جن پنهنجي تاريخي شوق جي ڪري پهاڙي تي چڙهيا.

## خان بهادر سيد صديق حسن سان ملاقات:

راس مسعود کي وطن واپسي جي تمام گهڻي جلدي هئي. هن رات جو اجازت ورتي چمن پهچڻ پٺي گهريو تہ جيئن اتان جلدي علي ڳڙهہ پهچي سگهي.

2 نومبر تي صبح جو 8 بجي چانهہ ۽ ناشتي کان فارغ ٿيا تہ قنڌار جي گورنر مهمانن کي ڪجهہ خشڪ ميوو ۽ قنڌاري ڏاڙهن جا ٻہ ٽوڪرا تحفي طور موڪليا ۽ قافلو هليو. ٻارنهين بجي قلعي جديد پهتا، اها افغانستان جي آخري چوڪي آهي. اتي سرور ۽ ٻين شاهي ملازمن علامہ ۽ ان جي ساٿين کي الوداع چيو.

## چمن:

چمن شهر جي دروازي تي ملسمانن علامہ جو استقبال ڪيو ۽ هڪ ريستوران ۾ چانهہ جو اهتمام ڪيو. شهرين جي خواهش هئي تہ علامہ ۽ سيد صاحب سفر ملتوي ڪري اتان جي مسلمانن اڳيان تقريرون ڪن مگر ٻنهي ڄڻن معذرت ڪئي. ريستوران ۾ مختلف خيالن جا مسلمان جمع ٿي ويا هئا. جيڪي سياست جي مختلف راهن کان آشنا هئا ۽ هادي، علامہ ۽ سيد صاحب کان طرح طرح جا سوال ڪندا رهيا. اتي ئي علامہ جي اسڪول جي زماني جو هڪ هندو دوست. جيڪو چمن ۾ دواخانو هلائيندو هو پڻ ملڻ آيو. چمن کان ريل شروع ٿيندي آهي، پر علامہ ۽ ان جي ساٿين هڪ ڏينهن بچائڻ لاءِ گاڏين ۾ سفر ڪيو. چمن کان ريل صرف هڪ وقت هلندي آهي، اگر ريل جو سفر اختيار ڪيو وڃي ها تہ رات چمن ۾ گذارڻي پئجي ها. تقريبا ڇئين بجي شام جو چمن کان

روانا ٿيا ۽ ڪوئيٽا تائين ٽن ڪلاڪن جو سفر سيد صاحب سان خيالن جي ڏي وٺ ۾ گذريو. سيد صاحب لکي ٿو "عجيب اتفاق ته رستو ته خطرناڪ ۽ ڏکيو هو پر ڊاڪٽر اقبال صاحب روحانيت جي ذاتي مشاهدن، تجربن ۽ هڪ سچي پير جي تلاش تي گفتگو شروع ڪئي، اها گفتگو هر لحاظ کان تمام دلچسپ هئي. ان دور جي مختلف شيخن ۽ بزرگن جي سلسلن جو ذڪر ٿي رهيو هو. ان سلسلي ۾ علامه صاحب پنهنجي زندگيءَ جي آغاز ۽ شاگرديءَ واري دور جو ذڪر ڇيڙيو ۽ پوءِ پنهنجي والد مرحوم جو ذڪر ڪيو. جيڪو پاڻ هڪ صاحب دل صوفي هو ۽ اڪثر ديندار عالمن جي صحبت ۾ رهندو هو. ان سلسلي ۾ اسان کي اهو به معلوم ٿيو ته اسان جي جليل القدر اسلامي شاعر جي ذهن ۾ تبديلي به سندس والد سڳوري جي ذات بابرڪات جي ڪري ئي ٿي. اهڙيءَ طرح علامه پنهنجي والد مرحوم جي زندگيءَ جا يادگار واقعات ٻڌائيندو رهيو."

3 نومبر تي ڪوئيٽا ۾ رات ڊاڪ بنگلي ۾ گذاري، ڏهين بجي صبح جو اسٽيشن تي آيا، ٻارهين بجي گاڏي هلي ۽ ملتان تائين سيد صاحب ۽ علامه جو ساٿ رهيو. علامه ملتان کان لاهور جي گاڏي ۾ ويٺو ۽ ان شام پنهنجي گهر پهتو.

## اخباري بيان:

6نومبر 1933ع تي علامه پنهنجي هم سفرن جي خواهشن تي پنهنجي دوري جي باري ۾ هيٺيون اخباري بيان جاري ڪيو:

"سڀ کان پهريان جيڪا قابل ذڪر شيءَ اسان کي نظر آئي اها اها هئي ته افغانستان ۾ ماڻهن جون جانيون ۽ مال بلڪل محفوظ هئا. اها هڪ اهڙي حڪومت لاءِ بذات خود هڪ وڏي ڪاميابي آهي، جنهن کي صرف ٽن سالن ۾ ملڪ مان عام بغاوت کي ختم ڪرڻو پيو. ٻي ڳالهه جنهن اسان کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. اها اتان جي وزيرن جي نيڪ نيتي ۽ اخلاص آهي جنهن سان اهي پنهنجا فرض انجام ڏئي رهيا هئا. سخت قسم جا پراڻن خيالن وارا ماڻهو به انهن جا حامي هئا ۽ ان جي نتيجي ۾ هڪ افغان عالم اسان جي سامهون چيو ته اڄ جي افغانستان جي مولوين ۽ نوجوانن ۾ ڪو به اختلاف نه آهي.

افغانستان جي حڪومت جو ارادو آهي تہ سڄي تعليم جي شعبي کي جديد طريقن سان ترتيب ڏنو وڃي ۽ گڏوگڏ افغانستان ۽ پاڙيسري ملڪن کي ملائيندڙ رستن جي مرمت ڪئي وڃي. نئين يونيورسٽي آهستي آهستي ترقي ڪري رهي آهي ۽ ان لاءِ هڪ خوبصورت ۽ وسيع محل مخصوص ڪيو ويو آهي. سڀ کان پهرين طب جو شعبو قائم ڪيو ويو آهي ۽ ان ۾ اعليٰ تعليم شروع ڪئي وئي آهي ٻيو شعبو، جنهن جو قيام زير غور آهي اهو سول انجنيئرنگ جو هوندو. رهيو رستن جو سوال تہ ڪابل کي پشاور سان ملائيندڙ رستو ايندڙ ٻن سالن اندر مڪمل ٿي ويندو، ان رستي جو نقشو وڏي غور ۽ فڪر سان تيار ڪيو ويو آهي، روسي سرحد تائين وڃڻ وارو رستو مڪمل ٿي چڪو آهي ۽ اهو رستو ان لاءِ اهم آهي تہ اهو وچ ايشيا کي وچ يورپ سان قريب ڪري ڇڏيندو. ان کان علاوه افغانستان جي بادشاهہ اعليٰ حضرت نادر شاهہ اسان کي اعليٰ شرف بخشيو ۽ ساڻس تمام ڏکهي گفتگو ٿيندي رهي. اعليٰ حضرت جي سڀ کان وڏي خواهش اها هئي تہ سندس ملڪ وڏي ويجهي ۽ پنهنجي پاڙيسري ملڪن سان صلح ۽ امن قائم ڪري.

افغانستان اڄ هڪ متحد ملڪ آهي، جتي هر طرف بيداري جا آثار ملن ٿا ۽ آفيسر تمام غور ۽ فڪر کانپوءِ نوان پروگرام ٺاهي رهيا آهن. افغانستان مان اسان ان يقين سان واپس ٿيا آهيون تہ جيڪڏهن موجوده حاڪمن کي ڏهن سالن تائين ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو تہ ڪنهن شڪ ۽ شبهي کانسواءِ افغانستان جو مستقبل روشن آهي.“

علامہ ان سفر جي ياد ۾ مثنوي ”مسافر“ لکي ۽ افغانستان جي فطرتي مناظر مان دل کولي مزو ورتو. جمال الدين احمد، محمد عبدالعزيز جي تاليف ”افغانستان“ جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ:

”جڏهن افغانستان جي باري ۾ سوچيندو آهيان تہ اڪثر ائين ٿيندو آهي، جو منهنجي سامهون افغانن جي ديس جي اها تصوير گهمڻ لڳندي آهي جهڙي مان پوئين سرءُ جي موسم ۾ ڏٺي هئي. مان هڪ سادي ۽ آرام ده ڪمري ۾ ويٺو آهيان، آس پاس باغ آهن، باغ کان پري زمين جو هڪڙو ٽڪرو آهستي آهستي مٿي اڀري رهيو آهي، ايتري تائين جو ڀاڙن جي سلسلي ۾ ملي وڃي ٿو. ان جي پويان بلند ٿيندڙ ڀاڙن جي هڪ قطار آهي، ايتري تائين جو اهي بلنديون هندوڪش جي سلسلي

تائين پهچنديون آهن، پري پري تائين ڦهليل ميدانن ۾ انهن جي ٻئي طرف ڏکيون ڏکيون پهاڙيون آهن. پرپري کان ايندڙ طوفاني هوائون انهن کي چيرينديون اڳتي وڌن ٿيون ۽ مٿي اولهہ ۾ لهندڙ سج وٽ حسين ۽ خوش نما رنگن سان پرپل آسمان نظر اچي ٿو. هيٺ وادين ۾ پاڇا تيزيءَ سان ريڙهيون پائيندي نظر اچن ٿا ۽ بيشمار ڏکيا سنها سرو جا وڻ، پري کان نظر ايندڙ ڳوٺ ۽ ڏنڌلي ڪوهيڙي جي سمنڊ ۾ وهندڙ پهاڙ خوابن جهڙو حسين منظر پيش ڪن ٿا ۽ پوءِ ان شام جو جادو آذان جي آواز سان ٽٽي پئي ٿو. منهنجا سڀ ساٿي پنهنجون پنهنجون جڳهون ڇڏي ڏين ٿا، مؤذن جو دل ۾ لهندڙ آواز مونکي پاڻ کان بہ ڪيڏانهن ڏوروئي وڃي ٿو ۽ مان مسجد ۾ سڀ کان آخر ۾ پهچان ٿو.

ماخذ: اقبال سید سلیمان کی نظر میں مرتب: اختر راهي

# مضمونن جا ماخذ

هن ڪتاب ۾ ٻن قسمن جا مضمون شامل آهن. هڪ اردوءَ ۾ لکيل عالمن ۽ دانشورن جي مضمونن جا سنڌيءَ ۾ ترجما، جيڪي اسان جي ڪالج جي شاگردن ۽ استادن ڪيا آهن ۽ جن جو تعداد گهٽ آهي، ٻيا طبعزاد مضمون. هيٺ مضمونن جا اصل ماخذ ترتيبوار ڏجن ٿا:

(1) اقبال جي نظر ۾ انسان جي اهميت ۽ مقام- خالد حسين وسير ليڪچرر اردو- انڊس- 2002-2003ع صفحي 19 کان صفحي 22 تائين. ڪيڊٽ ڪالج لاڙڪاڻو.

(2) شاعر مشرق جو سياسي شعور- جاويد اقبال ليڪچرر پاڪستان اسٽڊيز- انڊس 2001-2002ع (اقبال نمبر) صفحي 48 کان 49 تائين. ڪيڊٽ ڪالج لاڙڪاڻو.

(3) اقبال جون دعائون- عامر لطيف پيٽي- انڊس 2001-2002ع (اقبال نمبر) صفحي 50 کان 51 تائين. ڪيڊٽ ڪالج لاڙڪاڻو.

(4) اقبال افغانستان ۾- اختر راهي (ترجمو اويس احمد ڏاريجو) انڊس 2000-2001ع صفحي 17 کان 23 تائين. ڪيڊٽ ڪالج لاڙڪاڻو.

(5) اقبال جو مطلوب مسلمان- سڪندرعلي چنه

(6) انسان ڪامل اقبال کی نگاه میں- سيد ابوالحسن علي ندوي. نقوش اقبال. ڪراچي: سروسز بڪ ڪلب، 1988ع صفحي 116 کان 133 تائين.

(7) حياتِ اقبال کا سبق-سيد ابوالاعليٰ مودودي. اقباليات کے سو سال. اسلام آباد: اڪيڊمي ادبيات پاڪستان، 2002ع صفحي

61 کان 65 تائين.

(8) اقبال: ایک الهامي شاعر- امين احسن اصلاحي. اقباليات. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1987ع (جنوري- مارچ). صفحي 13 کان 18 تائين.

(9) اقبال کا تصورِ ختمِ نبوت- پروفيسر عبدالقيوم. اقباليات. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1993ع (جنوري- مارچ) صفحي 7 کان 26 تائين.

(10) علامہ اقبال کا تصورِ وطنيت- وحيد قريشي. اقبال ريويو. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1983ع (جولاءِ) صفحي 25 کان 34 تائين.

(11) افکارِ اقبال اور مسلم اُمه کا تصور- محمد انور صوفي. اقباليات. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 2003ع (جنوري- مارچ) صفحي 69 کان 76 تائين.

(12) شريعتِ اسلاميہ اقبال کي نظر ميں- سيد نذير نيازي. اقبال ريويو. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1982ع (جولاءِ) صفحي 1 کان 9 تائين.

(13) اقبال کا پيغام- عبدالوهاب عزام بَڪ. مطالعۂ اقبال. لاهور: بزمِ اقبال، 1983ع. صفحي 155 کان 159 تائين.

(14) سائنس کے جديد نظريات اور اقبال کا تصورِ حيات و ممات- ثاقف نفيس. اقبال: مشرق و مغرب کي نظر ميں. لاهور: گورنمينٽ ڪالج يونيورسٽي، 2002ع. صفحي 153 کان 160 تائين.

(15) اقبال کا اسلوبِ زندگي- عبدالمجيد سالڪ. ذکرِ اقبال. لاهور: بزم اقبال، 1993ع. صفحي 227 کان 243 تائين.

(16) طالبِ علم اقبال- حسن اختر. اقبال رِيويو. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1983ع (جولاءِ) صفحي 119 کان 125 تائين.

(17) امت اسلاميہ کا عظيم شاعر اور فلسفي- صوفي گلزار احمد. اقبال ريويو. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1981ع (جنوري) صفحي 21 کان 33 تائين.

(18) علامہ اقبال کے لطائف- منشي محمدالدين فوق. تذڪارِ اقبال. لاهور: بزم اقبال، 1988ع صفحي 194 کان 199 تائين.

(19) اقبال ایک پیامي شاعر۔ محمد علي خان. اقبال ريويو. لاهور: اقبال اکيډمي پاکستان، 1981ع (جولاء) صفحي 1 کان 6 تائين.
(20) اقبال بارگاهِ رسالت مآبﷺ میں۔ کرم حيدري. اقبال دين و دانش. لاهور: عتيق پبلشنگ هائوس، 1991ع صفحي 158 کان 170 تائين.
(21) تصانيفِ اقبال۔ عبدالمجيد سالک. ذکرِ اقبال. لاهور: بزمِ اقبال، 1993ع صفحي 290 کان 294 تائين.
(22)۔اقبال اور قرآن۔ ڈاکٹر اسرار احمد. علامه اقبال اورهم. مرکزي انجمن خدام القرآن لاهور، 1985ع، صفحي 24 کان 33 تائين.

